# لطف اللطيف

احوال

شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحہ

تصنيف

مولانا دين محمد وفائي



ثقافت کاتو حکومت سنڌ

2012

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | لطف اللطيف |
| | (احوال شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحہ) |
| تصنيف: | مولانا دين محمد وفائي |
| ڇاپو پهريون: | 1950ع |
| ڇاپو ٻيو: | 1956ع |
| ڇاپو ٽيون: | 1987ع |
| ڇاپو چوٿون: | 1991ع |
| ڇاپو پنجون: | ڊسمبر 2012ع |
| تعداد: | هڪ هزار ڪاپيون |
| ڪمپوزنگ: | محمد اقبال ابڙو ۽ سارنگ امداد |
| ٽائيٽل/ لي آئوٽ: | ظفر آفتاب ابڙو |
| ڇپيندڙ: | پيڪاڪ پرنٽرز ڪراچي، سنڌ |
| ڇپائيندڙ: | ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ |
| قيمت: | 200/- |

| | |
|---|---|
| Title of Book: | Lutuf Al-latif (Biography of Shah Abdul Latif Bhitai) |
| Writer: | Molana Din Muhammad Wafai |
| Edition Fifth: | December 2012 |
| Quantity: | One Thousand Copies |
| Composing: | M. Iqbal Abro & S.M. Imdad |
| Title/Layout: | Zafar Aftab |
| Printed by: | Peacock Printers, Karachi, Ph: 0300 2152634 |
| Published by: | Culture Department, Government of Sindh |
| Price : | Rs. 200/- |

ملڻ جو هنڌ:

**ثقافت کاتو ڪتاب گهر**

سامهون ايم. پي. اي هاسٽل، سرغلام حسين هدايت الله روڊ،

ڪراچي، سنڌ- 74400

فون: 021-99206073

# فهرست


| | | | |
|---|---|---|---|
| • | ڇپائيندڙ طرفان | عبدالعزيز عقيلي | 5 |
| • | ٻہ اکر (ٽيون ڇاپو) | علي نواز وفائي | 7 |
| • | مهاڳ (چوٿون ڇاپو) | علي نواز وفائي | 11 |
| • | منڍ | دين محمد وفائي | 15 |
| 1. | فصل پهريون : حسب نسب | | 17 |
| 2. | فصل ٻيو: تعليم ۽ تربيت | | 25 |
| 3. | فصل ٽيون: سلسلهء طريقت ۽ بيعت | | 32 |
| 4. | فصل چوٿون: مريدي جو سلسلو | | 39 |
| 5. | فصل پنجون: سير سفر | | 44 |
| 6. | فصل ڇهون: وقت جي وڏن ماڻهن سان ملاقاتيون | | 57 |
| 7. | فصل ستون: شادي ۽ پٽ جي آبادي | | 70 |
| 8. | فصل اٺون: وقت جي ڪن ماڻهن جون مخالفتون | | 81 |
| 9. | فصل نائون: شاهہ جو مذهب ۽ عقيدو | | 94 |
| 10. | فصل ڏهون: شاهہ صاحب جا حڪيمانہ قول | | 104 |
| 11. | فصل يارهون: متفرق آڪاٽيون | | 109 |
| 12. | فصل ٻارهون: شاهہ صاحب جي رهڻي ۽ عادتون | | 124 |
| 13. | فصل تيرهون: شاهہ جو ڪلام | | 135 |
| 14. | قطع تاريخ | | 143 |
| 15. | قطع تاريخ | | 144 |

# ڇپائيندڙ طرفان

ڪتاب 'لطف اللطيف' شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي زندگيءَ بابت بنيادي ڪتابن مان هڪ آهي. جنهن ۾ شاهه صاحب جي حسب نسب، تعليم تربيت، بيعت طريقت، سئر سفر، شادي مرادي ۽ وقت جي وڏن ماڻهن سان ورتاءَ بابت تحقيقي مواد موجود آهي. مٿئين عنوان تي اڳ ۾ صرف مير عبدالحسين خان سانگيءَ جو فارسيءَ ۾ لکيل ڪتاب "لطائف لطيفي" موجود هو. جنهن جي آڌار تي مرزا قليچ بيگ انگريزي ۽ سنڌيءَ ۾ 'احوال شاهه عبداللطيف ڀٽائي' لکيو. اهي ماخذ مولانا دين محمد وفائي جي مطالعي هيٺ رهيا، جنهن جا تفصيلي حوالا هن ڪتاب ۾ موجود آهن. بقول ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ "ڏيارام گدومل، ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻي، ڊاڪٽر سورلي توڙي مرزا قليچ بيگ سوانح لاءِ مير عبدالحسين خان سانگيءَ جي ڪتاب کي سامهون رکيو ۽ ڪم و بيش انهن ليکڪن جي ڪتابن ۾ مواد ساڳيو آهي." البت سن 1950 ۾ جڏهن حضرت شاهه صاحب جي سوانح بابت مولانا دين محمد وفائيءَ پنهنجو ڪتاب "لطف اللطيف" تاليف ڪيو، تڏهن هن ڪن ٻين اهم ماخذن جو پڻ مطالعو ڪيو، جن جا حوالا پڻ شامل ڪيا اٿائين.

هن ڪتاب جي ڇپجڻ کان اڳ، عام طور شاهه صاحب کي 'اُمي يا اڻپڙهيل' تصور ڪيو ويندو هو. اسان جي ڪيترن ئي شارحن ۽ محققن به شاهه کي اُمي لکيو. مولانا دين محمد وفائي، جنهن کي سنڌ جي علم ادب، تاريخ ۽ ثقافت سان بيحد پيار هو تنهن ڪري هن ڪتاب تي ان لحاظ کان خاص توجهه ڏنو.

جيتوڻيڪ شاهه سائين جي حياتيءَ بابت مٿي ذڪر ڪيل

موضوعن تي بعد ۾، ڊاڪٽر علامہ دائود پوٽي، ڪلياڻ آڏواڻي، غلام محمد شاهواڻي ۽ ڪن ٻين محققن جن مان خاص طور سنڌ جي يگاني اسڪالر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ تمام وڏي تفصيل سان لکيو آهي. گهربل ماڳن تي وڃي جهونن جوڳين کان احوال وٺي، آثار ڏسي شاهہ سائين جي سوانح تي جديد انداز ۾ تحقيقي ڪم ڪيو آهي. تڏهن بہ مولانا وفائيءَ جي محنت جي اهميت اڄ موجود آهي ۽ وقت بہ وقت هن ڪتاب جي گهرج ٿيندي رهي آهي. هن کان اڳ 1991ع ۾ هن ڪتاب جو چوٿون ڇاپو بہ سنڌ حڪومت جي ثقافت کاتي شايع ڪرايو هو، جيڪو پڻ ايامن کان اڻلڀ هو. هي انجو پنجون ڇاپو آهي. ان مان ان جي اهميت ۽ افاديت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

کاتي جي وزير محترمہ سسئي پليجو جي هدايتن پٺاندر ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ هڪ اهم رٿا هيٺ حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ بابت اڻ ڇپيل توڙي ناياب ۽ قيمتي ڪتابن کي ٻيهر ڇاپڻ جو جامع پروگرام جوڙيو آهي. جنهن موجب شاهہ صاحب جي 269 ورسي جي موقعي تي احوال شاهہ عبداللطيف ڀٽائي - مرزا قليچ بيگ، لطف اللطيف - مولانا دين محمد وفائي، شاهہ جو رسالو - عثمان علي انصاري، لطيفي لاٽ - ممتاز مرزا، فڪر لطيف - ممتاز مرزا ۽ ٻيا ڪيترائي ڪتاب شايع ٿي رهيا آهن.

کاتي جي ڪتابن جي ڇپائيءَ جي نگرانيءَ جو ڪم کاتي جي ڊائريڪٽر جنرل ڊاڪٽر محمد علي مانجهي جي حوالي ڪيو ويو آهي، جنهن کي هو احسن طريقي سان سرانجام ڏئي رهيو آهي. اميد تہ شاهہ جا پارکو هاڻي شاهہ سائين بابت اڻلڀ ڪتابن مان ضرور مستفيد ٿيندا رهندا.

**عبدالعزيز عقيلي**
سيڪريٽري
ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ

23 ڊسمبر 2012ع
ڪراچي

# ٻه اکر
(ٽيون ڇاپو)

مالڪ ذوالجلال جي حمد و ثنا جي اصلي حقيقت تائين پهچڻ کان عاجزي ڏيکارڻ ئي هڪ انسان جو ڪمال حمد و ثنا آهي، ڇو ته الله تعاليٰ پنهنجن عاجز ٻانهن کي سمجهه ۽ پروڙ پٽاندر، صرف هيتري تعليم ڏيڻ فرمائي آهي ته: ”الحمد لله رب العالمين“ ، سڀ ساراهه انهيءَ حقيقي معبود کي جڳائي ٿي جو جهانن جو پالڻهار آهي.

اڄ آئون انهيءَ پالڻهار جي حمد ۽ ثنا سان قلم جي زبان کي تازو ڪري رهيو آهيان، جنهن جي فضل ۽ ٻاجهه ۽ بي انتها ڪرم سان پنهنجي، والد سائين جو هي علمي ۽ ادبي، تاريخي تحفو ”لطف اللطيف“ سنڌ جي سڄڻن جي خدمت ۾ ٽيون دفعو پيش ڪري رهيو آهيان.

ڪافي زماني کان وٺي سنڌ جي مختلف ۽ جدا جدا شهرن مان خط اچڻ شروع ٿيا ته ”لطف اللطيف“ جهڙي تاريخي ڪتاب کي شايع ڪرايو وڃي ڇو ته هن وقت ڪتاب جو مارڪيٽ ۾ ملڻ ناياب ٿي چڪو آهي.

آئون پنهنجي انهن علم نواز ۽ ادب پرور مهربان دوستن ۽ احبابن جي قدر داني. نيڪ ۽ مبارڪ صلاح ۽ مشوري جو نهايت ئي ٿورائتو آهيان.

سنڌي اديب، عالم ۽ علمي محافظ زبان جي جنهن رنگ ۽ ڍنگ ۽ رفتار ۽ گفتار سان خدمت ڪندا رهن ٿا، تنهن کان هر هڪ ماڻهو بخوبي واقف آهي.

سنڌ ۾ هن وقت ڪابه اهڙي ادبي يا علمي جماعت يا ادارو ڪونه آهي، جيڪو بنا ڪنهن نام نمود يا شهرت جي مخلصانه نموني ۾ زبان جي صحيح معنيٰ ۾ خدمت ڪري.

باشعور، بيدار ۽ باوقار قومن جو صحيح سرمايو ان جا اعليٰ اديب، عالم، فاضل، محقق، اهل قلم، مفڪر، دانشور، انقلابي شاعر ۽ بيباڪ

صحافي هوندا آهن. انهن جي قدر ۽ قيمت جو ڪوبہ ڪاٿو ڪٿي ڪونہ سگهبو آهي. اهي بي بها موتي هر دور ۾ پنهنجا جرڪيدار جوهر ڏيکاريندا رهندا آهن. اسان جي سڪئي ستابي ۽ سر سبز سنڌ اهڙن جواهرن سان هميشہ جرڪندي رهندي آهي.

هونئن بہ سنڌ صوفين، صالحن، ولين، اصحابن ۽ اوليائن، پيرن، فقيرن، درويشن ۽ دردمندن، فقيهن ۽ فقرائن، قطبن ۽ قلندرن، سيدن ۽ ساداتن ، عالمن ۽ علمائن، مخدومن ۽ محدثن، اهل فڪر اهل علم، فاضلن ۽ فياضن، سخن سنج ۽ سخن فهم، سياڻن، سمجهدارن ۽ سگهڙن، مهمان نوازن ۽ مروت ڪندڙ سنون سڌن سپاجهڙن جو ديس آهي.

زماني جي ناقدري ڪري هر خوشامد پسند ۽ طاقت جي پوڄا ڪندڙ بي شعور قوم وٽ صحيح عالمن، اديبن ۽ ماحول ۽ معاشري جي نقاشن، شاعرن ۽ بيباڪ صحافين جو قدر ۽ قيمت ڪانہ هوندي آهي، پر انهن عظيم شخصيتن جو نالو تاريخ جا مورخ ئي قلمبند ڪندا رهندا آهن.

اسان جي سنڌ ۾، انهن دانشورن ۽ دانائن ڏانهن ڪڏهن بہ ڪنهن قسم جو ڌيان نہ ڏريو ويو هيو ۽ نہ آهي، ان جي باوجود اهي علم ادب، تاريخ ۽ تحقيق جا رهنما ۽ رهبر پنهنجي لياقت ۽ طاقت آهر ڪم ڪندا رهن ٿا.

زنده قومون تڏهن زنده رهي سگهن ٿيون جڏهن هنن جي زبان زنده آهي، ڇو تہ زندگي ادب آهي ۽ ادب زندگي. قومون زبان سان زنده آهن. ادب ۽ زبان قوم جو آئينو آهن. جنهن مان قومن جو جمال ۽ حسن، خدوخال، لياقت ۽ قابليت، نزاڪت، نفاست ۽ لطافت، ارادي جي مضبوطي ۽ مستقل مزاجي، حق جي حمايت ۽ باطل جي مخالفت، حق گوئي ۽ حق رسي، راستبازي، تحمل ۽ بردباري، همت ۽ حوصلو، محنت ۽ مزدوري، محبت ۽ مروت، شان، شجاعت ۽ مردانگي، خوش اخلاقي ۽ خوش ڪلامي، نياز نوڙت ۽ نهٺائي، ايثار ۽ قرباني، بي ڊپائي ۽ بي ريائي، فراخ دلي، فياضي ۽ رحم دلي، علم ۽ هنر، عقل ۽ حڪمت، فهم ۽ فراست، سچائي، صفائي ۽ پاڪائي، مظلوم جي مدد ۽ ظالم جو مقابلو، ايمانداري ۽ ديانتداري، عدل ۽ انصاف، امن ۽ آزادي، رعايت ۽ رواداري، ڪفايت ۽ قناعت، غريب پروري ۽ غريب نوازي، شرافت ۽ شائستگي، شيرين گفتار ۽ نيڪ رفتار وغيره ڏسڻ ۽ پسڻ ۾ ايندي رهندي آهي.

تاريخ شاهد آهي تہ ڪنهن بہ قوم کي ختم ڪرڻ جو بهترين طريقو

اهو آهي تہ ان قوم جي ٻوليءَ کي ختم ڪجي ڇاڪاڻ تہ اها ٻولي ئي آهي، جنهن سان قومن جا اعليٰ جرڪيدار جوهر ظاهر ٿي پوندا آهن.

تاريخ ۾ اهڙا ڪيترائي مثال ملندا تہ ڪنهن بہ فاتح قوم پوري طرح سان مفتوح قوم تي قابض ٿيڻ لاءِ پهرين ان قوم جي ٻوليءَ کي ختم ڪري ڇڏيندي آهي.

جهالت جي گهڻائي، اهل ذوق جي قلت ۽ قدر دانن جي ڪمي ۽ سرمائيدارن جي بي توجهي ڪري بہ زبان ۽ ادب کي ڪاپاري ڌڪ لڳو آهي. ڪتابن، رسالن ۽ اخبارن جي اها حالت آهي تہ اخبارن ۾ جتيون ويڙهيندا يا ماني ڍڪي سفر جا سانباها ڪندا آهيون. افسوس! صد افسوس !! جنهن قوم جي ذهنيت ان حد تائين پهتل هجي تہ ان قوم جو علاج ڇا ٿي سگهي ٿو؟

انهن مٿين حالتن ڪري اسان ۾ مصنف يا لکندڙ بلڪل گهٽ پيدا ٿين ٿا، پر جيڪڏهن ڪو مصنف يا اديب آهي تہ بہ ان کي اها جرئت ڪانہ ٿي ٿئي جو هو ڪو ڪتاب ڇپائي سگهي، ڇو تہ ڇپجڻ ڪان پوءِ ڪاپي جي اميد ئي ڪانہ هوندس، پوءِ ڇو ويهي رپيا سيڙائي. هوڏانهن ٻين زبانن ۾ سون جي تعداد ۾ ڪتاب هزارين جلدن ۾ پڌرا ٿيندا رهن ٿا ۽ اک ڇنڀ ۾ کپي وڃن ٿا. جنهن ڪري لکندڙن کي وري ڇپائڻ جو حوصلو ٿيندو رهي ٿو ۽ ڏيکا ڏيکيءَ ۾ ٻيا نوان لکندڙ بہ پيدا ٿيندا رهن ٿا.

ڪتابن ڇپائڻ جي ڪم ۾ مون کي پنهنجو تلخ تجربو ۽ ذاتي آزمودو آهي،پر تڏهن بہ حالتون اجا مايوسي جهڙيون نہ آهن، معياري سنڌي ڪتاب "لطف اللطيف" ڪافي ڏوڪڙن ۽ ڪشالن ڪيڻ ڪان پوءِ، جڏهن ڇپجي تيار ٿي، ماڻهن جي هٿن تائين پهتو، تڏهن نادر ۽ تاريخي ڪتاب پنهنجي لاءِ ڪافي قدردان پيدا ڪيا ۽ ڪجھ حصو بي-اي آنرس جي شاگردن ۽ ٽريننگ ڪاليج جي سنڌي ماسترن جي ڪورس ۾ هجڻ سبب نيڪال ٿي ويو، رهيل سهيل نسخا سنڌي ادب جا ڄاڻو هٿئون هٿ ڪڻندا رهيا.

مون کي اميد نہ بلڪ يقين آهي تہ سنڌي علم ۽ ادب جا پارکو ۽ ڄاڻو ڪتاب جي هن ڇاپي جو اڳئين وانگر قدر ڪندا.

جناب والد صاحب جن ڪيترائي ڪتاب لکي ڇڏي ويا آهن. مگر افسوس جو انهن جي اشاعت لاءِ اجا مون ۾ ايتري مالي طاقت نہ آهي جو انهن بيش بها ڪتابن کي جلد شايع ڪري سگهان.

هن موتمار مهانگائي ڪري هر هڪ شيءِ جو اڳھ ۽ قيمت آسمان

تائين پهتل آهي. خاص ڪري ڪاغذ جي قلت ۽ ڪمي اسان جي ملڪ ۾ سڀ ڪان اڳتي ۽ اڳيري آهي. انهيءَ جي باوجود الله تعاليٰ ۾ اميد رکي هن ڪتاب کي علم نواز ۽ ادب پرورن جي هٿن تائين پهچايو ويو آهي.

الله تعاليٰ گهريو ته سمورا ڪتاب آهستي ڇپايا ويندا. منهنجو ڪم آهي محنت ۽ ڪوشش ڪرڻ. ڪم کي توڙ تائين پهچائڻ آهي قدرت جي هٿ وس، والله المستعان. آخر ۾ ڪتاب جي مطالعي ڪندڙ صاحبن کي عرض ڪندس ته دعاءِ خير سان ياد ڪندا رهن، جيئن الله تعاليٰ توفيق بخشي ۽ همت ۽ حوصلو ڏئي ته جناب والد سائين جا بيا نادر ڪتاب به شايع ڪندو رهان.

خادم العلم

**علي نواز وفائي**

ايڊيٽر هفتيوار ''آزاد''

1-1-1978ع

# مهاڳ

(چوٿون ڇاپو)

علمي ۽ ادبي، تاريخي ۽ تحقيقي، تنقيدي ۽ تبليغي، معياري ۽ معلوماتي ڪتابن تي مهاڳ، منڍ، مقدمو، ٻه اکر، پيش لفظ لکڻ ٻه ڪن مشهور ۽ معروف اديبن ۽ عالمن، محققن ۽ ماهرن جوئي ڪم هوندو آهي. مون جهڙي حقير ۽ فقير کي ڪهڙي ڪل ته ڪتابن تي ڪيئن ۽ ڪهڙي انداز ۾ قاصر قلم کان ڪم وٺبو آهي.

هونئن ٻه دنيا ۽ دنيا وارن جو دستور آهي ته هڪ ادا کي ڪرڻ لاءِ ڪيترين ئي ادائن کي ادا ڪرڻو پوندو آهي، تڏهن ئي وڃي ان ادا جي ادا جو اندازو لڳائي سگهبو آهي. جيئن ته اوهان کي معلوم آهي ته دنيا ۾ صرف هي اسان جو سرسبز، سکيو ستابو، سولو ۽ سڀاڳو سنڌ جو واحد صوبو آهي، جنهن کي الله تعاليٰ پنهنجين سمورين نعمتن ۽ نوازشن سان ايترو ۽ ايڏو نوازيو آهي، جنهن جو ذڪر ڪهڙي زبان ۽ ڪهڙي قلم سان قلمبند ڪجي! ان کان سواءِ سنڌ امامن، اوليائن، اصحابن، اڳواڻن، استقبال ڪندڙن، آجيان ڪندڙن، آڌرڀاءُ ڪندڙن استادن، اهل قلم، اهل علم، اهل دل، اهل نظر، ايماندارن، بهادرن، بيباڪن، ٻلارن، ڀاڳ وارن، پيرن، پارسائن، جمال وارن، جلال وارن، جلوي وارن، جوش وارن، جوشيلن، جذبي وارن، جگر وارن، جوانن، جوڌن، جان وارن، جانبازن، جهانگيرن، جيءَ ۾ جايون ڏيندڙن، حسينن، حسن پرستن، خوش مزاجن، خوشيءَ وارن، خوش ڪندڙن، دانائن، دانشمندن، دانشورن، ديده ورن، دليرن، دلبرن، دٻدٻي وارن، دلنوازن، درويشن، دورانديشن، داد ڏيندڙن، دستگيرن، دعا ڪندڙن، دل وارن، درد وارن، ڏاهن، ڏانءَ وارن، ڏات وارن، ڏوٿيئڙن، زردارن، زور آورن، زميندارن، ڪيڪاريندڙن، ڪارائيندڙن، فياضن، فراخدلن، فضيلت وارن، فهم وارن، فڪر وارن، سياڻن، سمجهدارن، سليقي وارن، سڌ وارن، سار سنڀال وارن،

سياڻن، سنگت وارن، ساٿيئڙن، سياستدانن، سخن گو، سخن سنج، سخن فهم، سخن شناس، سخين، سگهڙن، سنون سڌن، سڀاجهڙن، سونهن وارن، سوڀيا وارن، سرهاڻ وارن، سانگيئڙن، سرت وارن، سرتار وارن، شاعرن، شان وارن، شجاعت وارن، ڪامين، ڪڙمين، ڪم ڪندڙن، ڪاريگرن، صوفين، صالحن، صداقت وارن، عالمن، علمائن، عقلمندن، لطافت وارن، لطف وارن، لڄ وارن، لحاظ وارن، لوئي وارن، لڇڪ وارن، مان وارن، ماروئڙن، مالوندن، مرتبي وارن، مروت وارن، مخدومن، محدثن، مشائخن، معاملي شناسن، معمارن، ماهرن، مهمان نوازن، مقابلو ڪندڙن، معاف ڪندڙن، مڙسن، محققن، منصفن، مدبرن، مفڪرن، معززن، مدبرن، محبت وارن، نماڻن، نهٺن، نياز وارن، نفاست وارن، نوڙت وارن، وڏن، وڏيرن، وڙ ڪندڙن، واهر ڪندڙن، واپارين، وڻجارن جي سمورين اعليٰ ۽ اوچي خوبين ۽ خاصيتن جي جرڪيدار جوهرن جي جمال ۽ ڪمال جو ڪهڙو ذڪر ڪري ڪهڙو ڪجي.

اسان جي ڀلاري ڀٽ ڌڻيءَ پنهنجي ديس سنڌ لاءِ فرمايو آهي ته:

”سنڌي جا ساٿيهه، ڪهه ڪٿوري ڀائيان“

شاهه صاحب رحہ ساٿيهه يعني وطن جي ڪهه (خاڪ) کي يا مٽيءَ کي مشڪ برابر ڀانئيون آهي.

شاهه عبداللطيف ڀٽائي تي لکيل جڳ مشهور ڪتاب ”لطف اللطيف“ ۽ ”شاهه جي رسالي جو مطالعو“ ڪتابن جي باري ۾ سنڌ جي مختلف شهرن، جدا جدا ڳوٺن مان خطن پويان خط ايندا رهيا ته اهي ٻئي ڪتاب جيڪي هن وقت ناياب ٿي چڪا آهن، وري شايع ڪري سنڌي زبان جي گهٽگهرن جي هٿن تائين پهچايا وڃن، ته بهتر ٿيندو. جيئن ته هن وقت اهو علمي، ادبي، تاريخي ۽ اشاعتي ڪم ڪرڻ منهنجي وس کان ٻاهر هيو. ڪجهه وقت ٿيو ته انهن ڪتابن جي شايع ڪرڻ جي باري ۾ سنڌ جي علم نواز ۽ ادب پرور جناب عبدالحميد آخوند صاحب، سيڪريٽري ثقافت ۽ سياحت سان ذڪر ڪيم، جنهن وڏي فراخدليءَ سان واعدو ڪيو ته اهي ٻئي ڪتاب ڏياري موڪليو ته انهن کي جلد شايع ڪيو وڃي ۽ آخوند صاحب ذاتي دلچسپي وٺي انهن ڪتابن کي شايع ڪري اوهان جي هٿن تائين پهچايو آهي.

ان کان سواءِ جنهن طور طريقي ۽ سهڻي سليقي سان ثقافت ۽ سياحت وارا علمي ۽ ادبي، تاريخي ۽ تحقيقي ڪم ڪندا رهن ٿا. ان کان هر هڪ ماڻهو بخوبي باخبر آهي.

مون کي اميد نہ بلڪ يقين آهي تہ اسان جا نوجوان تاريخي مطالعي جا مشتاق ۽ متوالا ڪتاب پڙهڻ کان پوءِ قدر ۽ قيمت ڪتي سگهندا.

آخر ۾ مان ثقافت کاتي وارن کي عرض ڪندس تہ شاهہ سائين تي اسان جي عالمن، اديبن ۽ محققن جيڪي بہ معياري، معلوماتي مضمون، مقالا ۽ ڪتاب لکيا آهن، انهن کي ڏسي وائسي ڇنڊي ڇاڻي شايع ڪندا رهن تہ سنڌي علم ۽ ادب جي وڏي خدمت ٿيندي رهندي.

**علي نواز وفائي**

ڪراچي

تاريخ 15-2-1991ع

# مُنڍ

حمد لا اله الا الله، نعمت محمد رسول الله علي صلي علي آله و
صحبه وسلم تسليما

هندستان مان لڏيندڙن جو سيلاب جيڪو سنڌ تي گهيرو ڪري رهيو آهي، تنهن مان ڪن دوستن گمان ٿي ڪڍيو تہ سنڌي ٻولي، سنڌي تهذيب، سنڌي مروت، سنڌي ڀل – مانسائي، سنڌي رهڻي ڪهڻي اڳتي هلي فنا ٿي وينديون. ڪن نوجوانن نعرو بلند ڪيو تہ، سنڌ کي بچايو، سنڌ سنڌين لاءِ آهي. ڪن چيو تہ، سنڌي ٻولي جي حفاظت ڪريو، سنڌي سڀيتا جا رکوال ٿيو.

آئون سيني کان الڳ، اهو سڀ ڪجهہ ٻڌي رهيو هوس، پر ايندڙ حالتن جو احساس رهندو هو ۽ ان بابت دل ۾ ويچار ويهندو هو ۽ پهہ پچائيندو هوس تہ ان لاءِ ڇا ڪجي. هڪ رات جاڳ ۽ خواب جي وچ ۾ مون کي سنڌ جي سرتاج صوفي، حسيب، نسيب، شريف، واقف اسرار الاهي شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي رسالي پڙهڻ لاءِ چيو ويو. اڳ اگرچہ رسالي سان منهنجو ڪو ايترو لاڳاپو نہ هو، پر انهيءَ ڳجهي الهامي اشاري تي عمل ڪرڻ لاءِ آماده ٿي ويٺس. سمجهہ ۾ آيم تہ اهو اشارو سنڌي زبان ۽ سنڌي سڀيتا بچائڻ لاءِ آهي.

سنڌي هندن جي ڀاڄڙ کان پوءِ شاهہ جو رسالو هڪ اڻ لڀ شيءِ ٿي چڪو هو، آخر ڪن دوستن جي ڪوشش سان مرحوم مرزا قليچ بيگ جو ترتيب ڏنل رسالو هٿ آيو جنهن تي ڪيترو وقت غور ڪندو رهيس. جنهنڪري سنڌ ديس بابت ڪيتريون ئي نيون ڳالهيون سمجهہ ۾ اينديون رهيون. رسالي تي ويچار ڪندي هڪ ڳالهہ ڏانهن وري وري ڌيان ڇڪبو رهيو تہ ڪنهن بہ شاعر جي ڪلام سمجهڻ کان اڳ، شاعر جي شخصيت صحيح صورت ۾ سامهون رکڻ گهرجي، جنهن کان پوءِ ئي سندس شعر پوري طرح شعور ۾ ويهندو. شاهہ جي حياتي ڪيئن مرتب ڪجي، سندس زندگي

جي جزيات جي ڪٿان ڳولا ڪجي؟ ان معاملي تي ويچار ڪندو ۽ اڳي پوءِ ٿيندو رهيس ٿي، تہ اوچتو پير جهنڊي ضلعي حيدرآباد ۾ وڃڻ ٿيو. پير سائين جن جي ڪتب خاني ۾ پراڻن عربي،فارسي قلمي ڪتابن جا وڏا ڍير لڳا پيا هئا. مهتمم ڪتب خانہ جي معرفت بہ چار ڏينهن ويهي، اهي ڍير اٿلايم پٿلايم، جتان شاهہ صاحب جي حياتي لکڻ جو ڪجهہ مواد هٿ آيو.

اتان واپس اچي پنهنجي محترم دوست شمس العلماء علامہ عمر بن محمد دائود پوٽي دام فضلہ سان پنهنجي ارادي جو اظهار ڪيم، جنهن صاحب نہ فقط حوصلہ افزائي فرمائي، پر مرحوم مير عبدالحسين سانگيءَ جي ڪتاب" لطائف لطيفي" جو فارسي قلمي نسخو بہ عطا ڪيو، جنهن ۾ شاهہ صاحب جي حالات نهايت تحقيق سان جمع ڪئي ويئي آهي. ان ڪان پوءِ ٿورو ذهن تي زور ڏنم تہ سنڌ جي صوفين، مشائخن ، شاعرن ۽ عالمن جي احوالن متعلق منهنجو جيڪو جهونو مطالعو آهي، ان جو هڪ هڪ ورق سامهون ٿيڻ لڳو ۽ شاهہ صاحب جي حياتيٰ لکڻ ۾ ڏاڍي آساني پيدا ٿي پئي. اللہ تعاليٰ جي فضل سان تمام ٿورڙي عرصي ۾ ڪتاب جو مسودو مرتب ٿي ويو.

اوهان ڪي هي ڪتاب پڙهندي نہ فقط شاهہ ڀٽائي جي حالات کان واقفيت ٿيندي پر 12 صدي هجري ۾ سنڌ جي تاريخ جو هڪ صحيح صفحو سامهون اچي ويندو. ان ڪان سواءِ شاهہ صاحب جي همعصرن جون مختصر حياتيون ۽ سنڌ جي تهذيبي ۽ تمدني معلومات جو بہ گهڻي حد تائين پرو پئجي ويندو. تاريخي خشڪ مضمون جي ٻوليءَ کي اديبانہ انداز ۾ ادا ڪرڻ جي ڪوشش ڪري نہ سگهيو آهيان. جو ڪجهہ قلم مان نڪرندو ويو، ان تي ثاني نظر جي نوبت بہ ڪانہ آئي، ان هوندي بہ هڪ سنڌيءَ جي ڄاڻوءَ لاءِ ادبي لحاظ ڪان بہ هن ڪتاب ۾ هڪ چڱي موڙي سيڙپ آهي.

آئون پنهنجي جهوني ساٿيءَ ۽ دلي دوست مسٽر دين محمد عليگ مئنيجر "الوحيد" ڪراچي جو بيحد شڪر گذار آهيان، جنهن صاحب هن ڪتاب جي ڇپجڻ وقت ثاني نظر ڪرائڻ ۽ پروفن چڪاسڻ ۾ پوري پوري مدد ڪئي، جنهن ڪان پوءِ هي ڪتاب وڃي پورت کي پهتو. واللہ ولي التوفيق.

**دين محمد وفائي**

رام باغ، ڪراچي
5-اپريل 1950ع

## فصل پهريون

### حسب نسب

سنڌ جي سرتاج، سدا جيئري شاعر حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي نسب جو سلسلو امام موسيٰؑ سان ڳنڍجي وڃي، سيدنا حضرت عليؑ سان ملي ٿو.

سندس نسب شريف صحيح ثابت هيٺينءَ ريت آهي:

حضرت شاھ ڀٽائي سيد عبداللطيف بن سيد حبيب الله عرف سيد حبيب بن سيد عبدالقدوس بن سيد جمال بن سيد عبدالڪريم (مشهور شاه ڪريم بلڙي وارو) بن سيدالله عرف سيد لعل محمد بن سيد عبدالمومن بن سيد هاشم بن سيد حاجي بن سيد جلال بن سيد شرف الدين بن سيد مير علي بن سيد حيدر هروي بن سيد مير علي بن سيد محمد بن سيد حسين بن سيد علي بن سيد احمد عرف يوسف بن سيد محمد عرف حسين بن سيد ابراهيم عرف يوسف بن سيد علي الحواري بن سيد حسين اڪبر بن سيد جعفر الحواري بن امام موسيٰ ڪاظم بن امام جعفر صادق بن امام محمد باقر بن امام علي زين العابدين بن امام حسين بن سيدنا امام علي بن ابي طالب رضي الله تعاليٰ عنهم اجمعين.

حضرت شاه ڀٽائي جي ڏاڏن مان هن سلسلي ۾ تيرهون نمبر سيد حيدر هروي بن سيد مير علي سال 801ھ ۾ امير تيمور سان گڏجي هندستان ۾ آيو.

چون ٿا تہ امير تيمور جڏهن هندستان تي ڪاهڻ جي ارادي سان هرات ۾ پهتو، تڏهن سيد حيدر جي والد مير علي، تيمور جي آجيان ۾ آڌرڀگت ڪئي ۽ سندس فوج، جنهن جو انداز 2 لک 62 هزار 3 سئو 12 شمار ڪيو ويو آهي، تن جي مهمانيءَ لاءِ، هر هڪ سپاهي واسطي هڪ هڪ روپيو ڏنو. امير تيمور، سيد مير علي جي مهمان نوازي کان ڏاڍو خوش ٿيو. جنهن ڪري سيد صاحب تي ڏاڍيون نوازشون ڪيائين، سندس پٽن کي وڏا وڏا عهدا ڏنائين.

سيد حيدر ۽ سندس والد کي امير تيمور هندستان جي ڪاهہ واري سفر ۾ پاڻ سان گڏ رکندو آيو. ڪجهہ وقت کان پوءِ سيد حيدر پنهنجي والد ۽ امير تيمور کان رخصت وٺي سنڌ ڏانهن روانو ٿي، هالن جي شهر ۾ وڏيري شاه محمد پٽ دريا خان وٽ اچي مهمان ٿيو. جنهن سندس شايان شان خدمت ڪئي.

سيد صاحب جي بزرگي ۽ پاڪ زندگي ڏسي ڪيترائي ماڻهو سندس معتقد ٿيندا رهيا. پاڻ اوکي سوکي ۾ هنن جون مددون بہ ڪندو رهندو هو. هڪ دفعي انهيءَ وقت جي حاڪم مير محمد نالي هالن جي ماڻهن تي ڪجهہ رقم چٽي وڌي، جا ڪنگالپڻي ڪري هو نٿي ڀري سگهيا ۽ ڏاڍا پريشان ٿي پيا. سيد حيدر جڏهن ماڻهن جي مايوسي وارو معاملو ڏٺو تڏهن پنهنجي هڙان اها رقم ادا ڪري هنن جي جند ڇڏ رايائين، جنهن ڪري ماڻهو سندس ڏاڍا ٿورائتا ٿي پيا.

ٿوري وقت کان پوءِ وڏيري شاه محمد پنهنجي نياڻي نالي بيبي فاطمہ سان سيد حيدر جي شادي ڪرائي، هڪبئي سان ناتو ڳنڍي ڇڏيو، جنهن ڪري هو هالن ۾ پنهنجن نون مائٽن ۾ رهڻ لڳو. کيس هالن ۾ رهندي 3 سال 8 مهينا مس گذريا هئا • تہ سڏ مليس تہ سندس والد مير علي هرات ۾ وفات ڪري ويو آهي، جنهن تي هن صاحب هرات ڏانهن سفر جو سانباهو ڪيو. هوڏانهن سندس بيبي کي اميدواري بہ هئي، جنهن کي پنهنجن پيڪن ۾ ڇڏي روانو ٿيو. هلندي وقت نشاني طور 3 شيون بيبيءَ کي ڏيئي ويو:

(1) قيمتي منڊي جنهن جي ٽڪ ۾ سندس نالو اڪريل هو.

(2) جڙادار خنجر ۽

(3) ٻانهي جا هرات مان ساڻ آندي هئائين، جا سمورو وقت همسفر هيس.

وصيت ڪيائين تہ جيڪڏهن نينگر ڄمي تہ اهي ٽيئي امانتون سندس حوالي ڪجو ۽ سندس نالو منهنجي والد وارو مير علي رکجو، پر جيڪڏهن نينگري پيدا ٿئي تہ پوءِ منهنجي والده وارو نالو بيبي فاطمہ رکجوس.

سيد حيدر کي هرات ۾ اڳ بہ اهل عيال هو، هو جڏهن هرات پهتو تڏهن بہ هالن ڏانهن ، پنهنجي بيبي ڏانهن، خط پيو موڪليندو هو. آخر ڇئن ورهن کان پوءِ سندس روح ريلو ڏٺو تہ وري وڃي سنڌ جا وڻ ڏسجن. اجا

• اهو اندازو ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻي جو آهي، پر مرزا قليچ بيگ پنهنجي ڪتاب ۾ هڪ سال 5 مهينا لکيو آهي.

سنبت ۾ هو ته هئي دنيا ڏانهن لاڏاڻي جو سنيهو اچي پهتس، اوچتو بيمار ٿي پيو ۽ هن فاني دنيا مان ڪوچ ڪري دار جاوداني ۾ وڃي آراميو • سيد حيدر کي هرات واري گهر مان 2 پٽ هئا: (1) سيد محمد ۽ (2) سيد حسين، جن صاحبن پنهنجي والد جي املاڪ کي ٻه حصا ڪري ورهائي ڪنيو.

سيد حيدر جي هرات، ڏانهن اسهڻ کان پوءِ سندس هالن واري بيبي کي فرزند ڄائو، جنهن جو نالو مير علي رکيائون. جڏهن هي نينگر ساماڻو ۽ سگهارو ٿيو، تڏهن سندس والد جون وصيت ڪيل ٿيئي شيون سندس سپرد ڪيائون. ڪجهه ڏينهن گذرڻ بعد پنهنجي پڙڙي هراتڻ ٻانهيءَ سان گڏجي پنهنجي اباڻي وطن هرات ڏانهن روانو ٿيو.

اتي پهچڻ کان پوءِ پنهنجي ڀائرن کان والد جي ڇڏيل املاڪ جو ورثو ڇڪڻ لڳو، مگر هو نابري واري ويٺا ته تون ڪير جو توکي ورثي جو حصو ڏيون! جنهن تي مير علي پنهنجي والد جي منڊي ۽ خنجر ڪڍي سندن سامهون رکيا ۽ ٻانهيءَ کي ساکي طور سامهون آندو. آخر اهو معاملو هرات جي قاضيءَ وٽ ويو جنهن ثابتي وٺي مير علي کي سيد حيدر جو فرزند ثابت ڪيو، جنهن کان پوءِ پنهنجن ڀائرن کان ملڪيت جي ٽين پتي حاصل ڪيائين. موروثي حصي وٺڻ کان پوءِ مير علي هرات ۾ نه ترسيو سڌو سنڌ

• هي روايت شاه جي حياتي لکندڙن بيان العارفين جي ضميمي تان ورتي آهي مگر تحفت الڪرام ۾ سيد حيدر بابت لکيل آهي ته هو متيارين ۾ مقيم ٿي پوءِ وفات ڪري ويو. جيئن لکي ٿو ته: "متعلوي (متياري) شهري نامداري مسڪن سادات عالي نسب است". ان کان پوءِ لکي ٿو ته "سيد حيدر از اجل اوليا وقت صاحب آيات باهره و ڪرامات ظاهره بوده اولاد ڪثيرش بنجابت حسب و نقابت نسب متصف" يعني ته متيارين جو سيد حيدر وقت جو تمام وڏو ولي ۽ ڪليل نشانين ۽ پڌرين ڪرامتن جو مالڪ هو. سندس تمام گهڻو اولاد آهي جو حسب جي پاڪائي ۽ نسب جي نگهباني سان واڪاڻيل آهي."

هن مان ظاهر آهي ته سيد حيدر متيارين جي شهر جو بنيادي طرح رهاڪو ٿيو. جنهن کان پوءِ سندس اولاد يعني متياري سيد، چؤ طرف پکڙجي ويا جن جو نسب بالڪل صحيح ۽ پڌرو آهي. باقي سيد حيدر جو هرات ۾ لاڏاڻي ڪرڻ جو بيان ڪنهن به تاريخ جي ڪتاب ۾ نظر ڪونه آيو آهي. بيان العارفين شاه ڪريم جي ملفوظات جي ضميمي ۾ جو ڪجهه آيل آهي ته سيد مير علي هروي جي ڇئن پٽن کي امير تيمور پاران هندستان جي ڇئن ولايتن جو حاڪم ڪيو ويو. جن مان هڪ سيوهڻ جو گورنر هو، هن جي ملاقات لاءِ سندس پاءُ سيد حيدر سنڌ ڏانهن سنيري آيو ۽ هت سنڌ ۾ ئي رهي پيو، سا ڳالهه تاريخي واقعات جي برخلاف آهي جو ته امير تيمور هندستان ۾ ڪل 11 مهينا رهيو، سنڌ تي سندس ڪاه ڪانه ٿي هئي، فقط ملتان قبضي ۾ آيل هوس ۽ بس.

ڏي روانو ٿيو ۽ هميشہ لاءِ اچي هالن ۾ رهيو.

مير علي سنڌ ۾ بہ شاديون ڪيون، هڪ هالا قوم مان ۽ ٻي ترڪن مان. پهرين بيبيءَ مان ڪيس هڪ فرزند ڄائو، جنهن جو نالو شرَف الدين رکيائين ۽ ٻي بيبيءَ مان بہ هڪ پٽ ڄائس، جنهن جو نالو احمد شاه رکيائين. سيد شرف الدين جي اولاد کي 'شرف پوٽا' سڏيندا آهن ۽ احمد شاه جي اولاد کي 'ميرڻ پوٽا' سڏجي ٿو. متيارين ۾ انهن پاڙن وارا سمورا سيد اڄ تائين موجود آهن.

اسان جو صوفي شاعر حضرت شاه عبداللطيف شرف پوٽن جي آڪهہ مان آهي. سندس وڏن مان سيد شاه عبدالڪريم بلڙي واري جو مفصل احوال بيان العارفين ۾ ڏنل آهي ۽ ان کان سواءِ شاه ڪريم جي والد سيد لعل محمد عرف لله شاه بابت بہ تحفت الڪرام ۾ ٿورو بيان آيل آهي. لکي ٿو تہ : " سيد لله والد بزرگوار سيد عبدالڪريم در وقت خود مورد فيض ايزدي و منبع شهود سرمدي بوده". يعني تہ سيد لله عبدالڪريم جو والد پنهنجي وقت ۾ الله تعاليٰ جي فيض جي پالوٽ جي جاءِ ۽ هميشہ جي ديدار جو چشمو هو.

شاه ڪريم جو فرزند سيد جمال شاه، شاه ڀٽائي جو ڏاڏو بہ ڪامل بزرگ هو. تحفت الڪرام ۾ آهي تہ" عابد روزگار آمده" يعني تہ وقت جو وڏو عابد هو. پنهنجي والد جي حياتيءَ ۾ هالن جي لڳ چورن جي هٿان شهيد ٿي ويو. چون ٿا تہ ڪنهن رن زال جو مال چور ڀڄيو ويا ٿي، عاجزه عورت اچي شاه جمال کي عرض احوال ڪيو، جنهن تي هي بزرگ چورن جي ڪڍ ڪاهي پيو. چورن سان آمهون سامهون مقابلي ۾ شهيد ٿي ويو. سندس مقبرو ڀٽ جي اتر کان گولي پير جي قبرستان ۾ آهي.

شاه صاحب جو والد بزرگ سيد حبيب پنهنجي وقت جو وڏو عارف، صوفي ۽ عالم هو. تحفت الڪرام ۾ لکي ٿو تہ، "هو گهڻو وقت ياد خدا ۾ اهڙو مشغول ۽ مستغرق رهندو هو جو ڪڏهن ڪنهن جي سڏ ٻڌ ڪانہ رهندي هيس. بعض حالتن ۾ سندس فرزند شاه عبداللطيف حاضر ٿي ساڻس گفتگو ڪندو هو تہ شاه حبيب پڇندو هوس تہ، "ڪير آهين جو مون سان ڳالهائي رهيو آهين؟" جواب ۾ شاه صاحب عرض ڪندو هو تہ، "سائين اوهان جو غلام عبداللطيف آهيان." شاه حبيب فرمائيندو هو تہ، "مون کي تہ سڏئي ڪانہ پئي ٿي تہ ڪير آهي."

شاه حبيب کي ڪنهن بزرگ فرمايو هو تہ، "اوهان کي هڪ فرزند

چمندو جو وقت جو وڏو ڪامل بزرگ ٿيندو“. جنهن تي شاه حبيب سوئي ڪندر وارن بزرگن، درويشن جي خاندان مان شادي ڪئي مگر ڪين ان مان اولاد ڪونه ٿيو. ان ڪان پوءِ سيد حبيب وري ٻي شادي به ڪئي.

مرزا قليچ بيگ لکي ٿو ته شاه عبداللطيف جي والده مخدوم عربي ڏياڻي جي خاندان مان هئي.

اهو مخدوم عربي ڏيانه هالن واري حضرت مخدوم نوح جو استاد ۽ همعصر هو، جنهن جو مقبرو پراڻن هالن کان اپرندي پاسي ڪان آهي.

روايت آهي ته شاه عبداللطيف جي والد بزرگ کي ٽن شادين هوندي به اولاد ڪونه ٿيو، هوڏانهن هڪ ڪامل وٽان پٽ ڄمڻ جي بشارت به مليل هوس. آخر هڪ ڏفعو ڪنهن درويش ڪان اولاد ٿيڻ لاءِ دعا پنيائين، جنهن تي هن دعا ڪيس ته توکي هڪ پٽ چمندو جو زماني جو قطب ٿيندو، ان جو نالو عبداللطيف رکجانءِ.

پوءِ ستت ئي شاه حبيب کي پهرين گهر يعني مخدوم عربي جي خاندان واري بيبيءَ مان فرزند ڄائو، جنهن جو نالو عبداللطيف رکيائين، مگر هو اڃا ٻارڙو ئي هو ته فوت ٿي ويو. ان کان پوءِ وري ننڍي گهر مان نينگر ڄائو، جنهن جو نالو جمال شاه رکيائين، جنهن جو اولاد اڄ تائين پٽ جي درگاه جو متولي ۽ گادي نشين آهي. وري پهرين وڏي گهر مان ٻيو پٽ ڄائس، جنهن جو نالو عبداللطيف رکيائين. اهو ئي اسان جو مشهور شاعر شاه ڀٽائي آهي، جنهن جو تذڪرو اوهان جي سامهون آهي.

شاه عبداللطيف جي ولادت باسعادت سال 1102هه مطابق سال 1690ع ۾ ٿي. سيد غلام محمد شاه گدا سندس تاريخ ولادت هيٺين ريت لکي آهي:

گدا سال توليد سلطان پٽ
شنيده زهاتف ”عنايت شعار“
1102هه

• ڊاڪٽر گربخشاڻي لکيو آهي ته شاه صاحب جي والده شاه ڏياڻي جي نياڻي هئي ۽ شاه ڏياڻي کي مخدوم ڏياڻو به ڪري سڏيندا آهن سو صحيح نه آهي، ڇو ته مخدوم عربي ڏياڻو 10 صدي هجري ۾ ٿي گذريو آهي ۽ شاه حبيب 12 صدي جو آهي، تنهنڪري اها بيبي مخدوم عربي ڏياڻي جي خاندان مان آهي نه سندس نياڻي ۽ مخدوم عربي ڏياڻي جي خاندان کي سوئي ڪندر وارا بزرگ به سڏيو ويندو آهي.

شاه صاحب جي ولادت يا جنم هالا تعلقي جي هڪ ڳوٺ ڀٽئي پور ۾ ٿيو جو ڀٽ کان 9 ڪوهه پري هن وقت ويران حالت ۾ ڊٺا لڳو پيو آهي. واٺهڙن ڪي ان ڳوٺ جا ڦٽل نشان اجا ڏسڻ ۾ ايندا آهن. شاه صاحب جنهن گهر ۾ ڄائو هو، اتي لطيفي جماعت جي لونگ فقير مهيسر لوڙهي واري، جنهن جو مقبرو خيرپور رياست جي لڳ آهي، هڪ مسجد جوڙائي آهي جا نصير واه جي ڪپ تي بيٺل آهي.

قاضي هدايت الله مشتاق متعلوي جو چوڻ آهي ته شاه ڀٽائي مٽيارين جو آهي ۽ مٽيارين جي ويجهن عزيزن جي مخالفت ڪري سيد سخي هاشم شاه قلندر متعلوي (وفات 1100) جي مشوري سان وڃي ڀٽ تي سڪونت اختيار ڪيائون.

حقيقت هن ريت آهي ته شاه جو وڏو ڏاڏو شاه عبدالڪريم بلڙي وارو مٽيارين ۾ پيدا ٿيو هو ۽ ان کان پوءِ حضرت مخدوم نوح عليه الرحمت جي ارشاد موجب لڏي وڃي بلڙي مڪان ۾ مقيم ٿيو ۽ سندس وفات کان پوءِ سندس ڪي فرزند اتي رهجي ويا ۽ ڪي اتان نقل مڪاني ڪري ٻين هنڌن ڏانهن لڏي ويا. شاه ڀٽائي جو ڏاڏو سيد جمال بلڙي مان لڏي مٽيارين ۾ اچي رهيو ۽ ان کان پوءِ شاه جو والد سيد حبيب، سخي هاشم شاه قلندر جي چوڻ تي مٽيارين مان لڏي ڀٽئي پور ۾ اچي مقيم ٿيو. پوءِ ڀٽئي پور مان لڏي ڪوٽڙي مغل ۾ اچي رهيو، جتي شاه ڀٽائي جو ٻالپڻو گذريو ۽ جواني ڪي رسيو. ڪوٽڙي مغل جو ڳوٺ ڀٽ کان ٻه ڪوهه پري ڦٽل صورت ۾ پيل آهي. اگرچه سيد حبيب ۽ سندس سلڇڻو فرزند رهندا ڪوٽڙي مغل ۾ هئا، مگر مٽيارين سان ههنن جو گهاٽو لاڳاپو هو، جنهن ڪري وقت بوقت اچڻ وڃڻ ٿيندو رهندو هو.

شاه ڀٽائي ننڍي ڄمار ۾ ئي هڪ عجيب عادتن ۽ سڳورن لڇڻن جو ٻارڙو هو. راند روند يا بيهودي نموني ۾ عام ٻارن وانگي پنهنجو وقت نه وڃائيندو هو. گهڻو ڪري هڪ طرفو رهندو هو، ڪنهن سوچ ۽ فڪر ۾ ٻڏل نظر ايندو هو. ڪڏهن ڇوڪرا گڏ ڪري انهن کان ڪافيون يا ڏوهيڙا ٻڌندو هو، ڪڏهن ڪڏهن عام ٻارن وانگي گز ڪمان سان به راند ڪيڏندو هو، مگر چون ٿا ته ڪمان سان ڪڏهن به ڪو جاندار ڪونه ماريائين. ڪوٽڙي مغل ۾، ارغون خاندان مان مرزا بيگ مغل نالي ڳوٺ جو سڪر ماڻهو سيد حبيب جو ڏاڍو معتقد هو. هڪ ڏينهن مرزا بيگ مغل پنهنجي نينگريءَ لاءِ سيد حبيب

ڪان تعويذ لڪارائي گهر ڏانهن ڪنيو ٿي ويو تہ پويان شاھ ڀٽائي جو سيڱ گز سان راند پئي ڪئي، اتان اوچتو گز اڏري اچي مرزا جي آڱرين مان اهڙي انداز ۾ لنگهيو جو تعويذ کي گز جو سوراخ ٿي پيو پر مرزا بيگ مغل کي گز ڇهيو بہ ڪونہ. هن حيرت جهڙي واقعي جو نتيجو اڳتي هلي اِهو نڪتو جو مرزا جي معصوم سان شاھ صاحب جي شادي ٿي گذري ۽ گز جو تعويذ مان نڪرڻ چڻ هڪ ايندڙ تقديري واقعي جي پيشگوئي هئي.

شاھ صاحب ننڍپڻ جي ڄمار ۾ ڪڏهن تہ جهنگ منهن ڪري بہ هليو ويندو هو ۽ پهرن جا پهر پنهنجي منهن ويٺو پهہ پچائيندو هو ۽ پورن تي پور پيا پوندا رهندا هوس.

هڪ دفعي جيئن ٻارن سان اڪ ٻوٽ راند ٿي ڪيائين تہ ايئن ٿي هڪ وڏي پراڻي وڻ جي پولي ٿڙ ۾ لڪي وڃي ويٺو. جتي راند روند ۽ ٻارن جي ڳالهہ ئي وسري ويس، ڇوڪرا راند ڪندي آخر هليا ويا ۽ شاھ صاحب برابر ٽي ڏينهن اتي ويٺو رهيو. هوڏانهن سندس والد بزرگ کي اچي سندس گم ٿيڻ جو انتظار ٿيو ۽ ڏاڍي ڳولا ڪندو رهيو. آخر انهيءَ وڻ جي پول مان ڪپڙي جو ٽڪرو لڙڪندو ڏٺائين، جنهن کي واءَ واريءَ سان لٽي ڇڏيو هو. سيد حبيب سمجهيو تہ شايد هن ننڍي نينگر جا اتي پورجي پساھ پورا ٿي ويا آهن، جنهن تي ٽڏو ساھ ڪٺي هي تڪ چيائين تہ:

لڳي لڳي واءِ، ويا انگڙا لتجي.

انهيءَ اثرائتي اندر واري آواز تي شاھ صاحب جي استغراق ڪان اک کلي ويئي، ڇرڪ پري بيخودي واري حالت ڪان ٻاهر آيو ۽ پنهنجي والد جي وراڻي ۾ چيائين تہ:

پيئي ڪٺي پساھ، پسڻ ڪارڻ پرين جي.

ننڍپڻ ڪان ولي الله جي معرفت واري رستي تي هلڻ ڪو اچرج جهڙو واقعو ڪونہ آهي. خصوصن حضرت شاھ ڀٽائي ڏاڏنگ جي خانداني لحاظ ڪان هڪ اهڙي گهراڻي جو هو جنهن ۾ علم، معرفت ۽ تصوف ورثي طور هلندو آيو ٿي. ساڳي ريت سندس ناناڻي پاسي کان بہ ولين ۽ درويشن جو خاندان هو، جنهن ڪري هي بزرگ ڄمندي ڄام هو.

ڊاڪٽر گربخشاڻي لکي ٿو تہ:

"شاھ عبداللطيف ڀٽائي جي ننڍپڻ بنسبت جيڪي اکيچار قصا ۽ ڪهاڻيون مروج آهن، سي اعتبار ۾ آڻيون تہ ڏسبو تہ هو ڄمندي ڄام هو.

نندي وهيءَ ڪان ئي وٺي ڪڏهن ڪڏهن وجد ۽ حال ۾ اچي ويندو هو ۽ ان حالت ۾ غيبي مشاهدا نظر ايندا هئس ۽ پنهنجن جيڏن سرتن کي علم الاهي جي باريڪ نڪتن تي وعظ ڪندو هو ۽ پڻ اچرج ۾ ڪرامتون ڏيکاريندو هو."

سندس نندپڻ جي ڳالهه ڪندا آهن تہ ننڍي جي مشهور مجذوب وتائي فقير جي معرفت جناب خواجہ خضر عليہ السلام، شاه صاحب کي پاڻ وٽ درياءَ ۾ گهرايو، خضر عليہ السلام کيس هڪڙا ٻہ گل ڏنا جي بالڪل امانهہ هئا، اهي ٻئي نشان طور وٺي پنهنجي والد بزرگ وٽ سلامتي سان اچي پهتو. نندپڻ کان سعادت جا آثار، نجابت جا اطوار، سندس پيشاني نور الاهي جي نشاني مان پڌرا هئا، جڳن مان جڳ ان جي جمال با ڪمال تي مفتون ۽ شيدا هئا. (مناقب غوثيہ)



## فصل ٻيو

# تعليم ۽ تربيت

شاه صاحب جي تربيت ۽ سنڀال منڍ ۾ ئي اهڙي گهر ۾ ٿي جو صوفيانه علمي گهراڻو هو. سندس والد سيد حبيب هڪ الله وارو، حال ۽ قال جو مالڪ بزرگ هو ۽ والده به هڪ وڏي مشهور عارفن ڪاملن جي خاندان مان هئي، جنهنڪري شاه صاحب کي ٻالجتيءَ ۾ ئي ڏاڍي سهڻي سيکت ملي ۽ گهر ۾ جيڪا تربيت پرايائين سا سندس ازلي سعادتمندي واري ستاري کي چمڪائڻ لاءِ ڪافي هئي، مگر ان هوندي به هن نيڪ بخت ٻار کي زماني جي رواج موجب ڪوٽڙي مغل جي هڪ آخوند نور محمد وائي واري جي حوالي ڪيائون، ته کيس الف-بي شروع ڪرائي ۽ تعليم ڏيارڻ جو ورق ورائي. آخوند چيس ته، 'چئو الف !' هن ازلي عالم ٻار، الله جي شاگرد جواب ۾ چيو ته 'الف !' ان کان پوءِ آخوند چيس ته، چئو "بي". ته شاه صاحب ورندي ۾ استاد کي وراڻيو ته سائين"بي" ته آهي ئي ڪانه، پوءِ "بي" ڇا جي چوان. استاد ۽ شاگرد جي انهيءَ تي گهڻي رد بدل ٿي' مگر اڳيان به مڃڻ وارو هجي ته ڪو نبيرو ٿئي. آخر ٻارڙي کي سيد حبيب وٽ وٺي آيا، سمورو حال اچي ڪيائونس ته' هي ٻار ته الف کان اڳتي هڪ اکر به نٿو چوي، سيد حبيب انهيءَ راه رسم جو واقف هو، تنهن سموري مام کي معلوم ڪري ورتو، پنهنجي فرزند ارجمند کي پيار ڪندي چيائينس ته، ' ابا تون حق ٿو چوين، پر زماني ۾ پڙهڻ پڙهائڻ لاءِ ظاهري علم پرائڻ جو اهو ئي نمونو آهي، تنهنڪري"بي" کي به ڦٽو ڪين ڪيو ويندو.

شاه صاحب ان کان وڌيڪ ڪجھ پڙهيو يا نه پڙهيو، ان بابت گهڻو ڪجھ بحث ٿيل آهي. ڪن جو چوڻ آهي ته شاه صاحب وڏو عالم آهي. عربي ۽ فارسي زبانن جو ماهر آهي، هڪ اڻ پڙهيو ۽ اُمي ماڻهو عربي ۽ فارسي جا فقرا اهڙي نزاڪت سان پنهنجي شعر جي سلڪ ۾ ڪيئن پوئي سگهندو، جهڙي ريت شاه صاحب جي ڪلام ۾ آيتون ۽ حديثون ۽ فارسي جا فقرا درج ٿيل آهن.

ڊاڪٽر ٽرمپ صاحب جنهن شاهه جو رسالو 1866ع ۾ ڇپايو هو، تنهن رسالي جي مُنڍ ۾ لکيو آهي ته:
”شاهه صاحب جي اڻ پڙهيل هجڻ واري دعويٰ کي رد ڪرڻ لاءِ سندس ديوان (رسالو) ئي ڪافي ثبوت آهي جنهن ۾ هن عربي، فارسي زبانن جا اونها محاورا ڏيکاريا آهن“.
هڪ انگريز عالم پلا هن ڳالهه تي ڪيئن اعتبار ڪندو ته روحاني حالت جي روشن ٿيڻ سان اڻ پڙهيي انسان تي ذاتر جي ذات ٿيندي آهي ۽ اندروني علم جي پالوٽ پلٽبي آهي، تنهنڪري ٽرمپ صاحب، شاهه جي شاعري ۽ سندس ڪلام جي بيهڪ تي ويچار ڪري شاهه جي اڻ پڙهيل هجڻ واري دعويٰ کي ئي رد ڪري ٿو.
ٽرمپ صاحب جي لکت جي بنياد تي ئي ڪن هندو عالمن ۾ شاهه جي عاشقن شاهه جي امي يا اڻ پڙهيل هجڻ جو انڪار ڪيو آهي.
ڊاڪٽر گربخشاڻي لکي ٿو ته :
”يقين سان چئي سگهجي ٿو ته ڪي قدر درسي تعليم حاصل ڪري، ڪي قدر پنهنجي سر تجربي ۽ مطالعي ڪري شاهه عبداللطيف ان زماني جي لياقت آهر، هر علم ۾ چڱي مهارت حاصل ڪئي. عربي ۽ فارسيءَ جو عالم هو ۽ پنهنجي مادري زبان تي ڪيس ڪلي ضابطو هو. نه فقط ايئن، پر ٻين ٻولين جهڙوڪ بلوچي، سرائڪي، هندي، پنجابي وغيره جي پڻ قدري ڄاڻ هوس، از انسواءِ سندس تاريخي معلومات به وسيع هئي. سنڌ توڙي هندستان جي ٻين ڀاڳن جي قصن، ڪهاڻين ڪان به چڱي طرح واقف هو. قرآن ۽ حديث، فقه ۽ فلسفي، تصوف ۽ ويدانت، صرف ۽ نحو وغيره جو به گهڻو ابياس ڪيو ٿو ڏسجيس. قرآن شريف، رومي جي مثنوي ۽ شاهه ڪريم جو رسالو اڪثر ساڻس همراهه هوندا هئا.“
روايت آهي ته ميان نور محمد ڪلهوڙي مثنوي جو هڪ نهايت عمدو سوناڪاري دستخط نسخو ڪيس تحفي طور ڏنو هو. هاڻ جيڪڏهن شاهه اُمي هجي ها ته ڪيس اهڙي تحفي موڪلڻ جو ڪهڙو سود؟ انهن ئنهي ڪتابن ۾ مذڪور ڪيل علمن مان ڪيترا مضمون پنهنجي شعر ۾ پڻ داخل ڪيا اٿس، ... ... اها لاجواب ثابتي آهي ته شاهه عبداللطيف پنهنجي زماني جو يگانو فاضل ۽ عالم شخص هو.“
ڪن ٻين صاحبن جو چوڻ آهي ته: ”شاهه عبداللطيف ڀٽائي استاد وٽ

فقط الف جو اکر پڙهيو، باقي جو ڪجهه هن حاصل ڪيو سو ڪرامت آهي يا الاهي ڏات آهي."

مرزا قليچ بيگ لکي ٿو ته: "گهڻن ماڻهن جو چوڻ آهي ته شاهه صاحب الف- بي کان وڌيڪ ڪي ڪين پڙهيل هو. مير علي شير قانع ٺٽي واري جي پڻ اها راءِ آهي. هيتري به پڪ آهي ته ڪنهن استاد وٽ ويهي ڪا تعليم حاصل ڪانه ڪيائين، مگر پنهنجي منهن شوق ڪري علم پرايو هوندائين ته شڪ نه آهي. هو پارسي ۽ عربي زبانن مان چڱي طرح واقف هو. سندس رسالي ۾ قرآن جون ڪيتريون آيتون، حديثون ۽ ٻيا قول ڏنل آهن، جو علم واري کان سواءِ اهڙي نزاڪت سان ٻيهي ڪين سگهندا. اهڙي ڪا به شيءِ اسان کي هٿ نٿي لڳي جا شاهدي ڏئي ته شاهه صاحب پڙهيل آهي يا لکي ڄاڻندو هو. جي لکي ڄاڻندو هجي ها ته ٿورا ڪي لفظ سندس هٿ جا موجود هجن ها. رسالو به پاڻ نه لکيائين. شاهه صاحب وٽ هڪڙا ٽي ڪتاب قلمي موجود هوندا هئا جي اڃا تائين رکيل آهن (1) قرآن مجيد (2) مثنوي مولانا جلال الدين رومي (3) شاهه ڪريم بلڙي واري جو رسالو. انهن ڪتابن تي ڪنهن هنڌ حاشيي وغيره تي ڪي به لکيل نه آهي جنهن کي شاهه صاحب جا دستخط چئجن".

مرزا صاحب ٻئي هنڌ لکي ٿو ته، ' شعر جي هن کي الاهي ڏات ڏنل هئي. ان بابت هن کي ڪا تعليم ورتل ڪانه هئي. جو پرايائين سو طبع جي چالاڪي ۽ فهم جي تيزي سان پرايائين، جا اصلي خدا صاحب جي درگاهه مان مليل هوس. اها عطا ٿوس جنهنڪري هو ڪرامتن جهڙا ڪم ڪندو هو جي ماڻهن کي حيران ڪري ڇڏيندا هئا.'

شاهه صاحب جي علميت ۽ پڙهيل هجڻ جا قائل جيڪي دليل ڏين ٿا سي مرزا صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ آڻيندي، آخر ۾ لکي ٿو ته ' اسين اعتقاد سان چئون ٿا ته ولين ڪاملن کي لدني علم جي تحصيل آهي، جنهن جي عام کي خبر نه آهي'.

سيد مير علي شير قانع ٺٽوي جو شاهه صاحب جو ڏاڍو معتقد آهي، اگرچه ڄمار جي شمار واري لحاظ سان شاهه صاحب کان ننڍو هو مگر وري به ساڳئي زماني جو آهي، سو لکي ٿو ته، شاهه صاحب بالڪل اُمي (يعني مادرزاد اڻ پڙهيل انسان) هو' هو مقالات الشعراء ۾ لکي ٿو ته:

"آنجناب لطيف اگرچه امي بود امام عام عالم بتمام برلوح محفوظ دل شان مثبت بوده- الحق اين بيت قابل لائق شان ست".

چو طفل غنچہ نا دیدہ دبستان
ببر سیپارہء اسرار رحمان

مرزا بیگ ارغون کہ صبیہ اش در سلک کنیز گان انسلاک داشت در نسبت خدام کرام بغضي کلي داشتہ. چون فوت کردہ، کسي از مریدان بحضور شریف این کلمہ تاریخ فوتش گفتہ ”بود خبیث این.“

1124 ھ

عارف کامل بربدیہ گفتند چنین نہ باید گفت بلک ”یک مغل بہ بود“

1124ھ

سبحان الله از شخص امي وقوع یافتن بربدیہ چنین الفاظ شمردہ خالي از کرامات نیست“

يعني تہ حضرت شاہ صاحب توڻي جو بالکل اڻ پڙهيل (اُمي) هو مگر ان هوندي بہ سموري دنيا جو علم سندس دل واري لوح محفوظ تي ثبت ٿيل هو. سچ تہ هي بيت (فارسي) سندس شان جي لائق ۽ شايان آهي.

يعني ”تہ هڪ ننڍي ٻارڙي وانگي جو اجا اسڪول ئي ڪونہ ڏٺو هئائين تہ الله تعاليٰ جي رازن جا سيپارا ڪيس سمورا ياد ٿيل هئا. هڪ واقعو آهي تہ مرزا بيگ مغل ارغون جنهن جي نياڻي حضرت شاہ صاحب جي حويليءَ ڏياڻي هئي تنهن جو شروع زماني ۾ ساڻس ڏاڍو وير هو. جڏهن هو فوت ٿيو تہ ڪنهن مريد حضرت شاہ صاحب جي سامهون هيٺيون فقرو هن جي تاريخ وفات بابت پيش ڪيو، بود خبيث (يعني پليد هو) ان مان سال تاريخ حاصل ٿئي ٿو، پر هن عارف ڪامل جهٽ پٽ فرمايو تہ ائين چوڻ نہ گهرجي پر چئو تہ يک مغل بہ بود (يعني تہ هڪ چڱو مغل هو) ان جو حساب ڪيو ويو تہ ساڳي تاريخ وفات نڪتي. سبحان الله، هڪ اُمي انسان وٽان سواءِ ڪنهن فڪر ڪرڻ جي اهڙن لفظن جو ظاهر ٿيڻ سندن ڪرامتن مان آهي.“

مير قانع جي هن قول مان ظاهر آهي تہ شاہ صاحب صفا اڻ پڙهيل آهي پر الاهي ذات موجب سمورن علمن جو عالم هو، بلڪ هو ڪنهن ماڻهو جي وفات جي سال تاريخ جا فقرا بہ بي اختيار فرمائي ويندو هو، جنهن تي ڪلاڪن جا ڪلاڪ شاعرن يا عالمن کي متاڪت ڪرڻي پوندي آهي. شاہ صاحب نئي ۾ مخدوم محمد معين وٽ ايندو ويندو هو ۽ مير قانع بہ مخدوم صاحب جي شاگردن مان آهي جنهن ڪري هن صاحب جي شاهدي شاہ صاحب جي ظاهري نہ پڙهڻ بابت وڏو وزن رکي ٿي، مگر هوڏانهن شاہ صاحب جو

ڪلام ڏسجي ٿو ته قرآن جون آيتون ۽ مثنوي جي شعرن جا مضمون ۽ عارف جامي جا خيالات فارسي زبان مان نقل ڪري اهڙي طرح انهن کي سنڌي زبان جي پوشاڪ پهرائي ويئي آهي جو هڪ عام به حيرت جي ميدان ۾ حيران رهجي وڃي ٿو.

ڇا اهو سڀ ڪجھ لدني (اندريون) علم ۽ ڪرامت آهي يا ڪجھ ظاهري به پڙهيو هو؟

ان سوال جو حل حقيقي رنگ ۾ هن ريت ڪري سگهجي ٿو ته شاه صاحب ظاهري استاد وٽ ننڍائي ۾ ڪجھ ٿورڙو پڙهي فقط اکر شناس ٿيو آهي، باقي لکي ڪجھ به نه ڄاڻندو هو. پوءِ پنهنجي تجربن ۽ علمي صحبتن ۽ سنگت ۽ صحبت يا الاهي تجلي واري ذات سان هن تي علمي پالوٽ ٿي آهي. جنهنڪري انهي زماني جي سرڪاري زبان فارسي ۾ پورو محاورو حاصل ڪيو اٿس ۽ صوفين سڳورن جا فارسي ۾ ڪتاب سمجهڻ لڳو آهي ۽ قرآن شريف جو هڪ نسخو جو هميشه ساڻ هوندو هوس ان ۾ به هن صوفيانه انداز ۾ ڪافي فڪر ۽ غور ڪيو آهي. جنهنڪري پنهنجي ڪلام ۾، گهٽ ۾ گهٽ هڪ سؤ ڪان به وڌيڪ قرآن جون آيتون تلميح يا تضمين طور ڪم آنديون اٿس. اها سموري مٿس خدائي ذات هئي، جنهن کي صوفي ”لدني“ علم چوندا آهن.

شاه صاحب جي سامهون قدرت جو ڪتاب هو، سمورو سنسار ڦرهي مثل سندس سامهون هو، هو ظاهري ڪتابي علم کان مٿي مطالعو ڪري چڪو هو، جنهنڪري ڪتابي اکرن جي وٽس ڪا گهڻي اهميت ڪانه هئي. هو باطني نموني ۾ سڀ ڪنهن شيءِ جو هيو پاسو مطالعو ڪندو ۽ ان جي تعليم ڏيندو هو. ان بابت هو فرمائي ٿو :

هارائج هينئين ۾ الف سندي اوڙ،
ته ڪتابن جي ڪوڙ منجهان ئي معلوم ٿئي.

<<<<●>>>>

ڪوڙيين ڪتابن ۾ حرف مڙيو ئي هيڪ،
جي نظر تو نيڪ، ته بسم الله ئي بس ٿي.

<<<<●>>>>

جو الف ڪان اوري ٿيو، الف اهو ئي آه،
لوڪان تون لڪاه، ته داخل ٿئين نه دال ۾.

<<<<●>>>>

ساسئ نه سارين، الف جنهن جي اڳ ۾

ناحق نهارين، پنا پيا پڙهڻ لئي.

<<<<●>>>>

اکر پڙهہ الف جو، پيا ورق سڀ وسار
اندر تون اجار، پنا پڙهندين ڪيترا

قاضي هدايت الله مشتاق متعلوي لکي ٿو تہ:

” ڪو وقت طالب علمي ۾ بہ گذاريائين، مگر جذب الاهي سان استاد ازلي جو سبق پاڻ ڏي سجو ئي واريائين، ۽ باطني لدني علم جي قوت قوي ٿيس. ر ڳي ظاهري علم تي همت ڪوتاه نہ رهيس.“

جهڙي طرح فرمائي ٿو:

ڪنز قدوري ڪافيا، ڪو ڪونہ پڙهيوم،
جئان پرين ڏنوم، او پاڙوئي ڪو بيو.

<<<<●>>>>

ڪنز قدوري ڪافيا، پنَا پڙهيم پوچ،
جو مهراڻ ڪئي موج، تہ حرف نہ مڙيو حرف ڪي.

<<<<●>>>>

لوڪان نحو صرف، مون مطالع سپرين،
سوئي سو حرف، پڙهيو پڙهان من ۾.

جناب مشتاق متعلوي بہ شاه صاحب جي ڪجھ قدر طلب علم يا تعليم وٺڻ جو قائل آهي، پر اهو ڪيترو علم هو ۽ ڪيترو وقت هليو، ان جو ڪوبہ پتو ڪونہ آهي، پر هو صاحب بہ چوي ٿو تہ باطني يا لدني علم جي قوت ٿيس، جنهنڪري ظاهري علم تي همت ڪوتاه نہ رهيس.

اسان جي ڄاڻ ۽ تحقيق موجب شاه صاحب رواجي نموني ۾ ڪنهن بہ استاد وٽ تعليم ڪانہ ورتي هئي پر هو پنهنجو پاڻ مطالعو ڪندو ۽ علم پرائيندو ويو. لکڻ نہ سکي سگهيو پر پڙهڻ جو پاڻ ۾ چڱو محاورو پيدا ڪري ورتائين. هو فطرتي شاعر ۽ ڏاڍو تيز فهم ۽ هوشيار ماڻهو هو، جنهنڪري هڪ هڪ شيءِ جو جدا جدا رنگ ۽ اصلي روپ ۾ نظارو ڪندو رهيو ۽ ان نظاري کي وري پنهنجي ڪلام ۾ هڪ خاص من موهيندڙ انداز ۾ پيش ڪندو آيو. سندس ڪلام جو ايڏو بلند انداز ۽ بلند بيهڪ آهي جو ڪوبہ ماڻهو اعتبار نہ ڪري سگهندو تہ شاه صاحب ڪو اڻ پڙهيل يا معمولي پڙهيل هو، پر جن ماڻهن کي هيءَ خبر آهي تہ دل جي صفائي ۽ رياضت ڪرڻ

ڪان پوءِ انسان جو اندر اجري ٿو ۽ مٿس ڪيترائي اهڙا مخفي راز پڌرا ٿي پوندا آهن، جن رازن ۽ رمزن جي عام ماڻهن کي سمجهه ٻوجهه ئي ڪانه هوندي آهي، سي ئي ويساهه ڪري سگهن ٿا ته الله تعاليٰ ڪيترن اڻ پڙهيل ماڻهن کي ڳجها علم جا خزانا عطا ڪري ٿو جنهن کي ڏسندي هڪ عاقل عالم ماڻهو دل جو دل ۾ دنگ رهجي وڃي ٿو.

اسان جي سنڌ جو بزرگ حضرت پير سائين سيد رشيد الدين صاحب العلم الثالث (ٽيون جهنڊي وارو) ڪي ٿورا معمولي اکر پڙهيل هو مگر سندس علم ۽ فضيلت جي ايڏي حد هئي جو ڪيترن مشڪل سوالن ۾ ڦاٿل وڏا وڏا عالم اچي منجهندا هئا ۽ سندس خدمت ۾ ايندا هئا ته فقط ٻن جملن ۾ سمورا مشڪل مسئلا حل ڪري ڏيندو هو.

اسان جو چوڻ آهي ته دل جي سوجهري ۽ اندروني پاڪائي لاءِ ظاهري علم جي ايتري ضرورت ڪانه هوندي آهي، اها هڪ الاهي ڏات آهي جنهن کي اندرين ڄاڻ يا "علم لدني" چوندا آهن. ان لاءِ اسان جي پيغمبر محمد ﷺ جن جو مثال پيش ڪري سگهجي ٿو. پاڻ ڪجهه به لکي پڙهي ڪونه ڄاڻندا هئا، پر الله تعاليٰ وحي جي ذريعي سندن روشن دل تي سمورا علم پلٽي ڇڏيا. شيخ سعدي فرمائي ٿو:

يتيمي که نا کرد قرآن درست،
کتب خانهء چند ملت بشست.

اهڙين حقيقتن هوندي شاهه صاحب جي ظاهري علم کان عاري يا اڻ پڙهيل هجڻ ڪا ناممڪن ڳالهه نه آهي، جنهن تي ويساهه ئي ڪري نه سگهجي، ڇو ته اهڙن ماڻهن کي قدرتي اندروني تعليم ملڻ کان پوءِ ظاهري تعليم جي گهٽي گهرج ڪانه رهندي آهي. •



• اُمي يا اڻ پڙهيو هجڻ ۾ ان سان گڏ وري الاهي علمن جي ڏات جي پالوٽ ٿيڻ کي شاهه ولي الله دهلوي ولايت جو هڪ درجو ليکيو آهي. هن صاحب صحابين سڳورن جو مثال پيش ڪندي اُمي هجڻ کي سندن ڪمالات مان شمار ڪيو آهي. ائين به لکيو اٿس ته وڏن دانائن ۽ فلاسفرن تي جو ڳجها راز کلي پوندا آهن، سي سندن اندروني پاڪ قوت ڪري هوندا آهن، هو ڏانهن هو فطر تي طرح امي هوندا آهن. فرمائي ٿو ته:

الا ان للحکماء قوة قدسيه فهذا اميتهم بحسب الفطره (خير ڪثير)

## فصل ٽيون

# سلسلهء طريقت ۽ بيعت

حضرت شاه صاحب جي ظاهري علم پرائڻ بابت جيئن اختلاف آهي، تيئن سندس باطني طريقت ۾ ڪنهن مرشد جي بيعت ڪرڻ يعني هٿ وٺڻ بابت پڻ اختلاف آهي. ڪن جو چوڻ آهي ته هو ظاهر ۾ ڪنهن جو به مريد ڪونه ٿيو هو. مشاهدا، محنتون ۽ رياضتون ڪندي ياد خدا ۾ ايڏو مشغول رهيو جو روحاني طرح هن جي اندر ۾ اجرائي آئي ۽ دل جي طور تي تجلي الاهي چمڪي، جنهنڪري هو ڳجهن رازن ۽ روحانيت جي رمزن کان واقف ٿي، وقت جو مرشد ڪامل ثابت ٿيو يعني ته هو اويسي عارف هو.

ان هوندي به هن جون صحبتون جدا جدا طريقن وارن درويشن سان رهيون آهن، جيئن ته مخدوم محمد معين ٺٽوي نقشبندي سان ملاقاتيون هيس. ساڳي ريت سهروردي ۽ ڪبروي ۽ چشتي طريقي جي مشائخن سان ملاقاتون ٿيس. مٽيارين جي درويش ساداتن مان ڪي سهروردي طريقي جا بزرگ هئا ۽ ڪي مخدوم بلاول جي سلسلي ڪبروي ۾ داخل هئا، جنهنڪري شاه صاحب جو انهن پنهنجن ويجهن عزيزن صوفين سان به ميلاپ ٿيندو رهندو هو. خاموش انداز ۾ انهن کان به گهڻو ڪجهه پرائيندو رهيو.

اويسي طريقي بابت شاه صاحب جي استدعا تي مخدوم محمد معين ٺٽوي "اويسيه" نالي هڪ رسالو به لکيو. جنهن مان معلوم ڪري سگهجي ٿو ته شاه صاحب جو انهي روحاني طريقي سان ڪو گهاٽو تعلق رهيو آهي ۽ هو ان سلسلي جي عالمانه رنگ ۾ تحقيق ڪرڻ گهري ٿو.

شاه صاحب مخدوم معين کان جيڪو سوال ڪيو آهي ان جي اصل عبارت هي آهي:

> "چه ميفر مايند علماء ڪرام مرجع انام اندر آنچه لفظ اويسي در ڪلام طائفه صوفيه رضوان الله تعاليٰ عليهم اجمعين واقع شده يا نه؟ بر تقدير ڪه واقع شده چه معني دارد

اگر اويسي ڪہ فيض از روحانيت گيرد مرشد ظاهر باين منافات دارد يا ندارد نيز فيض گرفتن از ميت در عالم برزخ عقل و شرع آن را تجويز نمايد يا ننمايد- ونيز فقر و سلوڪ رابا اقوال علماءِ ظاهر منافات هست يا نہ؟ الخ“

يعني تہ اويسي جو لفظ صوفي سڳورن جي ڪلام ۾ ڪم آيل آهي يا نہ؟ جيڪڏهن آيل آهي تہ ان جي معنيٰ ڇا آهي؟ جيڪڏهن اويسي ڪنهن بزرگ جي روح کان فيض پرائي تہ ان حالت ۾ ظاهري مرشد وٽڻ ان جي بر خلاف آهي يا نہ؟

ٻيو تہ عالم برزخ (روحن جي جهان) ۾ ميت کان فائدو وٺڻ عقل ۽ شريعت ۾ جائز آهي يا نہ؟ ساڳي ريت فقيري ۽ سلوڪ جي ظاهري عالمن جي قولن سان مخالفت آهي يا نہ؟

هڪ اهڙو بزرگ ولي جو ڪرامتن ڪري مشهور آهي پر ظاهر ۾ ڪنهن بہ طريقي جي مشائخن مان بيعت ٿيل نہ آهي تہ اهڙي بزرگ جو طريقو نيڪ آهي يا نہ؟ اوهان، جو دين جا عالم آهيو ۽ نيڪ بد جا بيان ڪندڙ آهيو. هن جو جواب سولي فارسي ۾ ڏيڻ فرمائيندا تہ عام کي نفعو رسي. جزاڪ الله سبحان.

هنن سوالن جو جيڪو مفصل جواب مخدوم محمد معين لکيو آهي سو هڪ رسالي جي صورت اختيار ڪري چڪو آهي. انهيءَ رسالي ۾ اويسي طريقي جو ۽ روحانيت جي ذريعي فيض حاصل ڪرڻ جو صحيح هجڻ ڏيکاريل آهي. •

هڪ ڏر شاه صاحب جي اويسي هجڻ تي هن ڪري زور ڏئي ٿي جو ظاهر ۾ شاه صاحب ڪلي ريت ڪنهن بزرگ جو بيعت ٿيل نہ هو، جيڪڏهن بيعت ٿيل هو تہ بہ عام ماڻهن کي ان جي ڪا ڪل ئي ڪانہ پيل هئي.

ٻئي ڌر جو چوڻ آهي تہ شاه صاحب ڪيٰ پنهنجي والد سان بيعت هئي. مرحوم مشتاق متعلوي لکي ٿو تہ:

شاه صاحب طريقي قادري جو خرقو پنهنجي والد ماجد هٿان ڍڪيو ۽ انهيءَ کان تلقين ورتائون. انهيءَ خرقہ جي سچي سند شريف ۾ سڀ واسطا سادات اهل بيت حسيني ۽ حسني آهن. حضرت حسنين ڪريمين رضي الله

• انهيءَ رسالي جو فقط هڪ قلمي نسخو پير صاحب جهنڊي جي ڪتبخاني ۾ موجود آهي. شايد سموري سنڌ ۾ اهو ئي اڪيلو نسخو هجي.

تعاليٰ عنهما جي برڪت مان پريل حسنين جي جامع آهي. تبرڪ لاءِ اهو پاڪ سلسلو هتي لکجي ٿو.

حضرت شاه ڀٽائي سيد عبداللطيف قدس الله سره تلقين ورتي ۽ خلافت طريقهءِ قادريہ جو خرقو ڍڪيو پنهنجي والد ماجد سيد حبيب الله عرف شاه حبيب کان ۽ انهيءَ پنهنجي والد شاه عبدالقدوس کان ۽ انهيءَ پنهنجي والد شاه جمال کان ۽ انهيءَ پنهنجي والد شاه عبدالڪريم کان ۽ انهيءَ پنهنجي مرشد حضرت شاه ابراهيم بهاري کان ۽ انهيءَ پنهنجي مرشد حضرت سيد احمد قادري حسني حموي کان (جنهن جي سڪونت ملڪ شام جي شهر حماه مشهور حامي شريف ۾ هئي ۽ هن وقت حامي جي درگاه جو پاڳارو انهيءَ بزرگ جي اولاد مان آهي) انهيءَ پنهنجي والد سيد علي هاشمي کان ۽ انهيءَ پنهنجي والد سيد شهاب الدين احمد کان، انهيءَ پنهنجي والد سيد شرف الدين قاسم کان، انهيءَ پنهنجي والد سيد بدر الدين يحيٰ کان، انهيءَ پنهنجي والد سيد نورالدين حسين کان، انهيءَ پنهنجي والد علاؤ الدين علي کان، انهيءَ پنهنجي والد سيد شمس الدين محمد کان، انهيءَ پنهنجي والد سيد سيف الدين يحيٰ • کان، انهيءَ پنهنجي والد سيد ظهير الدين احمد کان، انهيءَ پنهنجي والد شمس الدين ابو نصر محمد کان، انهيءَ پنهنجي والد قاضي سيد ابو صالح نصر کان، انهيءَ پنهنجي والد سيد حافظ ابوبڪر تاج الدين عبدالرزاق کان، انهيءَ پنهنجي والد شيخ الاسلام سيد محي الدين ابو محمد شيخ عبدالقادر جيلاني کان. (مناقب غوثيہ)

سيد عبدالقادر جيلاني جي تصوف ۽ طريقت جو سلسلو پنهنجن مرشدن سان جنهن نموني ۾ ڳنڍيل آهي، ان جو هيٺ بيان ڏنو وڃي ٿو تہ جيئن هن راه تي وڌيڪ روشني پئي.

سيد شيخ عبدالقادر جيلاني بغدادي تصوف جي خلافت ۽ اجازت حاصل ڪئي شيخ ابو سعد مبارڪ مخرمي بغدادي کان (وفات 513هہ) ان شيخ الاسلام ابوالحسن علي هڪاري کان (وفات 486هہ) انهيءَ شيخ ابوالفرج محمد بن عبدالله طرطوسي کان (وفات شعبان 447هہ) انهيءَ ابوالفضل عبدالواحد تميمي کان (وفات جمادي الآخر 425هہ) انهيءَ صوفين جي سردار شيخ ابوبڪر محمد بن دلف شبلي کان (وفات ذوالحج 334هہ)

• شيخ عبدالقادر جيلاني جي اولاد مان اهو پهريون بزرگ آهي جو بغداد مان لڏي حماه ۾ اچي مقيم ٿيو.

انهيءَ پنهنجي مامي سيد الطائفہ ابوالقاسم جنيد بن محمد نهاوندي بغدادي کان (وفات رجب 291هہ) انهيءَ شيخ ابوالحسن سري سقطي کان (وفات رمضان 251هہ) انهيءَ جناب ابو محفوظ شيخ معروف بن فيروز ڪرخي ڪان (وفات 2 محرم سال 200 هہ) انهيءَ حضرت امام علي رضا کان (طوس ۾ سال 203هہ ۾ زهر سان شهيد ٿيو)، انهيءَ پنهنجي والد امام موسيٰ ڪاظم کان (183هہ ۾ زهر سان شهيد ٿيو)، انهيءَ پنهنجي والد امام ابو عبدالله جعفر صادق کان (سال 148هہ ۾ زهر سان شهادت جو شرف حاصل ڪيائين) انهيءَ پنهنجي والد ابو محمد امام محمد باقر کان (سال 117هہ ۾ مديني ۾ زهر پياري شهيد ڪيو ويو)، انهيءَ پنهنجي والد امام علي زين العابدين کان (سال 95هہ ۾ زهر جو پيالو پي شهادت جو درجو ماڻيائين) انهيءَ پنهنجي والد امام ابو عبدالله حسينؓ کان (جنهن سال 61هہ ۾ وڏي شهادت جو شرف حاصل ڪيو) انهيءَ پنهنجي والد بزرگ سيدنا ابوالحسن ابو تراب علي ابن ابي طالب کان (جو سال 40 هہ ۾ ابن ملجم بدبخت خارجي هٿان جمعي جي صبح جو ڪوفي جي مسجد ۾ شهادت جي شرف سان ڪامياب ٿيو).

هن شجري يا سلسلي طريقت کان سواءِ سيدنا شيخ عبدالقادر جيلاني جي مرشدن جون پيون ڪيتريون ڪڙيون آهن، جن مان ڪي سيدنا ابوبڪر صديق سان ملن ٿيون، ڪي جناب سلمان فارسي سان، ڪي عبدالله بن مسعود صحابي سان ۽ ڪي عبدالله بن عباس ۽ عبدالله بن عمر صحابين سڳورن سان ملن ٿيون، جن جو تفصيل مخدوم محمد هاشم ٺٽوي پنهنجي ”ڪتاب اتحاف الاڪابر“ ۾ آندو آهي.

شاه صاحب اگرچہ تصوف جو ذڪر ۽ شغل پنهنجي والد بزرگ کان حاصل ڪيو ۽ خرقہء خلافت ان کان ڍڪيائين پر ان هوندي بہ هو مشهور اويسي هو يعني تہ ظاهر ۾ ڪنهن بہ مرشد جي امداد کان سواءِ روحاني رنگ ۾ حضرت پيغمبر عليہ الصلوات والسلام پاران مٿس ڌات ٿيل هئي.

رسالہ ”گلشن اولياء“ ۾ تہ هي بہ ڏيکاريل آهي تہ شاه صاحب پنهنجي ڏاڏي شاه عبدالڪريم جي طريقي وارن فقيرن مان هڪ فقير ميان مرڪي وٽان بہ ذڪر اذڪار حاصل ڪيا هئا ۽ طريقت جي راهہ ۾ گهڻو ڪجهہ سکيو ۽ سمجهيو هو، جيئن لکي ٿو تہ:

”وقتي از موسي فقير ذاڪر پر سيدند ڪہ بسمع مي آيد ڪہ مرد مان

ميگويند ڪ حضرت شاه ڀٽائي عليہ الرحمت اويسي مي باشند في الحقيقت چہ گونہ ست فقير موسي فرمود ڪ شهرت اويسي بودن آنحضرت غلط ست بلڪ از ميان مرڪايہ ڪ يڪي از خلفاءِ شاه عبدالڪريم قدس سره بوده مشغول بودند و مرزا مبارڪ ميان موصوف در مقبره شادي بان روءِ پوران مي باشد — آنحضرت گاهي در عمر شريف خود پائين فراش بدانطرف نڪردند و گاهي بد آن جانب قدم دراز نڪردند“.

يعني تہ هڪ دفعي موسي فقير ذاڪر کان پڇيو ويو (اهو فقير حضرت شاه جي حاضري وارن فقيرن مان هو) تہ ٻڌڻ ۾ اچي ٿو تہ ماڻهو چون ٿا تہ حضرت شاه ڀٽائي اويسي آهي، ٻڌايو تہ حقيقت ڇا آهي؟ فقير موسيٰ چيو تہ حضرت ڀٽائي جي اويسي هجڻ واري مشهوري غلط آهي بلڪ پاڻ شاه عبدالڪريم (بلڙي واري) جي طريقي وارن خليفن مان هڪ ميان مرڪئي نالي وٽان ذڪر جو شغل ورتو هئائون. ان فقير جو مقبرو پراڻ (درياءَ) جي هن پر ميان شادي جي قبرستان ۾ آهي. حضرت ڀٽائي صاحب سموري ڄمار شريف ۾ ڪڏهن بہ پنهنجي پاٿاري جي پيراندي ان طرف نہ ڪئي ۽ نہ وري ڪڏهن اوڏانهن پير ڊگهيريندا هئا. (گلشن اولياءَ : قلمي)

هڪ درويش جيڪڏهن اويسي بہ آهي ۽ ان سان گڏ جيڪڏهن ڪو ظاهري مرشد بہ وٺي تہ ان ۾ ڪوبہ اختلاف يا حرج ڪونہ آهي، جيئن تہ خود حضرت اويس قرني تابعي سڳوري ڪي حضور رسول الله ﷺ جي ديدار ڪرڻ کان سواءِ پريٺ ئي عشق ۽ محبت ڪري سندس اندر تي انوار الاهي جو اولڙو پيو، پر ان هوندي بہ هن ظاهري طرح حضرت امير المومنين عمرؓ ۽ حضرت سيدنا عليؓ جي صحبت مان گهڻو ڪجهہ پرايو. ساڳي ريت جيڪڏهن حضرت شاه ڀٽائي باطني طور پنهنجن رياضتن ۽ محنتن سان بہ گهڻو ڪجهہ پرايو هجي جنهنڪري اويسي جي لقب سان مشهور ٿيو هجي ۽ ان سان گڏ ظاهري مرشد جو بہ هٿ ورتو هجيس تہ ان ۾ ڪوبہ حرج نہ آهي.

اوهان حضرت ڀٽائي جي سلسلہ طريقت ۾ ڏسي آيا آهيو تہ سمورا مشائخ يا مرشد قادري طريقي جا آهن، قادري طريقي ۾ سرود ۽ راڳ يا سماع بالڪل منع ٿيل آهي، مگر شاه صاحب ان معاملي ۾ چشتي بزرگن واري مسلڪ تي هلندڙ هو. خاص وقتن ۽ خاص حالتن ۾ راڳ ٻڌندو هو ۽ تنبورو يا يڪتاري جهڙو هلڪو سرود بہ سندس مجلس ۾ ڪم آندو ويندو هو.

هن مان ظاهر آهي تہ شاه صاحب تصوف جي طريقي ۾ هڪ ٻيو

نئون رستو ايجاد ڪيو. هو اگرچہ قادري طريقي جو مرشد هو، مگر سندس صحبتون جدا جدا طريقن وارن درويشن سان رهنديون آيون ٿي، جنهنڪري هن صاحب وچو وچ هڪ نئون طريقو پيدا ڪيو. حقيقت ۾ تصوف جي سلسلي ۾ هڪ نئين رستي جو بنياد وجهڻ جو انهيءَ ماڻهوءَ کي حق آهي جو بالڪل ڪماليت وارو مڙس ۽ پورت کي پهتل پرش هجي.

حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمت جي اولاد مان هڪ بزرگ ميان غلام رسول صديقي، حضرت شاه ڀٽائي بابت پنهنجي هڪ راءِ لکي آهي جنهن ۾ هو صاحب شاه صاحب کي ڪامل ولي تہ لکي ٿو پر مرشد ڪري شمار نٿو ڪريس. هو صاحب فرمائي ٿو تہ:

"حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي درويش ڪامل هو، مرشد نہ هو. پنهنجي سر ڪامل ولي هو، مگر سندس حياتي واري وقت ۾ جيترا بہ مريد ۽ فقير هئا تن مان ڪوبہ ولايت جي ڪمال کي پهتل ڪونہ هو. سندس صحبت مان فائدا پرايائون ٿي پر مرشديءَ جو درجو ڏاڍو بلند بالا آهي. ماڻهن جو وٽس رجوع ڏاڍو هو، ڇاڪاڻ جو پاڻ ولايت جو مالڪ هو (ارشاد الطالبين قلمي فارسي.) هن صاحب انهيءَ ڪتاب ۾ ڏيکاريو آهي تہ سموري سنڌ ۾ مرشد فقط 3 آهن. (1) مخدوم عثمان مروندي قلندر لعل شهباز (2) مخدوم بلال (3) مخدوم نوح. اڳتي هلي مخدوم عثمان کي بہ انهيءَ سلسلي مان ڪڍي ڇڏيو اٿس، پوءِ لکي ٿو تہ:

ازان هرسہ کہ مرشدان زمان ومکملان دوران بودند
آن دو کس ست يکي مخدوم نوح و دويم مخدوم بلال
(قدس الله اسرارهما)

ميان غلام رسول صديقي هالائي جو ائين لکڻ الائي ڪهڙي بنياد تي آهي، ڇانئجي ٿو تہ سندس تاريخي معلومات متاچري آهي، نہ تہ سنڌ جهڙي صوفين، عارفن، ڪاملن جي وطن ۾ فقط ٻن بزرگن تي فيض ۽ ارشاد جو بند رکڻ ڪنهن بہ حالت ۾ قابل قبول نہ آهي. خصوصن حضرت شاه ڀٽائي صاحب جهڙي صاحب دل صوفي کي مرشد جي سلسلي مان ڪڍي ڇڏڻ هڪ اهڙي جرات آهي، جو سڀ ڪو ماڻهو ڪري نہ سگهندو. ڇو تہ شاه صاحب جي معتقدن جي گروه کي ڏٺو ويندو تہ ڪيترائي باڪمال انسان ٿي گذريا آهن، جن شاه صاحب جي حياتي ۾ ماڻهن کي ذڪر تلقين ڪيو ٿي. جن مان سومر فقير نالي هڪ درويش عارف هو، جنهن کي شاه صاحب کان اجازت مليل

هئي جو شاه صاحب جي حياتي ۾ ئي مريد ڪندو هو. عالمن جي گروه مان ڪي وڏا عالم شاه صاحب جا دوست هئا ته ڪي وري سندس مريد به هئا، جيئن مخدوم محمد صادق نقشبندي ٺٽوي، جو وقت جو وڏو عالم ۽ طريقت جي سلسلي ۾ نقشبندي هو ۽ لواري واري بزرگ خواجه محمد زمان جو استاد پڻ هو، سو پڻ شاه صاحب جو مريد هو ۽ انهي مخدوم محمد صادق جو فرزند ميان غلام حسين حرمين شريفين ۾ هجرت ڪري ويو ۽ اتي شيخ ابوالحسن محدث سنڌي جي نالي سان شهرت حاصل ڪيائين. عرب عجم جي هزارن ماڻهن ڪائنس حديث جون سندون حاصل ڪيون ۽ فيض پرايو.

اهڙي طرح مولوي محمد صادق ولد مخدوم عنايت الله ٺٽوي به شاه صاحب جي مريدن واري لڙهي ۾ پوتل آهي. اهو محمد صادق، مخدوم محمد معين جو شاگرد، وقت جو وڏو عالم هو ۽ ڪيترن ئي شاگردن ڪائنس درس ورتو. منطق ۽ معقولات ۾ بينظير عالم هو. شاه صاحب جي مريد ٿيڻ کان پوءِ وڏائي ۽ گيرب گاء ڪي ترڪ ڪري سمورو وقت باطني شغل ۾ گذارڻ لڳو.

تحفت الڪرام ۾ شاه صاحب بابت لکي ٿو ته: آن ولي مخصوص بکرامات خفي وجلي ست و در سلسله فقراء چند خليفه نامدار دارد.

يعني ته شاه صاحب ڳجهين ۽ ظاهري ڪرامتن جو مالڪ ولي آهي ۽ سندس فقيرن جي سلسلي ۾ ڪيترا نالي وارا خليفا آهن. مطلب ته شاه صاحب هڪ باڪمال ۽ مشهوري کان پڇندڙ عارف هو، جنهنڪري پنهنجي زماني ۾

## فصل چوٿون

# مريدي جو سلسلو

شروع جواني جو زمانو شاھ صاحب سير سياحت ۾ گذاريو. پهاڙن ۽ جهنگلن ۾ رياضتون ڪندو ۽ ڪشالا ڪاٽيندو رهيو. جڏهن ان حالت ڪان هيٺ لهي آيو ۽ پنهنجي جاءِ تي يڪجاءِ ٿي ويٺو، تڏهن سَوَن جي تعداد ۾ ماڻهو سندس حضور فيض گنجور ۾ باطني صفائي ۽ ظاهري پاڪائي حاصل ڪرڻ جي ارادي سان پهچڻ لڳا.

پاڻ جنهن ماڻهو کي اسم ذاتي جي تلقين ڏيندا هئا تہ ان کي هيٺين عادتن جي وصيعت ڪندا هئا:

(1)ٿورو کائڻ (2) ٿورو سمهڻ (3) ٿورو ڳالهائڻ (4) سادي پوشاڪ ڍڪڻ (5) رضا تي راضي رهڻ (6) پاڻ کي ڪجهہ نہ ڀانئڻ (7) ٻين سان ڀلائي ڪرڻ (8) هميشہ ذڪر ۽ فڪر ۾ ڌيان لڳائڻ. جڏهن ڪو ماڻهو ذڪر سکڻ لاءِ ايندو هو تہ کائنس پڇندا هئا تہ مائٽن کان موڪلائي آيو آهين يا نہ؟ جڏهن پڪ ٿيندي هون تہ خوشيءَ سان اسم ذاتي سکڻ آيو آهي، تڏهن ڪيس سڀ کان پهريان پاڻي جو هڪ ڪوزو ۽ هڪ مصلو ڏيندا هئا تہ اڪيلائي ۾ ويهي الله جي عبادت ۾ لڳو رهي ۽ کن ڏينهن تائين هن کان عبادت جو ڪم رياضت وانگي وٺندا هئا . جڏهن اهو شخص ان پرکا ۾ پورو پوندو هو تہ پوءِ ان کي پنهنجن مريدن جي ٽولي ۾ داخل ڪندا هئا. سندن قول آهي تہ:

روزا نمازون، اي پڻ سڪر ڪم،
او ڪو ٻيو فهم، جنهن سان پسجي پرين کي.

يعني تہ ظاهري عبادت بہ تمام بهتر ڪم آهي، پر اهو ڪو ٻيو فهم يا اندروني بصيرت آهي جنهن سان حقيقي ذات پسڻ جو پرو يا پروڙ پوي.

عام طرح سيڪڙات مريدن کي پنهنجي ڪريمي قادري طريقي جون ٽي تسبيحون ذڪر جون ڏيندا هئا، جنهن جي پڙهڻ لاءِ اسر جو ويلو مقرر ٿيل هو: (1) الله هو (2) الله الله (3) هو هو. اهي ٽي تسبيحون شاھ ڪريم جون

مقرر ٿيل هيون، جنهن ۾ شاه صاحب ڪابہ ڦير ڦار نہ آندي، بلڪ انهيءَ ئي ريت پنهنجي ڏاڏي بزرگ جي رٿيل روش کي بحال رکيو. ڪڏهن ڪڏهن تہ بيخودي جي حالت ۾، مريدي لاءِ استدعا ڪندڙن کي فرمائيندا هئا تہ :

’وڃي پنهنجي دل واري آئيني کي صاف ڪريو تہ پوءِ ان ۾ پنهنجو پاڻ حسن ازلي يا تجلي الاهي جو اولڙو پوندو. الله تعاليٰ جاڻندڙ ۽ ڏسندڙ آهي، پنهنجي ٻانهي جي نيتن کان واقف آهي. اهو ڪڏهن بہ نااميد نہ موٽائيندو‘.

شاه صاحب جا هڪڙا اهڙا سچا فقير بہ هئا جو هميشہ سندن خدمت ۾ رهندا ايندا هئا، جن مان هيٺيان ماڻهو مشهور آهن:

**(1) ميان نور محمد وائي وارو:** اهو صاحب شاه صاحب جو استاد بہ هو، جنهن وٽ شروع ۾ ’الف-بي‘ پڙهي هئائون. اهو هالن جي ڀرتي بزرگن جي خاندان مان هو، مگر هالا ڇڏي اچي وائي جي ڳوٺ ۾ رهيو هو ۽ اهو ڳوٺ، اڏيري لال جي لڳو لڳ آهي. انهيءَ ميان نور محمد جي اولاد مان پٽ تي ميان احمد وائي وارو هڪ وڏو صوفي ۽ عارف بزرگ ٿي گذريو آهي جو 1324ھ ۾ 90 سالن جي ڄمار ۾ وفات فرمائي ويو.

**(2) ميان محمد عالم:** اهو درويش شاه صاحب جي والده صاحبہ جو ڀاڻيجو ۽ شاه صاحب جو پيارو ماڻهو هو، فقيرن کي ذڪر ڪرائڻ جو انتظام ان جي حوالي هو. چون ٿا تہ شاه صاحب جي وفات کان پوءِ، جڏهن سيد جمال، شاه صاحب جو ڀائيٽو گادي تي ويٺو تہ برادري جي ساداتن جو ان باري ۾ ڏاڍو وڳوڙ ۽ وروڌ ٿي پيو، درويش محمد عالم بہ انهن مخالف ڌر وارن ساداتن جو طرفدار هو، جنهنڪري هن کي تڪليفون ڏنيون ويون ۽ ڪاٺ ۾ ڪڙايو ويو مگر پوءِ سنت ٿي ان مان ڪڍايو ويو. هو ٻيڙو مڙس جڏهن وفات جي ويجهو آيو تڏهن سيد جمال شاه سندس طبع پرسي لاءِ آيو، پر هن فقير کي اهڙو غصو هو جو ڪٿي منهن ٻئي پاسي ڪيائين، وري ٻئي پاسي کان ڦري آيو تہ فقير وري اتان بہ منهن ڪٿي ڦيريو تہ ان حالت ۾ ئي وفات ڪري ويو.

**(3) ورو فقير:** مشهور وڳند جنهن جو سر بلاول ۾ بہ بيان آيو آهي. انهيءَ فقير سان شاه صاحب ڪڏهن ڪڏهن کل چرچو بہ ڪندا هئا. هو ڏاڍو ڪائو هو جنهنڪري خوش طبعي طور، ڪن بيتن ۾ انهيءَ ورو فقير کي ياد ڪيو اٿن. شايد ڪڏهن ڪڏهن خدمت مان گسائي ڀڄي بہ ويندو هو. وري رلي پني موٽي ايندو هو، جنهنڪري فرمائين ٿا تہ:

وڳـنـد وري آئـيـو پـيـنـار نـئـون پـوءِ،
محڪم لڳس موچڙا، ذرو ڏنس نـہ جوءِ،
ويتو ايئن چوءِ، تـہ پيران پاسي نـہ ٿيان.

<<<<<●>>>>>

اسـر سـنـدي آسـري، ويـتـو آهـ وڳـنـد،
هڏ نـہ ڇڏيندو هنڌ، آيس بـوءِ بـهار جي.

<<<<<●>>>>>

دائـمـ آهـي در تـي، وڳــنـد ويـچـارو،
عـطـر سـيـن آرو، لڳـس تـي لـڏ ڪـٽـي.

هنن دوهيڙن ۾ ظاهر ۾ نالو وڳند ويچاري جو وڌل آهي، پر مقصد آهي تہ جو بہ طالب شغل ۽ ذڪر جي معاملي ڪي اڏ ۾ ڇڏي هليو وڃي يا دل جي صفائي لاءِ بکن کڏڻ جي بجاءِ پيٽ جي پالڻ ۾ لڳو رهي، ان قسم جي سيڪڙاٽو سالڪ ڪي، اڻ سڌي طرح وڳند جي اسم سان ناصحانہ اشارا ڪيا ويا آهن.

(4) ميان عبدالواسع سالارو

(5) اسماعيل فقير پئي پوري

(6) ڪمال فقير سنريو

(7) نور محمد ابڙو: ڪانڙي جو ويٺل

(8) سيد سائين ڏنو متعلوي: بستري وڇائڻ جو ڪم ان جي حوالي هو.

(9) اجن فقير ڏيرو : (10) سڪر فقير ڏيرو: اهي سمورا فقير هميشہ حاضري ۾ رهندا ۽ همدم ۽ همراز هوندا هئا.

(11) احمد فقير سمو: شاه صاحب جي گهوڙي لاءِ گاهہ ڪري ايندو هو.

(12) محمد رحيم فقير : خاص منشي هو ۽ لکپڙهہ جو ڪم سندس حوالي هو.

(13) عمر فقير: جنهن کي دايو سڏيو ويندو هو، انهيءَ فقير ننڍپڻ ۾ شاه صاحب جي پرورش جي خدمت بجا آندي هئي.

(14) عنايت وساڻ: اهو شاه صاحب جو جت هوندو هو جو ڪجاوي جي مهار ڇڪيندو هو.

(15) عبدالجليل فقير: انهيءَ فقير جو ڪم هو حضرت شاه صاحب جي نماز جو بندوبست رکڻ. جيئن تہ وضو ڪرائڻ، مصلو وڇائڻ ۽ تسبيح پيش ڪرڻ، يعني ظاهري عبادت جو سمورو ڪم ان فقير جي حوالي هو.

(16) وهيو فقير: جنهن جو ڪم هوندو هو ڪتن جي سنڀال ڪرڻ. شاه صاحب وٽ ٻه ڪتا هئا، جن مان هڪ جو موتي ۽ ٻئي جو ڪينهو نالو هو. اهي ٻه گلر ننڍا ڪنهن ڳوٺ مان شاه صاحب ڪي رستي تي ٻڪ مرندي نظر آيا، جن جي ماءُ مري ويئي هئي، انهن کي اتان ڪٽائي پٽ تي آيا ۽ هڪ فقير هنن جي پالڻ لاءِ مقرر ڪيو هئائون.

(17) رحمون فقير : لنگر خاني جو بورچي.

(18) قاسم فقير: شاه صاحب جي حجامت ٺاهيندو هو.

(19) سومر فقير: اهو اصل پٽي (ٺٽي نگر) جي آسپاس جو رهاڪو هو، اهو فقيرن ۾ وڏو برک ۽ بزرگ ليکيو ويندو هو. حضرت شاه صاحب جي حياتي ۾ ئي جيڪو ماڻهو مريد ٿيڻ لاءِ وٽن ايندو هو ته ان کي سومر جي حوالي ڪندا هئا، جنهن کي باطني شغل سان لڳائيندو هو.

(20) عارف فقير ٿيٻو: ان جو ڪم هوندو هو ته جيڪو نئون فقير اچي رهندو هو ته ان کي نماز ۽ ٻيا ظاهري اسلامي حڪم سيکاريندو هو.

(21) عرس فقير ساند: عمدو ڳائيندڙ هو، جنهن کي شاه جو سمورو ڪلام ياد هو.

(22) سيد نقي شاه: سرود وڄائيندڙ ۽ ڏاڍو خوش آواز هو.

(23) ميان هاشم علوي ريحاڻ پوٽو: لطيفي بوستان جو بلبلو هو.

(24) اٽل فقير : (25) چنچل فقير: اهي گويا دهلي جا رهاڪو هئا. هو ميان نور محمد ڪلهوڙي جي دربار جي هاڪ ٻڌي سنڌ ۾ پهتا، جنهن کان پوءِ شاه صاحب جي خدمت جو شرف حاصل ٿين.

## عجيب واقعو

روايت آهي ته هڪ ڏينهن، هڪ ماڻهو هڪ پلو حضرت شاه صاحب جي خدمت ۾ کڻي آيو. پاڻ رحمون فقير بورچي کي ان جي پچائڻ جو امر ڪيائون. جڏهن رحمون، پلو کڻي وڃي رکيو ته ان جي منڍي ڪپي، بچو فقير پچائي کائي ويو ۽ پلي جو ڦوٽو ڪڍي، وڳند يا ورو کائي ويٺو. جڏهن رحمون فقير پلو تيار ڪري، شاه صاحب جي آڏو کڻي آيو، تڏهن پنهنجي عادت موجب، جو ڪاڏي جي شيءِ سيني فقيرن ۾ ورهائي پوءِ کائيندا هئا. پلو ڏسي فرمايائون ته، 'پلي جي منڍي ۽ پيچ ڪٿي آهن'؟ معلوم ٿين ته فلاڻا فلاڻا فقير کائي ويا آهن. شاهه صاحب کي اها حرڪت نه وڻي، چاڪاڻ ته جا

شيءِ وچ جي هئي، ان مان اڳواٽ بنا اجازت کائڻ ٺيڪ نہ هو. جماعت مان هڪبئي تي اڳرائي ڪرڻ فقيرن جو وڙ نہ آهي. خاص طرح پيٽ جي پرورش ۾ ڪابہ خوبي ڪانہ آهي. ان واقعي تي پاڻ هيٺيون بيت فرمايائون:

ڦوٽو هو ڦڪرو، سو وروءَ وَر پيو،
ڪاڙهو ڪلين تي، بڇي پيٽ ڪيو،
آيو جو ٽيون، تنهن پڇي نئي پاڻ سان.

يعني تہ پلي جو ڦوٽو تازو ۽ سوادي هو سو وروءَ (وڳند) جي ور چڙهي ويو، ۽ گرم ڪلين يا منڍي تي بڇو ڪاهي پيو ۽ ٽيون جو آيو سو پلي جو پڇ ڪٽي ويو. هن پوئين مصرع ۾ فقير محمد عالم جو نالو هن ڪري نہ ورتو ويو آهي، جو شاه صاحب جو ماسات ۽ مخدوم عربي ديانہ اولياءَ جي خاندان مان ۽ حضرت شاه صاحب جو بيحد پيروسي وارو فقير هوندو هو. نذرانو جيڪو بہ شاه صاحب جي خدمت ۾ رکيو ويندو هو، سو محمد عالم ئي کڻندو هو، ٻئي ڪنهن بہ فقير کي مجال نہ هوندي هئي جو هٿ بہ لائي سگهي. شاه صاحب جي مٿين تنبيھہ کان پوءِ وري ڪنهن بہ فقير کي اهڙي حرڪت ڪرڻ جي جرائت نہ ٿي، بلڪ جيڪي بہ ايندو هو سو سمورن فقيرن ۾ برابر تقسيم ٿيندو هو. (لطائف لطيفي)

حضرت شاه صاحب کي دنيا جي ڪنهن بہ شيءِ سان ڪوبہ لاڳاپو ڪونہ رهيو، جنهن ڪري هو پنهنجي زماني ۾ "تارڪ" جي لقب سان مشهور هو. مير علي شير قانع "تحفت الڪرام" ۽ "مقالات الشعرا" ۾ ڪيس `تارڪ' لکيو آهي. دنيا جي ترڪ ڪرڻ جوئي ڪارڻ آهي جو ڪيس نقد رپيا جيڪي ملندا هئا تہ هٿ ڪين لائيندو هو، محمد عالم فقير کڻندو هو پر ان جي غير حاضري ۾ پنهنجي لٺ جي ڪونڊريءَ سان زمين ۾ چڳهہ ڪري رپيا ان ۾ پوري ڇڏيندو هو. لطائف لطيفي ۾ لکي ٿو تہ:

"هنوز در موسم مطر آدميان پولها مي يابند"

يعني تہ اڃا تائين برسات جي موسم ۾ ماڻهو پٽ تان رپيا لهندا آهن.

## فصل پنجون

# سير سفر

حضرت شاه صاحب ننڍي ڄمار کان وٺي خاموش ۽ هڪ طرفو ۽ گونگو ٿي گذاريندو هو. نوجواني جي زماني ۾ ڏينهن جا ڏينهن گهر ڇڏي جهنگل ۽ بيابان ۽ ميدانن ۾ وڃي مونن ۾ منهن وجهي راتيون گهاريندو هو. گهر ۽ آبادي ڇڏي ويرانن  کي وسائڻ جو مقصد فقط ذڪر، فڪر ۽ مراقبو هو. ان کان پوءِ جو سنڌ ۾ سياحت ۽ سفر لاءِ هلندو وتيو ٿي ته ان مان بہ اصل مقصد الله وارن سان رهاڻيون ۽ هنن مان فائدو حاصل ڪرڻ جو هو. ان کان سواءِ سندس شاعرانہ مزاج، سنڌ جي قدرتي نظارن جو مطالعو ڪرڻ پئي گهريو، جنهن تي آئينده هلي هن کي سنڌ ديس جي تهذيب ۽ تمدن واري اڏاوت کي هميشہ لاءِ مضبوط ۽ محڪم رکڻ جو پڪو ارادو هو.
مرحوم مشتاق متعلوي لکي ٿو تہ:

”مجاهدي جي واٽ ۾ جيڪو بہ ڏکيو رستو ڏٺائين ٿي، تنهن ۾ گهڙڻ لاءِ ڪمر ٻڌائين ٿي. جيڪا بہ اهکي لکي معلوم ڪيائين ٿي تنهن کي الاهي همت سان اورانگهائين ٿي. جبلن جي چرن ۾، وٽن جي ڊيرن ۾، واري جي دڙن ۾، سڃن پٽن ۽ رڻن ۾ گهٽيون گهٽيون مدتون رهي، رياضت ڪيائون، زهد، قناعت ۽ فقر فاقي کي پسند رکي، نفس کي سڀ ڪنهن سڌ ۽ خواهش کان روڪيائون.“

وڏيري قلندر شوري کان نقل آهي ( اهو ڀٽ جي آس پاس ڪوٽڙي مغل کان هڪ ڪوهہ پري شورن جي ڳوٺ جو رهاڪو هو) تہ آئون ننڍي ڄمار ۾ هيلپي تي ٻين جون ڏاچيون چاريندو هوس، اسان جي انهي وڳ ۾ فقط هڪ آڌياري ڏاچي هوندي هئي ۽ ڀٽ جي دڙي جي چؤ طرف گهاٽو جهنگل ۽ پاڻي جا تلاءَ هوندا هئا. هڪ دفعي مان ٻين ڌنارن سان اتي ڏاچيون ٿي چاريون تہ اوچتو هڪ ڏاچي اتان ٿاهہ ڪائي ڀڄڻ لڳي. اسان سمجهيو تہ شايد جهنگل جي جُوهي ۾ ڪو شينهن ڏسي ٿاهہ ڪاڏو اٿس، آئون هري هري پير پير ۾ ملائي

ڪٽندو اوڏانهن جاچڻ لاءِ ويس، ڇا ٿو ڏسان تہ هڪ مرد گردن هيٺ ڪيون، استغراق ۾ ويٺو آهي. هن ڪي منهنجي اچڻ جي ڪابہ ڪڙڪ ڪانہ پئي ۽ نہ وري مون ڪي حوصلو ٿيو تہ هلي ڪائنس پڇان تہ ڪير آهين ۽ اتي ڪاري جهنگ ۾ ڇو ويٺو آهين، بلڪ هن جي هيبت ايڏي اچي ويئي جو هڪدم پوئتي وٺي ڀڳس. ڏاچين کي اتان هڪالي ڪجھ پري ڪري بيهاريوسين. رات جو اچي پنهنجي پيءُ (صاحب ڏني شوري) سان ڳالھ ڪيم، راتو رات ابو مون سان انهيءَ هنڌ ڳڏجي آيو. ڏٺو سون اتي ڪوبہ ماڻهو ڪونہ هو. مگر منهنجي والد چيو تہ سيد حبيب ڪوٽڙي واري جو پٽ دنيا کي ترڪ ڪري، بيراڳي بڻجي ويو آهي، بيخودي جي حالت ۾ هن جهنگل ۾ گذاريندو آهي، هاڻي ٻئي ڀيري ڪيس پسين يا ڏسين تہ سندس پوري طرح خدمت گذاري ڪج!

ٻئي ڏينهن وري مان سنبري شاہ صاحب جي ديدار لاءِ گهران نڪتس ۽ اهو وڻ جنهن هيٺان شاہ جهنگ ۾ ويهندو هو سو اسان جي گهرن کان ٽي ميل پري هو پر سر ۾ اچي سوداءَ ويٺو تہ ڪنهن ريت ۾ هن نوجوان سيد سان چار ڳالهيون ڪريان. هاڻي اچي ڏٺم تہ ساڳي جاءِ تي شاہ صاحب ويٺو هو. پيشاني ۾ نور ۽ جمال هو، اکين ۾ بزرگي ۽ الاهي جلال هو، سندس چهري ۾ ڪماليت جو ڪمال هو. آئون آهستي ادب سان وڃي اڳيان اچي بيٺس ۽نهايت نياز مندي ۽ ادب سان عرض ڪيم تہ، 'جيڪڏهن سائين جن ڏاچيءَ جو تازو کير پيئڻ قبول ڪن تہ آڻي خدمت ۾ حاضر ڪريان'. پاڻ نهايت مهربانيءَ ۽ميٺاج سان منهنجو نالو وٺي فرمايائون تہ' ڀلي کير کڻي اچ! پر پنهنجي آڌياري ڏاچي جو آڻج، جنهن مان تنهنجو حصو قبول ڪيو ويندو. کير بہ فقط هڪ ٿڻ جو هجڻ گهرجي. اگرچہ بہ ٿڻ تنهنجي حصي ۾ آهن پر ان مان هڪ وري بہ سندس گورڙي جو آهي'.

وڏيرو قلندر شورو چوي ٿو تہ مان سندن حڪم موجب عمل ڪندي کير کڻي آيس، اڌ کير مون کي واپس ڏئي ۽ پاڻ باقي اڌ پيتائون. ان ڪان پوءِ اسان جي مال ۾ ايڏي برڪت ٿي جو ٿوري ئي مدت ۾ ڏاچن جا ڌڻ ٿي ويا ۽ ٻي بہ ڪيتري ملڪيت جا مالڪ بڻجي وياسين. (لطائف لطيفي)

باغ فقير ڪيبر کان نقل آهي تہ هڪ ڏينهن آئون سانگري ڍوري ● تي ٻڪريون چاري رهيو هوس، لون ۽ ڪرڙ جي وڻن جو گهاٽو جهنگل هو، هڪ

● اهو پراڻو دريا شهدادپور تعلقي ۽ نصرپور کان لنگهيو اڳتي هليو وڃي ٿو، ان کي هاڪڙو بہ چوندا آهن.

لڳي اوچتو انهن وڻن مان حضرت شاه عبداللطيف ٻاهر نڪري آيو. مون کي پاڻي آڻڻ لاءِ چيائون، مون وٽ پاڻي جو هڪ ڪونرو ڀريو رکيو هو، ڪٺي آڻي خدمت ۾ حاضر ڪيم. پاڻ وات تي هٿ رکي ان ۾ پاڻي پيئندا ويا ۽ سمورو ڪونرو پي خالي ڪري ڏنائون. ڏٺم ته وري انهن وڻن ۾ هليا ويا. گهڻين رياضتن ۽ اڃ بک ڪري سندن بدن ڏاڍو ڏٻرو ٿي چڪو هو ۽ چهري تي تازگي ڪانه رهي هين. (گلشن اولياء)

جهنگل ۾ رهي مجاهدن ڪرڻ ۽ مراقبن ۾ ويهڻ ڪري انسان جي دل کي ڏاڍي صفائي رسي ٿي. بڪ، اندر جي آئيني لاءِ صيقل يا ڪڙي جو ڪم ڏئي ٿي. مونن ۾ مٿي پاڻ ۾ شاه صاحب طور سينا جو تجلو پسي فرمائي ٿو ته :

مونا طور سينا، سدا سناسين،
ردا آهي راز جي، اوچڻ آديسين،
قرب ڪاپڙين، ننهن چوٽي سين ڍڪيو.

<<<<◉>>>>

مونا جن محراب، جسو جامع تن جو،
قبله نما قلب ڪري، تن کي ڪيائون طواف،
تحقيق جي تڪبير هٽي، جسمؤن ڪيائون جواب،
تن کهڙو ڏوهه ثواب، جن هينئڙو هادي حل ٿيو.

شاه صاحب مراقبي وقت، مونن کي ڪڏهن طور سينا سان تشبيهه ڏئي ٿو جتي حضرت موسيٰ تي تجلي ٿي ۽ ساڻس متڪلم ٿيو، ڪڏهن وري مونن کي محراب سڏي ٿو. جسم کي جامع مسجد سڏي، تحقيق جي تڪبير هٽائي ٿو ۽ تن کي طواف ڪرائي ٿو. يعني ته جڏهن هڪ عارف ڪامل توحيد جي فڪر ۾ ايڏو غرق ٿي وڃي جو سندس اندر ۾ سڀ ڪجهه پيو نظر اچي ۽ هن جسم کي جواب ملي وڃي ۽ هن دنيا ۽ دنيا وارن سان ڪو لاڳاپو ئي ڪونه رهي ته انهيءَ خاص وقت تي جو انتهائي عروج جو وقت آهي، ڏوهه ثواب ڪهڙو رهي ٿو، ڇو ته هنن جو هينئون يا خيال سڀ حقيقي مالڪ ۾ هلاڪ يا حل ٿي وڃن ٿا، پر جڏهن انهيءَ ڪيفيت کان سجاڳ ٿئي ٿو ته پوءِ ساڳي ريت انسانيت ۽ شريعت جا سمورا قاعدا قانون ساڻس لاڳو ٿين ٿا. حضرت شاه صاحب پنهنجي ڳوٺ جي لڳ مجاهدن ڪرڻ ، ڪشالن ڪاٽڻ ۽ ڏاڪڙن ڏسڻ کان پوءِ پنهنجي تر کي تياڳ ڪرڻ لاءِ اتي تياري ڪرڻ لڳو.

ڪن جو خيال آهي ته وطن جي وستين ۾ مجاهدن کي ڇڏي ۽

پرديس وسائڻ جو هي ڪارڻ هو جو ڪوٽڙي جي مرزا مغل بيگ جي معصومہ جو شاه صاحب جي سيني ۾ اڻ ڏٺو عشق آکيرا ڪري ويٺو هو. سندس والد سيد حبيب ڏاڏا جتن ڪيا تہ اهو سڱ ملي تہ صاحبزادي جي شادي ڪرائي وڃي. مگر هوڏانهن بہ وڏي خاندان وارا مغل هئا. جن جي سيدن ۾ اک ئي ڪانہ ٿي ٻڏي. نہ فقط رکو جواب ڏنائون پر ڪين ڏاڍيون تڪليفون ڏيڻ لڳا. جنهن جو احوال آئنده اچي ٿو.

شاه صاحب جون تہ اڳ ۾ ئي رياضتون ڪيل هيون ۽ ذاتي ذڪر ڪمايل هئا ۽ رهندو جو هن مجازي محبت جي مهميز لڳس تہ گهر گهاٽ تان دل ئي کڄي ويس. جنهنڪري دل کي ريجهائڻ ۽ من کي پرچائڻ لاءِ قدرت جي نظارن ڏسڻ ۽ الله وارن عارفن جي ديدار ڪرڻ لاءِ اٿي نڪتو. رسالي مان معلوم ٿئي ٿو تہ شاه صاحب گنجي ٽڪر تي بہ ڪجھ وقت رهيو آهي. اها ٽڪري اڳي دوريشن جي آستانن ۽ چلن ڪڍڻ ڪري ڏاڍي متبرڪ ليکي ويندي هئي. اڄ تائين انهيءَ ٽڪريءَ تي ڪيترن بزرگن جا مقبرا آهن.

گنجي تي هندن جي ڪالي ديوي جو مندر بہ آهي. جتي ڪتان ڪتان جا جوڳي سفر ڪري، ديوي جي درسن لاءِ ايندا هئا ۽ اڄ تائين پيا اچن وڃن ۽ دونهيون دکايو ويٺا رهن.

شاه صاحب سر ڪاهوڙي ۾ فرمائي ٿو:

پيو جن پرو، گنجي ڏونگر گام جو،
چڏي ڪيٽ ڪرو، لوچي لاهوتي ٿيا.

<<<<●>>>>

پئي جن پروڙ، گنجي ڏونگر گام جي،
چڏي سب ضرور، لوچي لاهوتي ٿيا.

هنن بيتن ۾ گنجي ڏونگر جي وڏائي ۽ برڪت ڀلائي ڏانهن اشارو ڪيو پيو وڃي، جن بہ سالڪن کي انهيءَ ٽڪريءَ جو پرو يا پروڙ پيل هوندي سي ان جي سير ۽ سياحت ڪان ڪٽي مڙندا ۽ انهيءَ گام (ڏونگرن جي ڳوٺڙن) ۾ ڪاهي ايندا.

وڌيڪ فرمائي ٿو تہ:

ڪهڙو اٿئي ڪام، گنجي ڏونگر گام ۾؟
پسي تنهن پاهڻ کي، اچي نہ آرام.
متان ڏونگر ڏورئين، اجهين ڪهہ عوام،

هرا ڪري حرام، ڪام تہ ڪاھوڙِي ٿئين.

گنجي ٽڪر جي سير ڪان پوءِ ڏسجي ٿو تہ شاھ صاحب ڪن ھندو جوڳين سان گڏجي ڪراچي واري واٽ وٺي لسبيلي طرف ھنگلاج ڏي روانو ٿيو. ڪجھ پنھنجو شوق ھوس تہ قدرت جا نظارا ڏسي ۽ ڪجھ وري ھندو ساڌن جي سنگ ۾ سير جو شوق جاڳيس، جنھنڪري انھيءَ ڏکئي پھاڙي سفر لاءِ اٿي ڪڙو ٿيو. فرمائي ٿو:

”ڏک پاڻ کي ڏس، ھنگلاج ھلڻ جو“

شاھ صاحب ھاٿي پيٽ وارو درويش نہ ھو پر گيڙو رتل گودڙيءَ سان ھڪ رمتو درويش ھو، جو سسئي جي سفر واري جھنگ جبل کي روبرو ڏسڻ ھليو ھو ۽ ان سان گڏ ھن کي ھندو، فلاسفي ۽ تصوف مان بہ گھڻو ڪجھ پرائڻو ھو.

گنجي ٽڪر کان ڪراچي ڏانھن ھنگلاج جي ارادي سان ايندي، رستي ۾ ھيلايا جي ٽڪري ۽ ڪينجھر جي ڍنڍ وٽان لنگھڻ ٿيو تہ اتي شاھ صاحب کي سنڌ جي مشھور تاريخي عاشق معشوق جا ڊٺل ديرا ۽ سندن ويران واھيرا ڏسي وري ھڪ نئين امنگ پيدا ٿيل ڏسجي ٿي. ڄام تماچي ۽ نوريءَ جي محبت جو منظر سندن سامھون ڦري اچي ٿو:

ھيٺ جر مٿي ميرَ، پاسي ۾ وڙاھ،
اچي وچي وچ ۾، تماچي جي ساءِ،
لڳي اتر واءُ، ڪينجھر ھندورو ٿئي.

ھن بيت ۾ انھيءَ سر زمين جو چِٽ شاھ صاحب نقشو چٽي ڇڏيو آھي. ھيلايا ٽڪري جي ھيٺان جر يعني پاڻي جي ڍنڍ ۽ مٿان مير يعني ڪنڌيءَ جو ٻور، پاسي کان درياءَ ڪري، ٻيلا ئي ٻيلا آھن، تن جي وڙاھ آھي.

اتي ھيلائن جي پھاڙي تي ڄام تماچي ھڪ ماڙي بہ جوڙائي ھئي جو نوري سان گڏجي اچي اتي رھندو ھو. ھن وقت انھيءَ جا ٿورڙا نشان اڃا تائين ڏسڻ ۾ اچن ٿا. شاھ صاحب انھيءَ ماڙيءَ جو بہ اشاري طور ذڪر ڪيو آھي:

”ننڍيءَ وڏيءَ گندريءَ مٿي ماڙيءَ ڏمر“

انھيءَ زماني ۾ جڏھن شاھ صاحب جوڳين سان گڏجي ھندو تيرٿن جي ياترا لاءِ ملڪ ماٽيندو وتيو ٿي، ان وقت اگرچہ ڪراچي جو شھر آباد ڪونہ ھو، فقط ڪن مير بحرن جا گھر ھئا. منھوڙي کان پريان ڏاڍي وير ھئي،

جنهن کي ’ڪلاچي جو ڪن‘ ڪري سڏيندا هئا.

انهيءَ هنڌ هڪ وڏو مانگر مڇ رهندو هو جنهن مورڙي مهاڻي جا ڇهه ڀائر ماري وڌا هئا، جن جو بيان شاه صاحب پنهنجي رسالي ۾ آندو آهي:

”ڪالهه ڪلاچي ويا، ڇتيون • ڪٽي ڇڳير“

ڪراچي جو مٿين ڪهاڻيءَ ڪان وڌيڪ ٻيو ڪو به بيان ڪونه آندو اٿس. ڪراچي ويندي رستي ۾ ٻنڀور جو شهر پوي ٿو، جتي محمد ڪٽي جي گهر سسئي نپجي وڏي ٿي، انهيءَ شهر ۾ پنهون سان شادي ٿيس ۽ اتان ئي فراق جو ڦوڙائو نصيب ۾ آيس. ڀنڀور جو ذڪر به شاه صاحب رسالي ۾ آندو آهي پر ان جو هڪ وسندڙ شهر هو تنهن جو ڪٿي به بيان ڪونه ڪري ٿو. شاه کي آهي سنڌ جي ڀهراڙي جي منظرن سان محبت، شاه جون سورميون به آهن ڀهراڙي جون، جنهنڪري هن جي وڏن شهرن سان دل ئي ڪانه لڳي ٿي.

هنگلاج ويندي جيڪو شاه صاحب رمتن جو ڳين سان رستو اختيار ڪيو آهي، ان جو اٽسڌي طرح بيان سسئي جي سر ۾ ڏاڍي دردناڪ ڪيفيت سان ڪيو اٿس:

”ور وراڪا وچ ۾، لڪين آڏا لڪ“

ڪراچي ڪان حب ندي ٽپي اڳتي جيئن وڌبو آهي، تيئن ڏاڍا ڏکيا لڪ ۽ جبل جي اندران ئي اندران ور وراڪا ايندا آهن. جنهن ڪان پوءِ مسافر ”وندر ندي“ تي پهچندا آهن. شاه صاحب وندر بابت فرمائي ٿو:

”هيج نه هوندو جن، سي ڪيئن وندر ويندين“

وندر ندي ڪان اڳتي وڌبو ته هڪ وڏو رڻپٽ ايندو، انهيءَ سر زمين ڏي رسالي ۾ اشارو ٿيل آهي:

پاڻي نه آه پنڌ گهڻو، اڳيان رائو رڃ،
متان مري اڃ، ڪا ڏئي پاراتو پنهل کي.

هي فقيرن جي ٽولي اتان هلندي، هاڙهي جبل وٽ پهتي آهي :

”هلندي هاڙهو مٿي، ڳسان تان مَ ڳُسان“

هاڙهو جبل بلوچستان مان هلي ڦوڙ ندي وٽ ختم ٿئي ٿو جا عربي سمنڊ ۾ چوڙ ڪري ٿي. اتي هنگول جو به شاه صاحب ذڪر ڪيو آهي:

• ڇتيون= مڇي مارڻ جون ڪُنڍيون يا سوا

”ويا جي هنگلور تہ ڪرم ملندي ڪاپڙي“

هنگلور ۾ هنگول ۽ هنگول هئي نالا اٿس. اها هڪ وڏي نئن (يا برساتي ندي آهي) هنگلاج جا جاتي هنگول ندي بہ اڪرندا آهن، جنهن ڪري شاه صاحب ان جو ذڪر بہ آندو آهي.

## هنگلاج ڇا آهي؟

هنگلاج هندن جي هڪ ديوي جو نالو آهي جا هاڙهي جبل جي پاڙ وٽ هڪ گفا ۾ آهي ۽ گفا يا غار ايڏي ويڪري ۽ ڪشادي آهي جو چار پنج سؤ ماڻهو هڪ وقت ان ۾ آرام سان ماڀي سگهن ٿا. هونئن تہ هندن جون مورتون اڀيون بيٺيون هونديون آهن پر هنگلاج مورتي زمين تي ليٽي پئي آهي جنهن تي گهڙي گهڙيءَ ڪير پيا هارين. هنن جو گمان آهي تہ ڪير هارڻ بند ڪيو ويندو تہ ملڪ تي ڪو قهري ڪوپ ايندو.

هنگلاج کي هندو ديويءَ – ماتا، امبا (امان) سڏيندا آهن پر مسلمان عام طرح ”ناني“ سڏين. ناني جي بہ اصل معنيٰ نني يا ماءُ آهي، پر هاڻي ماءُ جي ماءُ کي ناني سڏيندا آهن، شاه صاحب فرمائي ٿو تہ:

نانگا نانيءَ هليا ڇيلهيا ڇيلهہ ٻڌن،
هو جي هت هلن، آئون نہ جئنديس ان ريءَ.

هنگلاج ديوي جا مجاور يا سندس ڪٽيو ڪائيندڙ مسلمان آهن. هنن جو گمان آهي تہ اها ديوي حضرت علي جي دائي هئي.

شاه صاحب سناسين جوڳين سان برابر ٽي سال گڏجي سفر ڪندو رهيو. هنگلاج ۾ پيرا آيو، مگر پوئين پيري هندو جوڳين جي سازش اڻبڻت ٿي پئي، جنهنڪري هو شاه صاحب جي خون جا پياسا ٿي پيا. پاڻ اتان اڪيلي سر وطن ڏانهن واپس ٿيو.

جوڳين سان جو هيڏي سڪ وچان ايڏو سنائو سفر ڪيائون ۽ سچن صوفي جوڳين جي ساراه بہ ڪئي اٿن، تہ ٺاهن ٺوڳين کي سنيو بہ آهين، آخر اهو کهڙو ڪارڻ هو جنهنڪري هنن کان هن پوئين سفر ۾ جدائي ڪرڻي پين.

مرحوم مشتاق متعلوي لکي ٿو تہ:

” هنگلاج وڃي هندن جي ناني ڏٺائون ۽ اتي پنهنجي ڪرامت ۽ تصرف سان ڪافرن کي ذليل ۽ خوار ڪيائون، ان هن جي غلط فهمي دور

ڪري ڏيکاريائون، مگر هنن ۾ جهل مرڪب هو جو پاڻ عناد ۾ پيا ۽ ايذائن جي قصد ۾ ٿيا، تڏهن پاڻ اتي جو اتي زمين ۾ ٽبي هٽي اچي پنهنجي ملڪ ۾ نڪتا“.

هن ۾ اگرچ ڪابہ صفائي ٿيل ڪانہ آهي تہ جوڳين سان شاه صاحب جي اختلاف جو ڪارڻ ڪهڙو هو، مگر هيترو تہ ظاهر آهي تہ هندو فقيرن جي رسمن ۽ ڌرمي رواجن يا بت پرستي ڪري شاه صاحب اختلاف ڪيو آهي، جنهنڪري هو مخالف ٿي بيٺا.

پاڻ اتي ڪهڙيون ڪرامتون ڪري هنگلاجي هندن کي قائل ڪيائون ۽ ان کان پوءِ زمين ۾ ٽبي هٽي اچي وطن جا وڻ وسايائون، ان جو مشتاق مرحوم ڪوبہ تفصيل ڪونہ ڏنو آهي.

پروفيسر پيرو مل جوڳين سان اختلاف بابت لکي ٿو تہ:

”هنگلاج جا جاتي ڪراچي کان وٺي چندر ڪوپ (هڪ منزل جو نالو آهي) تائين اٺ ڏهہ ڏينهن ساندهہ ڏندڻ پاڻي نہ ڪندا آهن، جو تيرٿ پرسڻ لاءِ پورو اڌوت هلڻو آهي، عجب ڪونہ آهي جو شاه صاحب کي انهيءَ ڳالهہ تان بڇان آئي هجي.

ان کان سواءِ جاتي پاڻ سان ”اڳوئو“ يا ”بورائو“ بہ ڪٺندا آهن، جو نہ رڳو سونهون ٿي هلندو آهي پر منزل تي جاتين کي ديوي جي پوڄا بہ ڪرائيندو آهي. ٻين منزلن تي ننڍيون ننڍيون پوڄائون ٿينديون آهن پر چندر ڪوپ تي وڏيون پوڄائون ڪندا آهن، شاه صاحب پوڄا ڪرڻ تي وقتي اعتراض ڪيو هجي. پاڻ اگرچہ ظاهر ۾ هندو فقيرن سان رلمل هو پر پنهنجن (اسلامي) اصولن تي اهڙو محڪم هو جو جن جوڳين سان هيڏي پريت هوس تن جي سنگت تان بہ آهو ڪنيائون.“ يعني تہ هندو جوڳين يا ساڌو سناسين جي سنگت ۾ شاه صاحب پنهنجي اصلي اسلامي صوفيانہ اصولن تان هڪ تر جيترو بہ ڪونہ هٽيو، جنهنڪري هي اختلاف پيدا ٿي پيو. شاه صاحب جي سنگت جو اصل بنياد هو ويدانت فلاسافي، هندو ساڌن جي سنگت ۾ حاصل ڪرڻ، جنهن ۾ هو ڪامياب ڏسجي ٿو.

مير عبدالحسين خان سانگي ”لطائف لطيفي“ ۾ لکي ٿو تہ جڏهن جوڳين جي جماعت نانيءَ جي جاٽ لاءِ پهتي، تڏهن جاٽين جي رواج پٽاندر ان تي ڪير هارڻ لڳا جو ڪير وهندو هيٺ هليو ويو ٿي، پر شاه صاحب جيڪو ڪير انهيءَ ديوي تي اوتيو سو سڀ ان جي بوتي ۾ چوسجي ويو، جنهن تي

ڪن جاهل جوڳين کي گمان جاڳيو تہ هي ڪو وڏو پهتل ساڌو آهي، بهتر تہ هن کي کهي ڪائي ڇڏجي تہ سندس سموريون ڪرامتون اسان جي اندر ۾ اُتپن ٿي وڃن. شاه صاحب کي جڏهن انهيءَ رٿا جي ڪڙڪ پيئي تڏهن پاڻ اتان پاسي ٿي نڪتي ڏانهن روانا ٿي آيا.

ائين نہ آهي تہ سمورا سنياسي ڪي سخت مزاج هئا پر هنن ۾ ڪي سڀاجها ۽ ساڃهہ وارا صوفي بہ هئا، جن جي فراق جو خود شاه صاحب کي ڦوڙائو ٿيو آهي، جيئن تہ فرمائي ٿو:

نوري ۽ ناري، جو ڳيئڙا جهان ۾،
ٻري جن ٻاري، آئون نہ جيئندس ان ري.

يعني تہ جوڳين ۾ نوري يا بهشتي بہ آهن، ڪي وري ناري، جهنمي آهن، مگر منهنجي سڙيل دل کي جيڪي ٻاري ويا، تن کان سواءِ منهنجو ڪهڙو جياپو آهي.

ڳوليان ۽ ڳنڊيان، ويا ويراڳي نڪري،
صحبت جا سنديان، آئون نہ جيئنديس ان ري.

جوڳين جي وڇوڙي ڪان پوءِ شاه صاحب رياست لسٻيلي مان ٿيندو، نئي اچي پهتو ۽ اتي اچي مخدوم محمد معين سان وحدت الوجود جي مسئلي تي صحبتون ڪيائين.

شاه صاحب لسٻيلي ڪان پوءِ قلات جي جهلوان واري پهاڙي علائقي ڏانهن بہ ويو آهي. فرمائي ٿو تہ:

وڏا وڻ وٽڪار جا جتي جائو، جمر، جر. (آبري)

وٽڪار جي هوئڻ تہ معنيٰ آهي سرسبز ۽ وڻن وارو زمين ٽڪر. وٽڪار لسٻيلي جي لڳ هڪ ڳوٺ جو نالو بہ آهي جتان باران نئن (ندي) نڪري، ڪونڙي وٽان اچي، سنڌو نديءَ ۾ ڪري ٿي. شاه صاحب انهيءَ سر زمين جو مٿين مصرع ۾ بيان ڪندي "جائو"، "جمر" ٻن پهاڙن جا نالا آندا آهن جي جهلوان واري حصي ۾ آهن، اگرچہ اهو مصرع سسئي جي سر آبري ۾ آيل آهي، مگر سسئي جي سفر جو ڪو بہ پاڳو جهلوان سان لاڳاپو نٿو رکي، ڇو تہ سسئيءَ جو پنڌ هو ڪيچ مڪران، جو لسٻيلي ڪان ڏکڻ الهندي سمنڊ جي ڪناري سان هليو وڃي ٿو ۽ جائو پهاڙ آهي لسٻيلي ڪان اتر ڏي يعني تہ ڪيچ

ڪان مرڳوئي ابتو ۽ گهٽو پري، تنهنڪري چئبو تہ شاہ صاحب قلات جي انهيءَ علائقي ۾ پنهنجي سر آيو آهي ۽ سسئي جي واتان ان جو بيان ڪيو اٿس.

شاہ صاحب لسٻيلي ۾ سخي سپڙ، ٻيلي جي حاڪم جي قبر جي زيارت بہ ڪئي ۽ سپڙ جو پنهنجي ڪلام ۾ ذڪر بہ آندو اٿس، هن ارادي سان تہ جيئن سنڌ جي اميرن جي سخاوت واري قديم عادت قائم رهندي اچي.

سخي سپڙ بابت چون ٿا تہ هن منڊڙي مڱڻهار ڪي هڪ سؤ عربي گهوڙا خيرات ڏيڻ گهريا، هوڏانهن لنگو چارڻ ڳائي وڃائي ڪجهہ بہ ڪونہ چاٽندو هو، تہ بہ لسٻيلي جي چام هن سان پلائي ڪئي.

شاہ صاحب فرمائي ٿو تہ:

سپڙ راتِ سنباهيا، تازي تولاءِ،
جو ڄاڻي نہ ڪاءِ، تنهن سان ٻيلي ڏٺيءَ ٻاجهہ ڪئي.

هن شعر ۾ سخي سپڙ ۽ لسٻيلي ٻنهي جو نالو صاف طرح آيل آهي.

## هڪ سچي عاشق جو واقعو

شاہ صاحب جڏهن هنگلاج ڪان هيڪلو موٽندي ٺٽي ڏانهن آيو ٿي، تڏهن ڪاري جهنگل ۾ سندس هڪ شعر جو ڪن تي پڙلاءُ پيس جو ڪنهن اتي ڳايو ٿي:

هيڪلائي هيل، پورينديس پنهونءَ ڏي،

شاہ صاحب انهيءَ پڙلاءُ جو پيرو ڪري هڪ گفا جي دروازي تي وڃي بيٺو، ڇا ٿو ڏسي تہ اندر هڪ ماڻهو آهي جو هر هر اهو مصرع دردناڪ آواز سان اچاري رهيو آهي.

شاہ صاحب هن تي سلام واري پڇيس تہ، 'ميان ڪير آهين، هت ڇا پيو ڪرين ۽ هي ڇا چئي رهيو آهين؟'

ورندي ۾ هن اتيت عاشق چيس تہ، 'آئون جت آهيان، اسان پنهنجن اُٺن تي واپارين جو سامان لڏي وڃي رهيا هئاسين تہ رستي ۾، هالن جي ويجهو پٽ نالي هڪ ننڍڙي ڳوٺ وٽان لانگهائو ٿياسين، اتي ڪن فقيرن وٺي ڳايو، اهو مٿيون مصرعو مون کي ياد رهجي ويو آهي، جنهن منهنجي دل تي ايڏو اثر ڪيو آهي جو رات ڏينهن وظيفي وانگي پڙهي رهيو آهيان، منهنجا سنگتي اٺن سميت هليا ويا ۽ آئون اڪيلو ئي اڪيلو جهنگ جبل

جهاڳيندو وتان ٿو. شاه صاحب هن جي گفتي مان معلوم ڪيو ته هي ڪو درد دل وارو سچو عاشق آهي. هي بيت سندس حال سارو آهي، جنهنڪري ان ڪي ڇهٽي پيو آهي. فرمايائينس ته، ادا، هن جو پيو مصرعو به سگھين گھرين ته آئون توکي بيت سچو ڪري ڏيان.

'هائو سائين '

تنهن تي شاه صاحب فرمايو ته:

آڏا ڏونگر لڪيون، سوليو، سڄن سيلهه.

شاه صاحب اهو مصرعو مس پورو ڪيو ته هن درويش دانهن ڪئي، 'سائين! جلدي جلدي ٻيو مصرعو به چئو، آئون حال کان بي حال ٿي رهيو آهيان. سيني جي پڃري ۾ روح جو پکي ڦٿڪي رهيو آهي. شاه صاحب فرمايو:

ته ڪر ٻيليائي ٻيلهه، جي سور پريان جا ساڻ مون.

انهيءَ مصرع پڌڻ شرط هو عشق جو قتيل، ڦهڪو ڪري زمين تي ڪري پيو. ڏٺو ويو ته سندس پساهن وارو پکي بدن جي پڃري مان پرواز ڪري چڪو هو.

شاه صاحب پنهنجن ٽورن سفر جي ساٿين سان هن جي ڪفن دفن ۽ جنازي نماز جي رسم ادا ڪري، پوءِ نئي ڏانهن روانا ٿي ويا. هميشه پنهنجن فقيرن کي چوندا هئا ته عاشق ته ههڙا جو سواءِ ڪنهن سبب ۽ حجت جي عشق ۽ محبت جي راهه ۾ ساهه ڏيڻ کان به نٽا گسن. (لطائف لطيفي)

"احوال عبداللطيف" ۾ ڏيکاريل آهي ته انهيءَ عاشق صادق جي اها قبر اجا تائين موجود آهي، جنهن جي ڏسڻ لاءِ وانهڙو ماڻهو ويندا آهن. انهن ٻنهي ڪتابن ۾ هيءَ ڳالهه نه ڏيکاري وئي آهي ته اهو واقعو ڪهڙي جاءِ تي تي گذريو آهي.

## لاهوت

ڪراچيءَ کان اٽڪل ڇٽيهن (36) ڪوهن جي مفاصلي تي حب ندي جي هن پر پب جبل جي پيٽ ۾ هڪ وڏو ڪليل صفو آهي، جنهن جو نالو آهي "لاهوت". لاهوت تائين پهچڻ واري وات ڏاڍي ڏکي ۽ اڙانگي آهي. هڪ دفعي شاه صاحب لاهوت وڃڻ جو ارادو ڪيو ته سندس والد شاه حبيب چيس

ته، ' بابا ! انهيءَ پاسي ته پوت بلائون آهن، رستي ۾ ڏاڍا جاکوڙا ڪرڻا پوندا، تنهنڪري ايڏانهن پهاڙي پنڌ جي پچر ئي ڇڏي ڏي'.

شاه صاحب جواب ۾ عرض ڪيو ته:

نڪو جن جهان ۾، نڪو سجي نانگ،
سسئي ڇڏيو سانگ، نه ته ڇپر مڙئي ڇاڙ ڪي.

شاه صاحب انهيءَ پهاڙي ۽ سسئي جي وطن واري سفر ڪان پوءِ، ٺٽي مان ٿيندو ڪڪرالي پرڳڻي جو به سير ڪيو آهي، جنهن ڪي هن وقت شاهبندر ڏويزن چئجي ٿو، ان جو سير ڪندي وجي ڪڇ پڄ نڪتو آهي. رسالي ۾ ڪڇ جي راجائن جو ذڪر ڪيو اٿس. اهو ئي سبب آهي جو شاه جو رسالو ڪنهن وقت ڪڇ جي راجا جي ڪچهري ۾ ڳايو ويندو هو.

شاه صاحب اڳتي وڌندو ڪاٺياواڙ به ويو آهي، جتي هندن جا ڪي تيرٿ به ڏٺا اٿس ۽ ڪن فقيرن سان ملاقاتيون به ڪيون اٿس. جهونا ڳڙه جي سير وقت راءِ ڏياچ ۽ چارڻ جو قصو رچيو اٿس. شاه صاحب ٿر پارڪر علائقي يعني مارئي جي وطن جو چپو چپو ڪري ڇيڻيو آهي ۽ ذري پرزي ڪان واقفيت رکي پوءِ مارئي واتان جو ڪجهه ويهي حال اوريو اٿس تنهن مان ائين پيو پائنجي ته ڪو نيٺ ٿري ماڻهو ويٺو ٿري ٻولي جا ٻول ٻولي. ٿر جا وسڪارا، ٿر جا ڪوه، ٿر جون پٽون، ٿر جا علائقا، ٿر جون وليون ۽ ڪنڀيون ۽ ٿر جو ڏٿ، هڪ هڪ شيءِ تي شاه صاحب جدا جدا روشني وڌي آهي.

ٿر جو اوريون پاڱو جتان پراڻ (دريا) لنگهي ٿو، رسالي ۾ ان جو به ذڪر آهي.

جيسلمير ڪان پنج ڪوه پري هڪ جهونو شهر آهي، جنهن کي 'لڊورو' سڏيندا آهن جو بگڙجي "لڊاڻو" ٿي پيو آهي. هاڻي ته لڊاڻو ويران پيو آهي، اهو شهر هڪ ٽڪريءَ تي ٻڌل هو، جنهن جي هيٺان ڪاڪ نالي ندي پئي وهي."مومل" انهيءَ شهر جي هيٺان ڪاڪ نالي ندي تي هڪ محلات اڏائي رهندي هئي. شاه صاحب جيئن ٻين عاشقن جي حقيقت بيان ڪرڻ لاءِ سر زمين تي پهچي پوءِ واقعات حقيقي رنگ ۾ پيش ڪيا اٿس، تيئن انهيءَ هنڌ ۾ به پاڻ پهتو آهي.

هن وقت اهو حصو بالڪل ويران پيو آهي. لڊاڻو ڪان اتر پاسي هڪ ماڙي جا نشان پيا ڏسجن، چون ٿا ته اها مومل جي ماڙي هئي، پر آهن فقط پٿرن جا ڍير.

”مومل مئي ڪان پوءِ، ڪنگ رڙندا ڪاڪ تي“

سو سچ پچ هاڻي ڪنگ پيا رڙن، سچ لڳي پئي آهي. شاهه صاحب ڪراچيءَ جي لاڙ واري حصي ڪان سواءِ حيدرآباد واري لاڙ جو سفر ڪيو وچولي سنڌ ۾ به گھڻو گذاريو. اتر سنڌ ۾ شڪارپور جي لڳ نوشهري ابڙي ۽ ترائي ابڙي ۾ ڪجھ وقت ترسيو آهي. ترائي جي ٻاهران ”شاهه جي اوتاري“ نالي هڪ مسافر خانو آهي، جتي آيو ويو فقير اچي آرام وٺندو آهي. چون ٿا ته شاهه صاحب انهيءَ هنڌ ڪيترا ڏينهن ترسيل هو ۽ ترائي جا جاگيردار ابڙا سنڌس معتقد هئا، جن سانگي سندن اچڻ وڃڻ ٿيندو هو.

ائين معلوم ٿئي ٿو ته کهڙن جي شهر ۽ درازن ۾ به آيو آهي، جتي اتي جي مخدومن ۽ بزرگن سان ملاقاتون ٿيون اٿس.

شاهه صاحب جو پنهنجي وطن سنڌ سان عشق هو، سندس ئي زماني ۾ نادر شاهه جي سنڌ تي ڪاهه ٿي گذري هئي. سنڌ تي ڌارين جي رسم و رواج جي غالب پوڻ جو خطرو هو، جنهنڪري شاهه صاحب سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پهچي، ان جي هر هڪ شيءِ کي جاچي ٿو، هارين جي جهوپڙين ۽ هٿ سان ڪم ڪندڙ ڪاريگرن جي گهرن ۾ پهچي ٿو، سنڌ جي هر هڪ شيءِ کي پنهنجي شعر ۾ پيش ڪري ٿو ته جيئن سنڌ جي هر هڪ ريت ۽ رواج سدائين سلامت رهندا اچن. فرمائي ٿو:

سنڌي جا ساٿيهه، کهه ڪٿوري پائيان.

هت شاهه صاحب ساٿيهه، يعني وطن جي کهه (خاڪ) يا مٽي کي مشڪ جي برابر پايون آهي، پلا جنهن شاعر جي دل ۾ پنهنجي وطن جي ايڏي اکير ۽ عزت هوندي سو پنهنجي پياري ساٿيهه لاءِ ڇا نه ڪندو ۽ ان جي گوشي گوشي کي ڇو نه جاچي، پنهنجي جيءَ جي جياپي جو سامان پيدا ڪري، سنڌ جي ايندڙ نسلن لاءِ سنيهو ڇڏي ويندو.



## فصل ڇهون

# وقت جي وڏن ماڻهن سان ملاقاتيون

ٻارهين صدي هجري جو زمانو اسلام ۾ هڪ زبردست مردم خيز زمانو ٿي گذريو آهي. هڪ طرف اسلامي بادشاهتن جي زوال يا زبوني جا آثار ظاهر ٿي رهيا هئا ته ٻئي طرف هر هڪ اسلامي ملڪ ۾ هزارن جي تعداد ۾ عالم، عارف ۽ شاعر پيدا ٿي رهيا هئا. هندستان يا ترڪي کي ڇڏي فقط سنڌ جي ننڍڙي ٽڪري تي نظر ڪجي ٿي ته حضرت شاه ڀٽائي جي وقت ۾ اسان جي سنڌ ۾ سون جي تعداد ۾ صاحب ڪمال بزرگ موجود هئا. سنڌ جو مرڪزي شهر ٺٽو ان سمي وڏن وڏن عالمن ۽ چوٽيءَ جي چترن، شاعرن ۽ عارفن ڪاملن سان ڀرپور هو، ان کان سواءِ سنڌ جي ننڍن ڳوٺن ۾ به ڪيترائي ڪامل ڪماليت وارا ماڻهو موجود هئا.

شاه صاحب جون پنهنجي همعصر بزرگن مان جن ماڻهن سان ملاقاتيون ٿيون يا روحاني رهاڻيون ڪيائون، تن مان جيترو به تاريخ جي ڪتابن مان احوال هٿ آيو آهي سو هيٺ ڏجي ٿو:

(1) شاه صاحب جي ڦوهه جوڀن جو وقت هو، سندن والد بزرگ به جيئرو جاڳندو موجود هو. سنڌ جي سير ۽ سالڪن جي صحبت لاءِ جيڪو سوداءُ هن صاحبزادي کي سامايل هو، سو کيس سنڌ جي نامور صوفي شاه عنايت الله شهيد جهوڪ واري جي ملاقات لاءِ ڇڪي آيو.

هي نوجوان عارف سيد عبداللطيف جو قبض بسط جي ڪشمڪش ۾ ڦاٿل هو تنهن کي ڏسندي شاه عنايت الله جو ڪجهه ڀهريائين فرمايو سو هيٺيون بيت هو:

ڏسي ڏونگر ڏار، متان هلڻ هيري ٿئين،
کي مجازاٽيون موٽيون، سٽي پنڌ پچار،
پويو پائج پرين کي، حقيقي هار،
سگهي لهندي سار، آريچا عنايت چئي.

هن ڪلام ۾ طريقت جي منزلن طئي ڪرڻ ۾ جيڪي مشڪلاتون پيش اچن ٿيون تن کي مڙسن وانگي منهن ڏيڻ جو ارشاد ٿيل آهي ، جنهن کان پوءِ ئي هڪ سالڪ پنهنجي مقصد کي ماڻي سگهي ٿو.

جواب ۾ حضرت ڀٽائي گذارش ڪئي ته :

پسي ڏونگر ڏاه، متان هلڻ ۾ هيٺي ٿئين،
پڇي پورج سسئي، مهندا بلوچاڻي باه،
ان وڙائتي ور جو، آسرو هڏ مَ لاه،
اڪين اوڏو آه، پرين پراهون مَ چوين.

حضرت ڀٽائي، شاه عنايت الله کي سندس آگيا جو جواب جڻ هائو ۾ ڏيئي ٿو. چوي ٿو ته ور ڪهڙو به اڻ وڙائتو هجي پر ان کي ڪيئن ڇڏبو؟ هو پراهون آهي پر ڪشالا ڪندڙ محبتي لاءِ بلڪل ويجهو آهي.

شاه عنايت الله صوفي 1133هه ۾ شهيد ٿيو، ان وقت شاه صاحب جي ڄمار 31 سالن جي هئي. صوفي صاحب جي شهادت واري واقعي جو سندس طبيعت تي ايڏو اثر ٿيو جو ڪن جو چوڻ آهي ته سر رامڪلي جي فصل 8 جا شعر انهي واقعي کان متاثر ٿي چيا اٿس:

اڄ نه اوطاقن ۾، طالب تنوارين،
آديسي اٿي ويا، مڙهيون مون مارين،
هو جي جيءُ جيارين، سي لاهوتي لڏي ويا.

اڄ نه اوطاقن ۾ سندي جوڳين جوڙ،
ساري سناسين کي، ڪامي ٿئين تون ڪوڙ،
من جنهين سان موڙ، سي لاهوتي لڏي ويا.

اهڙن بزرگن جي ملاقات ۽ ديدار جي حق ۾ فرمائي ٿو ته:

جياسون جوڙ ٿي، جوڳي ڏٺاسون،
ڪنا تنهين مون، حاصل هي حال ٿيو.

هن شعر ۾ جياسون جوڙ ٿي، جي معني آهي (1) جڏهن کان هي دنيا پيدا ٿي (2) جڏهن کان جوڳين سان ملياسون ۽ ساڻن ملاقات ٿي، يعني جڏهن کان اهڙن بزرگن سان ميلاپ ٿيو ته انهن جي صحبت ۽ سنگت ۾ ئي منهنجو هي حال ٿيو آهي.

هڪ روايت آهي تہ شاہ عنايت الله پهريون سنڌي شاعر آهي جنهن عمر مارئي جي ڪهاڻي تي ڪي بيت چيا هئا ۽ شاہ عبداللطيف ڪي مارئي جو مذڪور سٽائي هن ۾ بہ مارئي جي بيتن چوڻ جو چاہ پيدا ڪيائين.

پروفيسر پيرو مل لکي ٿو تہ شاہ عنايت بابت چوڻ ۾ اچي ٿو تہ هو اول ۾ مارئي جا بيت چوندو هو، شاہ عبداللطيف جا سسئي وارا بيت ٻڌائين تہ ڏاڍا وڻي ويس جو پاڻ بہ اهڙا بيت چوڻ لڳو.

اڏر نڌر اپري، ڪوجهي ڪميٽي،
تنهن سان پاروچل پاجهون ڪيون، هوت ڏسي هيٽي،
اگهائي، شاہ عنايت چوي، تنهن جي ٽڪر مان ٽيٽي،
جا هي ور جي وهيٽي، تنهن کي محب مليو منهبار ۾.

(2) انهيءَ وقت جي بزرگن مان جن سان شاہ صاحب جي ملاقات ٿي آهي تن مان خواجہ محمد زمان لواري جو بزرگ بہ آهي (وفات 1188هہ). خواجہ صاحب جي جواني جو وقت هو ۽ حضرت شاہ صاحب جو ٻڍاپڻ، خواجہ جي درويشي جو پڙلاءُ پري پري پهچڻ لڳو، جنهن جي زيارت لاءِ سفر جون سختيون سهي وٽن ڪهي آيو. جڏهن لواري ۾ خواجہ صاحب جي رهڻ واري حجري جي دروازي تي پهتو، تڏهن خادم کي چيائين تہ اندر وڃي اطلاع ڏئي. خادم وڃي خبر ڪئي، خواجہ صاحب فرمايو تہ" ترسو تہ اسان پاڻ استقبال لاءِ اچون ٿا". شاہ صاحب خادم کان پڇيو تہ خواجہ ڪهڙي مشغولي ۾ هئا، هن چيو تہ خاموش ويٺا آهن. شاہ صاحب فرمايو تہ، اهو شغل تہ سندن ختم ٿيڻ وارو ئي نہ آهي، اُٿ تہ اندر هلون. شاہ صاحب جڏهن لنگهي آيو، تڏهن ڏسي هي بيت چيائين:

سامي سفر هليا، ڪو پروڙي پنڌ،
جن هيٺيان ڪنڌ، آئون نہ جيئندس ان ري.

خواجہ نهہ پهہ ورندو ڏنو :

ڪين آهين ڪين ٿئين، وڃي ڪين ڪماءِ،
لاڳاپا لوڪ جا"لا" سين سڀ لهراءِ،
سامي پوءِ سلنداءِ، ڳالهہ پريان جي ڳجهہ جي.

انهيءَ تي شاہ صاحب فرمايو:

قلم وهي ويو ڪانهن، سرتيون ڪنهن سهاڳ لئي،
انگ اڳي ئي لکيو، ات نه پهچي پانهن،
ڪنهن کي ڏيان ڏانهن، ته پرين مان سين هيئن ڪيو.

خواجه صاحب وراڻيو ته :

ويهه وڃي وٽ تن، قلم جنين جي هٿ ۾،
ميٽيو انگ اڳيون، واري پيو لکن،
پنو سو پاڙهين، جنهن مان پسن پرين کي.

انهن بيتن جي ذريعي ملاقات ڪان پوءِ شاه صاحب پڇيو ته "فنا ڪان پوءِ به ڪو علم آهي؟" جنهن تي خواجه محمد زمان ورندو ڏنو ته "فنا ڪان اڳ پلا ڇا آهي؟"

خواجه محمد زمان اگرچه حضرت شاه عبداللطيف جي مريد خواجه محمد صادق نقشبندي نئتوي جو شاگرد هو، مگر جڏهن تصوف جي طريقه وحدت ۾ سندس نالو پڌائون ته سندس ملاقات لاءِ وٽن لنگهي اچي رهاڻيون ڪيائون. خواجه محمد زمان جي حياتي لکندڙن جو چوڻ آهي ته انهيءَ ملاقات ڪان پوءِ شاه صاحب وٽ خواجه صاحب جي ڳالهه نڪرندي هئي ته هيٺيون بيت پڙهندو هو:

سي مون ڏٺا ماءِ! جنين ڏٺو پرينءَ کي،
تنهين سندي ڪا، ڪري نه سگهان ڳالهڙي.

خليفو ابراهيم ساند، جو خواجه محمد زمان صاحب جو هڪ ڪامل مريد آهي، سو لکي ٿو ته مان پنهنجي مرشد خواجه لواري ڪان پڇيو ته:

سيد عبداللطيف ڀٽائي رابسيار تعريف ميڪند- جواب فرمودند که در اينجاهم آمده بود و طلب کرد، مايان گفتم اگر سلسله خلق گذاشته مريد شوي تا راهي نمايم- خسته شدرفت، گفتم مرشد بود يا نه؟ فرمودند ذکر قلبي بودش که امروز شمار است" (رساله ابراهيم فقير قلمي)

هن جو مطلب آهي ته شاه صاحب خواجه لواري ڪان ڪي تصوف جون ڳالهيون پڇڻ گهريون پر خواجه صاحب ڪيس مريد ٿيڻ جو مشورو ڏنو، جنهن تي شاه صاحب ناراض ٿي واپس ويو. خواجه صاحب هي اقرار ڪري ٿو ته شاه صاحب، صاحب دل درجي وارن عارفن مان هو. سندس قلب هميشه ذکر ۾ مشغول هو.

(3) ٺٽي جي نامور عالمن ۾ مخدوم محمد معين عرف مخدوم ٺارو هڪ وڏي ۾ وڏو عالم ٿي گذريو آهي، هو ظاهري علمن جو هڪ ڇوليون هڻندڙ درياءُ هو ته باطني علم جو اونهين کان اونهون سمنڊ هو. علامه محمد معين، شيخ ابو القاسم نقشبندي ٺٽوي جو تصوف ۾ تربيت يافته هو. علم حديث شاه ولي الله دهلوي کان پرايو هئائين. وحدت الوجود جو مسئلو به شاه ولي الله جي صحبتن ۾ سکيو هو. انهيءَ زماني ۾ ايڏو وڏو عالم "همه اوست" جو قائل ۽ سماع سٽندڙ ٻيو ڪو به ڪونه هو. شاه صاحب جڏهن هندو جوڳين جي سنگت مان ويدانت فلاسافي يا "تون هين تون" جي حقيقت معلوم ڪئي ته انهيءَ ساڳي شيءِ کي اسلامي تصوف جي ذريعي به هڪ وڏي مسلمان عالم کان معلوم ڪرڻ گهريائين، جنهنڪري هنگلاج کان موٽندي ٺٽي ۾ اچي مخدوم صاحب جي صحبت ۾ رهيو، اِها سندن سنگت پڇاڙي تائين قائم رهندي آئي. شاه صاحب ٺٽي ۾ ڪيئي دفعا مخدوم محمد معين جي ملاقات لاءِ ايندو ويندو هو ۽ شهر ۾ ٻين به ڪيترن ماڻهن سان سندس ڏيٺ ويٺ هئي ۽ ماڻهن جو منجهس ججهوئي اعتقاد هو.

محمد امين فقير گراڙي ٺٽوي کان نقل آهي ته هڪ دفعي شاه صاحب ٺٽي ۾ مخدوم محمد معين وٽ مقيم هو ۽ اهي ٻئي گڏجي پير پٺي (شيخ حسين ديبلي) جي مقبري تي آيا، توجهه ڪرڻ کان پوءِ جڏهن ٻئي ڄڻا واندا ٿيا ته ٻنهي جو چهرو ملول ۽ غمگين هو. ان کان پوءِ شاه وجهه الدين جي مقبري ڏي متوجهه ٿيا تڏهن اتان ڏاڍي کليل چهري سان خوش خوش ٿي اٿيا. گراڙو فقير، جو ان وقت ساڻ هون تنهن پڇيو ته سائين اهو ڇا هو؟ جو پير پٺي وٽان ڏکويل نمونې ۾ اٿيا ۽ شاه وجهه الدين وٽان خوش ٿي موٽيا، ان جو ڪارڻ ته ڪو هوندو؟

فرمايائون ته 'شيخ پٺي جي روح اسان کي ٻڌايو ته هن وقت خدا جو ڪو به طالب ڪونه رهيو آهي، جنهنڪري اسان کي ڏاڍو ڏک پهتو. ان کان پوءِ شاه وجهه الدين جي روح فرمايو ته هن وقت اوهان جا طالب به ملي سگهندا جي اوهان کان خدا جي طلب ڪندا، ان دلاسي ڪري دل کي آٿت آيو.' (گلشن اولياء، قلمي)

شاه صاحب ۽ علامه مخدوم معين جو پاڻ ۾ ايڏو لاڳاپو هو جو جڏهن مخدوم صاحب جي وفات جو وقت ويجهو آيو تڏهن هڪ دفعي اوچتو شاه صاحب پنهنجي جماعت کي چيو ته هلو ته پنهنجي يار جي پوئين ملاقات

ڪري اچون. پاڻ پٽ تان روانا ٿي ٺٽي اچي پهتا. فقيرن سماع جي صحبت شروع ڪري ڏني. مخدوم محمد معين رحہ تي انهيءَ صحبت جو ايڏو اثر ٿيو جو راڳ جي ذوق واري حالت ۾ مجلس مان اٿي اندر ويو، هڪ پل به نہ گذريو تہ سندس روح جو پکي پرواز ڪري وڃي بهشت جي باغن ۾ رسيو. اهو واقعو سنہ 1160ھ ۾ ٿي گذريو. شاهہ صاحب پنهنجي دوست جي جنازي نماز پڙهائي پٽ ڏانهن روانو ٿي آيو ۽ فرمايائين تہ ٺٽي ۾ مخدوم صاحب ڪري ئي اچڻ ٿيندو هو، ڪانئن پوءِ بس. (تحفت الڪرام)

(4) ٺٽي جو مشهور شاعر ۽ امير سيد محمد عطا امير خاني (وفات 1178ھ) وٽ بہ شاهہ صاحب اچي رهندو هو، ساڻس بہ چڱا تعلقات هئا. تحفت الڪرام مان معلوم ٿئي ٿو تہ هڪ دفعي شاهہ صاحب مير محمد عطا جي اوطاق جي مٿئين طبقي ۾ مقيم هو تہ هڪ مست حبيب شاهہ صاحب نالي مير صاحب جي حويلي جي ڏيڍيءَ ۾ چادر تاڻي اچي سمهي پيو ۽ برابر ٽي راتيون ۽ ٽي ڏينهن اتي ستو پيو هو، جو پاسو ئي ڪونہ اٿلايائين ٿي. ماڻهو ڏاڍا تنگ ٿي پيا. آخر شاهہ صاحب کي هن مست جي ڊگهي سپني جي ماجرا ٻڌائي وئي، جنهن تي شاهہ صاحب مست جي سيرانديءَ کان ويهي چوڻ لڳو تہ، 'مست' هي ننڊ ڪنهن کان سکيو آهين، تو کي جيڪي ننڊ ۾ حاصل آهي سو اسان کي تہ جاڳ ۾ بہ نصيب ڪونہ آهي؟

"انچہ تو در خواب داري مارا در بيداري نيست" (تحفہ)

(5) حضرت مخدوم محمد هاشم ٺٽوي (وفات 1172ھ) جي هڪ تقريب تي شاهہ صاحب سان ملاقات ٿي گذري آهي. مخدوم صاحب جو دين جي رواج ڏيارڻ ۾ ملڪ ۾ ڏاڍو ڏاڪو هو. حاڪم وقت جا سندس چئي ۾ هوندا هئا. خصوصن ميان غلام شاهہ ڪلهوڙو، جو هڪ وڏو ديندار عادل حاڪم ٿي گذريو آهي، تنهن پاران اسلام جي حڪمن رائج ڪرڻ لاءِ مخدوم صاحب ڏانهن پروانا جاري ٿيل هئا. شاهہ صاحب، جو يڪتاري تي راڳ ٻڌندو هو، اها ڳالهہ وقت جي ديندار عالمن ۽ عام ماڻهن کي ڏکي لڳي ٿي، جنهن تي علمائن جو وڏو اجتماع چڙهائي ڪري شاهہ صاحب وٽ لنگهي آيو جن سيني جو سرڪردو مخدوم محمد هاشم صاحب هو.

"لطائف لطيفي" وارو لکي ٿو تہ جڏهن شاهہ صاحب کي عالمن جي آمد جو پتو پيو تڏهن هنن جي احترام کي سامهون رکندي فقيرن کي حڪم ڪيائون تہ جيڪي بہ طنبورا يا سرود ٻاهر پيل هجن سي کڻي اندر ڪنهن

ڪوٺي ۾ بند رکو تہ جيئن دين وارن جي انهن تي اک بہ نہ پوي. رواجي مرحبا ۽ آجيان کان پوءِ شاه صاحب اگرائي ڪري علماءَ سگهورن کان پڇيو تہ: ”جيڪڏهن هڪ اهڙو سلو هجي جنهن مان عام ماڻهن کي فائدي پهچڻ جي اميد هجي پر پاڻي نہ هجڻ ڪري خشڪ ٿيڻ تي اچي بيهي پوءِ جيڪڏهن انهيءَ ٻوٽي يا سلي کي ڪنهن پليد تلاءَ مان پاڻي پياري تازو ڪيو وڃي تہ جائز آهي يا ڇڏي ڏجيس تہ سڙي سڪي وڃي؟“

عالمن سگهورن يڪ زبان ٿي هي جواب ڏنو تہ، ’ جيڪڏهن ان وڻ کي پليد پاڻي بہ ڏنو وڃي تہ ڪوبہ ڏوهہ ڪونہ آهي، ڇالاءِ جو هن کي عام فائدي لاءِ سائو رکيو وڃي.‘ شاه صاحب فرمايو تہ، ’ منهنجي دل ۾ حقيقي عشق جو وڻ اپريل آهي جنهن جي سر سبزي ۽ شادابي لاءِ راڳ پاڻي جو ڪم ڏئي ٿو.‘

”لطائف لطيفي“ وارو لکي ٿو تہ ان سوال جواب کان پوءِ ڏنو ويو تہ ڪوٺيءَ ۾ جيڪي يڪتارا ۽ طنبورا بند پيا هئا، سي از خود وڄڻ لڳا، ڄڻ تہ ڪو ماڻهو ڪين وڄائي رهيو آهي. جنهن تي عالمن ۽ مخدومن کي ڏاڍو غصو اچڻ لڳو تہ هي ڇا ٿي رهيو آهي جو اسان جي هجڻ واري حالت ۾ هي حرڪت ڪئي وڃي ٿي، هوڏانهن اسان شريعت جي عزت رکڻ لاءِ سرودن جي روڪڻ لاءِ آيا آهيون. شاه صاحب جواب فرمايو تہ، ’ان ۾ منهنجو ڪو ڏوهہ ڪونہ آهي، ڏسو وڃي تہ هو پاڻ مرادو وڄي رهيا آهن.‘ جاچ ڪرڻ تي سموري حقيقت حال معلوم ڪرڻ تي ڏاڍي حيرت ۽ اچرج ٿين. ان جي ڪارڻ پڇڻ تي شاه صاحب فرمايو تہ، ’جڏهن عالمن هڪ وڻ جي پليد پاڻي سان پرورش جائز ٺهرائي تڏهن خدا جي قدرت سان طنبورن واڄٽ شروع ڪري ڏنو تہ جيئن منهنجي دل واري درخت کي سيرابي ۽ تازگي رسي.‘

مرزا قليچ بيگ لکيو آهي تہ، ” سازن جي ازخود وڄڻ واري ڳالهہ سمجهہ ۾ نٿي اچي“ اهو مٿيون قصو اصل ۾ مير عبدالحسين سانگي ”لطائف لطيفي“ ۾ آندو آهي ۽ مرزا قليچ بيگ اتان نقل ڪيو آهي. هونئنءَ بہ ملڪ ۾ اهو واقعو عام طرح ورهن کان وٺي مشهور آهي پوءِ سچو آهي يا ڪوڙو، ان جو علم الله کي آهي، ساڳي نموني ۽ ساڳي رنگ جو قصو شاه صاحب ۽ مخدوم ڪهڙن واري جو تاريخ ”آئينہ جهان نماء“ ۾ پڻ ڏنل آهي، جو هيٺينءَ ريت آهي.

(6) مخدوم محمد عاقل رابع پنهنجي ڏاڏي مخدوم محمدي (وفات 1171هہ) جي حالات ۾ لکيو آهي تہ مخدوم محمدي جي زماني ۾ هڪ دفعي حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي ڪهڙن جي ٻاهران ميان سچيڏني اچڻ فقير جي

ڪوه تي اچي منزل ڪئي. جڏهن مخدوم صاحب کي خبر پيئي تڏهن دعوت لاءِ شاه صاحب جي خدمت ۾ ماڻهو موڪليائين، جواب ۾ شاه صاحب هيٺيون بيت چورائي موڪليو:

اڄ نہ آيس آئون، صبح ايندس سپرين،
توتي جنهن جو نانءُ، سو ڪٽي بار کُهين جا.

وعدي موجب، ٻئي ڏينهن، شاهہ صاحب مخدوم صاحب جو اچي مهمان ٿيو. شاه صاحب جي عادت هوندي هئي جو اسر جي ويلي اٿي تهجد جي نماز پڙهندو هو ۽ ان کان پوءِ يڪتاري تي ڪجھ راڳ ٻڌندو هو، سفر ۾ بہ فقيرن جي ٽولي ساڻ هوندي هئس. ڪهڙن جهڙي شريعت واري شهر ۾ شاه صاحب کي مخدوم صاحب جي خليفن عرض ڪيو تہ راڳ سواءِ سرود جي بيشڪ ٻڌي سگهو ٿا پر سرود وڄائڻ جي هن شهر ۾ هرگز موڪل ڪانہ آهي. شاه صاحب اها ڳالھ قبول ڪئي. طنبورا ۽ يڪتارا ڪٺائي هڪ ڪوٺيءَ ۾ بند رکيائون، رات جو تهجد جي نماز کان پوءِ جڏهن شاه صاحب فارغ ٿيو ۽ فقيرن ڳائڻ شروع ڪيو، تڏهن بند ٿيل ڪوٺي مان طنبوري جو آواز بہ اچڻ لڳو. ماڻهن وڃي انهيءَ ماري جو مخدوم صاحب کي اطلاع ڏنو يعني تہ بند ڪوٺي ۾ سرود وڃي رهيو آهي. مخدوم فرمايو تہ اها هڪ نرالي حالت آهي، جنهن سان شرعي قانون لاڳو نہ ٿو ٿي سگهي. ان کان پوءِ شاه صاحب کهڙن ۾ مخدوم صاحب وٽ برابر هڪ هفتو ٽڪيو پيو هو ۽ پاڻ ۾ روح رهاڻيون ڪندا رهيا ٿي. (تاريخ آئينہ جهان نما. قلمي)

هي روايت هڪ وڏو عالم متشرع دينمدار پنهنجي وڏي ڏاڏي جي زماني جي ڪري رهيو آهي، جنهن تي اعتبار نہ ڪرڻ جو اسان کي ڪوبہ حق ڪونہ آهي. باقي لطائف لطيفي واري روايت مشڪوڪ چئي سگهجي ٿي، ڇاڪاڻ جو مرحوم مير عبدالحسين خان ان کي ڪٿان هٿ ڪيو هوندو. ان بابت ڪو صحيح حوالو ڪونہ ڏنو اٿس، اگرچہ ان صاحب روايتن گڏ ڪرڻ ۾ ڏاڍي محنت ورتي آهي ۽ صحت جو لحاظ رکيو آهي. ●

---

● ازان سواءِ عام ماڻهن ۾ هي بہ رواج آهي تہ گذريل زماني ۾ شرعي يا ديني ڪو وڏو معاملو ڪنهن دين جي عالم هٿان تي گذريو آهي تہ ان کي گهڻو ڪري مخدوم محمد هاشم ڏانهن منسوب ڪندا آهن، جيئن ڪعبت الله جي طواف وقت عورتن ۽ مردن کي جدا جدا طواف ڪرڻ جو واقعو مخدوم آدم ٺٽوي جي ذريعي ٿي گذريو آهي، جڏهن هو صاحب حج تي ويل هو، پر ماڻهن ۾ مشهور آهي تہ مخدوم محمد هاشم ائين ڪرايو هو. ساڳي ريت شاه صاحب جي سرودن وڄڻ جو واقعو مخدوم محمدي وٽ مهمان ٿيڻ وقت ٿيو هجي پر پوئين ماڻهن ان کي بہ مخدوم محمد هاشم ڏانهن ڪٽي منسوب ڪيو هجي.

(7) شاه صاحب اتر سنڌ جي سفر وقت درازن جي ڳوٺ ۾ ٻه دفعا آيو هو. پهرين دفعي درازن جي مشهور فقير ميان محمد حافظ عرف ميان صاحب ڏني (وفات 1192هه) سان ملاقات ٿيس. جڏهن هو صاحب شهر کان ٻاهران کٻڙن جي ويڙهه ۾ هڪ گفا ٺاهي رياضتون ڪندو رهندو هو. شاه صاحب کيس فرمايو ته يار کي لڪائڻ نه گهرجي پر کليو کلايو ٻاهر آڻي ڏيکارجي، جنهن تي فقير صاحب ويراڳ مان نڪري ٻاهر آيو، انهيءَ جاءِ تي کوهه کٽايو ۽ مسجد ٺهرائي ويئي آهي. اهو صاحب ڏنو فقير درازن جي مشهور صوفي بزرگ سچيڏني جو ڏاڏو هو.

ٻئي دفعي جڏهن شاه صاحب درازن ۾ آيو تڏهن سچل فقير پنجن ورهن جي ڄمار جو هو.● هن ٻارڙي کي ڏسي ميان صاحب ڏني ۽ سندس فرزند ميان عبدالحق (سچل جو چاچو ۽ مرشد) کي فرمايائين ته هن نينگر کي پڙهڻ جي ڪا گهٽي گهرج ڪانه آهي، اسان جيڪو ڪنو رڌو آهي، ان جو ڍڪڻ هي ڇوڪرو لاهيندو. شاه صاحب جي اها پيشگوئي لفظ بلفظ ٺيڪ نڪتي جو شاه صاحب وحدت الوجود جو مسئلو جنهن رمز ۽ راز سان بيان ڪيو آهي تنهن کي سچل فقير ڪليل الفاظن ۾ پڌرايو آهي. ◆

(8) انهيءَ سفر ۾ راشدي پير صاحبن جي وڏي ڏاڏي سيد محمد بقا لڪياري (وفات 1192هه) سان به شاه صاحب جي واٽ ويندي ملاقات ٿي هئي. جڏهن سيد صاحب جهنگ ۾ ڊور چاري رهيو هو ته شاه صاحب پنهنجن فقيرن جي ٽولي سميت اچي اتان لانگهائو ٿيو. سيد صاحب کلي شاه صاحب کي چيو ته ڇو هيتري خلق خدا جي رلائي خراب ڪئي اٿئي؟ سيد محمد بقا رحه جو هڪ گمنام ڪامل درويش هو، ان جو مطلب هو ته ڏيکاريءَ کان بهتر آهي ته گمنامي ۾ گذارجي. شاه صاحب ورندي ۾ ورايو ته سائين تنهنجي اولاد ۾ اهڙا مرد پيدا ٿيندا جو هن کان گهڻو وڌيڪ خلق کي رلائي خراب ڪندا. آخر ٿيو به ائين جو پير محمد بقا جو فرزند حضرت پير محمد راشد روضي ڌڻي رحه ايڏو بزرگ پيدا ٿيو، جنهن ڏانهن سموري سنڌ جي مسلمانن رجوع ڪيو ۽ لکن جي تعداد ۾ جماعت سندس پوئلڳ ٿي هوندي هئي. ان کان پوءِ پاڳارن جي گاديءَ ايڏو زور ورتو جو سندن مريدن مان حرن جي جماعت جو گادي واري پير ۾ ايڏو اعتقاد هوندو آهي، جو ان جو ڪو به مثال پيش ڪري نٿو سگهجي.

---

● سچل فقير جي ولادت 1152هه ۽ وفات 1242هه.

◆ مقدمه رساله سچل فقير.

(9) جن بزرگن سان شاهه صاحب جون ملاقاتيون ٿيون آهن، تن مان نصرپور جو سيد عنايت الله شاهه رضوي بکري به آهي. سيد عنايت الله فرزند آهي سيد نصر الدين● بکري نصرپوريءَ جو. اهي سادات اصل بکر يا روهڙي جا رهاڪو هئا، جو پوءِ نصرپور ۾ اچي رهيا. سيد عنايت الله سنڌي ٻولي جو عمدو شاعر هو ۽ شاهه صاحب سان سندس ملاقاتيون رهنديون هيون ۽ شاهه صاحب به ڪيترا دفعا نصرپور ۾ آيو آهي. شاهه صاحب کان ڇمار ۾ سيد عنايت الله وڏو هو. شاهه صاحب جي جواني ۽ سير سفر واري زماني ۾ سيد صاحب پير مرد ٿي چڪو هو، هن جو سنڌي ڪلام به شاهه صاحب جي ڪلام جهڙو آهي، مگر هيترو فرق اٿن جو سيد عنايت الله جي ڪلام ۾ پرهيزگاري، موت، قبر ۽ نيڪ ڪمن ڪرڻ جي ٻيچ ڪيل آهي، گناهن کان بچڻ جو ڏس ڏنل آهي، پر شاهه عبداللطيف جي ڪلام ۾ هر رنگ جو مضمون موجود آهي.

نقل آهي ته هڪ زميندار ڏهيسر نالي پليجي سيد عنايت الله رضوي جي بي ادبي ڪئي هئي، جنهن تي سيد صاحب کي ڏاڍو رنج پهتو ۽ سندس واتان بد دعا نڪري ويئي. وڏيري کي پوءِ اچي ڏپ ورايو ۽ شاهه صاحب ان زماني ۾ اتي ڪنهن ويجهي ڳوٺ ۾ آيل هو. وڏيرو ڏهيسر پڇي اچي شاهه صاحب جي پيش پيو ۽ دعوت ڪيائين. وڏيڪ عرض ڪيائين ته سيد عنايت الله مون تي ناراض ٿي بددعا ڪئي آهي، اوهان خير جي دعا فرمايو ته ڪو بچاءُ ٿئي ۽ معاملو رفع دفع ٿي وڃي. شاهه صاحب فرمايو ته سيد عنايت الله خدا وارو درويش آهي، ان سان هر حالت ۾ نيڪي ڪرڻ ضروري هئي، توکان اها غلطي ٿيل آهي. آخر ڏٺو ويو ته اهو ڳوٺ ئي ويران ٿي ويو ۽ ان ۾ ڪوبه ڪونه رهيو.

(10) مٽيارين ۾ مولانا سيد شهمير متعلوي (وفات 1177هه ) شاهه صاحب جي عزيزن مان هڪ وڏو عالم فاضل ۽ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جو شاگرد هو. شاهه صاحب جون ان بزرگ سان به ملاقاتيون ٿينديون رهيون آهن. سيد شهمير شريعت جو نه فقط پابند هو پر شريعت جي حڪمن جاري ڪرڻ ۾ ڏاڍي ڪوشش ونندو هو.

هڪ ڏينهن جو واقعو آهي ته ڪنهن هندوءَ کان ڪو اهڙو لفظ واتان

● سيد نصر الدين شاهه خيرالدين سکر واري جو قادري طريقي ۾ خليفو هو. مخدوم نوح عليه الرحمة جي فرزندن ۽ خليفن سان به صحبتون هيس.

نڪري ويو جو هن کي مسلمان بنائڻ ضروري ٿي پيو ● معاملو سيد شهمير جي پيش ٿيو، سيد صاحب تحقيقات ڪرائي حڪم ڏنو ته هن کي مسلمان بڻايو وڃي، مگر هندو چوي ته منهنجي دل مسلمان ڪانه ٿئي ٿي ۽ اهو اڪر ته مون ڪان اوچتو اچارجي ويو آهي. ماڻهن جا اچي ڪر ڳل ڪني ٿيا، واڻيو رڙيون ڪندو رهيو ٿي ته ايتري ۾ شاهه صاحب اچي اتان لانگهائو ٿيو. خلق جو گوڙ شور ڏسي پڇڻ لڳو ته، ’ هي ڇا ٿي رهيو آهي؟‘ ڪيس سموري ڳالهه ٻڌائي ويئي، جنهن تي پاڻ ماڻهن جي ميڙ ڏي لڙي اندر لنگهي آيو، ڏسي ته ماڻهو واڻئي کي ويڙهيو بيٺا آهن ۽ ڪيس زوريءَ مسلمان بڻائي رهيا آهن. جنهن تي شاه صاحب کي هن ويچاري هندو تي رحم آيو ۽ منيان ٻه لڳس. سيد شهمير رحه کي چيائين ته، ’هي ڇا ڪري رهيا آهيو، ڪنهن ماڻهوءَ کي موچڙن سان ٻه دين تي آڻبو آهي ڇا؟‘ ائين چئي واڻئي کي گوڙ مان ڪهلي ٻاهر ڪڍي آيو، پوءِ اهو واڻيو شاه صاحب جو ڏاڍو ٿورائتو ٿي پيو ۽ شاه صاحب وٽ رهڻ لڳو ۽ مريد ٿيڻ کان پوءِ هو از خود مسلمان ٿي رهيو.

(11) مخدوم صابر ولهاري◆ جو پنهنجي وقت جو وڏو عالم، درويش ۽ نقشبندي طريقي جو مرشد هو تنهن سان ٻه شاه صاحب جي ملاقات ٿي آهي. هڪ دفعي شاه صاحب سفر ۾ هئا ۽ سندس اکيون اُٿي پيون هيون، جنهنڪري اکين تي سائي اڳڙي لڙڪائي ڇڏي هئائون. مخدوم صابر پنهنجي تر ۾ شاه صاحب جي آمد جو ٻڌي سندس ملاقات لاءِ ڪهي آيو ۽ شاه صاحب کي مخدوم ولهاري جو اڳ ۾ ئي نالو ٻڌل هو، جڏهن مخدوم صاحب سندس ڪچهري ۾ اچي ويٺو تڏهن شاه صاحب اکين تان اڳڙي پري ڪندي فرمايو ته، ’اي منهنجون اکيون هي اهڙو ئي آهي نه، جهڙو مون اوهان کي چيو ٿي؟‘ مخدوم صاحب سان هڪ طالب علم مريد ملا حسين نالي ساڻ هو، تنهن کي شاه صاحب جو متيون گفتو نه آوڙيو، پاپائين ته شاه صاحب منهنجي مرشد تي ٽوڪ ڪئي آهي، تنهن شاهه صاحب کي چيو ته، ’اوهان جو والد ته ڪهڙو نه وڏو بزرگ ۽ ديندار درويش هو، جنهن جو ظاهر باطن شريعت سان سينگاريل هو. توهان پاڻ کي ائين ڇو بڻايو آهي، جو الله تعاليٰ

● سنڌ جي مخدومن ۽ عالمن ڪلهوڙن جي حڪومت واري زماني ۾ ڪي اهڙا لفظ قانوني طرح مقرر ڪري ڇڏيا هئا جن کي جيڪڏهن ڪو هندو واتان ڪڍندو هو ته ان تي مسلمان ٿيڻ جي فتويٰ ڏني ويندي هئي.

◆ مخدوم صابر ولهاري جو مقبرو ٽنڊو الهيار تعلقي ۾ آهي.

جي نعمتن کان محروم رهجي، ڪٿو ڏيکيو گهمندو وتين ٿو ؟' شاهه صاحب فرمايو تہ، مخدوم صاحب آهي گلاب جو گل جنهن جي بوءِ کان دماغ کي تازگي پهتي آهي پر گل سان ڪنڊا بہ ٿيندا آهن جي پيا چڀندا آهن. پوءِ هيٺيون بيت فرمايائون:

پنوهارڪي پهي، جو هوند چڪيائين،
تہ ميهار ڪي مهي، ساجهر چڏيائين.

پاهي (پهي) معنيٰ ٻاڪري چِڏي جهڻ، مهي، معنيٰ گهاٽو ڏڌ. شعر جو مطلب آهي تہ جيڪڏهن پنهوارن جي ٻڪرين جي چِڏي لسي چکي ها تہ مينهن جي گهاٽي مهي وسري وڃيس ها. يعني تہ جيڪڏهن الله تعاليٰ ڪارڻ نابودي ۽ عاجزي قبول ڪري تہ هوند سندس وڏائي ۽ گيرپ ۽ گاءُ سڀ چڏي وڃيس ها.

(12) شاهه صاحب جي گهاٽن دوستن مان مخدوم دين محمد صديقي سيوهاڻي بہ آهي (وفات 1192هه ). شاهه صاحب سيوهڻ ۾ مخدوم دين محمد صديقي وٽ تمام گهڻو وقت اچي رهندو هو ۽ پاڻ ۾ رهاڻيون ڪندا هئا. مخدوم دين محمد هڪ وڏو عالم، صوفي ۽ سهروردي طريقي جو درويش هو ۽ شاهه صاحب قادري طريقي جو عارف هو. مخدوم صاحب شرعي حڪمن جو بہ ايڏو پابند هوندو هو، جو ميان نور محمد ڪلهوڙي کي شرعي فيصلن ۾ ڪائنس مشورو يا فتويٰ وٺڻي پوندي هئي. شاه صاحب جي ايڏي وڏي شرعي عالم سان ايڏي محبت هئي جو هڪ دفعي هڪ ٻئي جون دستارون بدلائي ڏيکيائون ۽ پاڻ ۾ پڳ مٽو يار بڻيا هئا.

(انهيءَ مخدوم دين محمد جو هڪ فرزند مخدوم عبدالواحد سيوستاني ٿي گذريو آهي، جنهن جي فتويٰ تي اڄ تائين سنڌي مسلمان عمل ڪندا رهن ٿا).

(13) حضرت شاهه عبداللطيف جي مخدوم عبدالرحيم گروهڙي مجذوب موحد بزرگ سان بہ ملاقاتيون ٿينديون رهيون آهن. چون ٿا تہ شاه صاحب جي تبرڪات مان گروهڙ جي خاندان ۾ اڃا تائين هڪ پيالو موجود آهي.

(14) شاه صاحب جي اصلي ڳوٺ ڪوٽڙي مغل ۾ هڪ هندو صوفي مدن نالي رهندو هو، جنهن سان شاهه صاحب جي گهري دوستي هئي. مدن ڀڳت سنڌي جو شاعر بہ هو. هڪ لڳي شاهه صاحب مدن ڀڳت کي چرچو ڪري چيو تہ:

حشر ويل حساب ۾ ڪافر ڪيئن ڪندا؟

سوال ڏاڍو مزيدار هو. مدن ڀڳت ورندي ڏني تہ سائين ان جو جواب ڪنهن ٻئي ويلي ڏيندس. سگهو ئي هي ٻئي ڄڻا سنڌو ندي جي ڪنهن پتڻ تي پهتا. پاتڻي ٻيڙي ڏڪي اڳيرو ئي چڪو هو. مدن ڀڳت سڏ ڪري چيس تہ اسان ٻنهي کي چاڙهي هل تہ توکي رواجي پتڻ ڪان ٻيڻو پتڻ ڏينداسون. انهيءَ تي پاتڻي هرکي پيو ۽ ٻيڙيءَ کي موڙي موٽي آيو ۽ ٻنهي کي ٻيڙيءَ ۾ ويهاريائين. اتي مدن ڀڳت شاهہ صاحب کي چيو تہ سائين اوهان ڪنهن وقت مون کان پڇيو هو تہ:

حشر ويل حساب ۾ ڪافر ڪيئن ڪندا؟

ان جو جواب اڄ اوهان کي ملي ويو. يعني تہ :

هٿ جني جو هيئن، سي پهرين پتڻ پار پيا.

يعني تہ جن جو هٿ ڇوٽ آهي ۽ سخي مرد آهن يا جن جا گناهن کان پلؤ آجا آهن ۽ پنهنجي ڏني مان خلق خدا جي خدمت چاڪري ڪندا رهن تا تن جو حشر ويل حساب سولو ٿي پوندو.

مدن ڀڳت جا ٻيا بہ ڪي بيت رچيل آهن، جهڙوڪ:

(1) ميان، پرائي ملڪ ۾ گهٽي بڪ مَ بڪ،
اڳيان رائر وتندءِ روڪڙ، حاڪماڻو حق،
تڏهن مدن ڇٽي مرڪ، جڏهن ڪنڌو ڏيئي خلاص ٿئين.

(2) ڪالهہ پڻ ڪالهہ هئي، اڄ پڻ ڏينهن ٻيو،
مڙهيءَ ۾ مدن ڇوي، ويهي ڪانگ ويو،
جنهن ۾ ماڻ پيو، سا راهہ رهندي ڪيترو.

دنيا جي فنائيت ۽ آخرت جي حساب تي هڪ هندو صوفي جا هي بيت پوري توجهہ ڪرڻ جي لائق آهن.



## فصل ستون

# شادي ۽ پيٽ جي آبادي

## شادي

نوجوانيءَ جي زماني کان وٺي شاه صاحب کي زال ذات سان ڪانه پيل هئي، نه وري ڪڏهن پنهنجي والد کي شادي جو ارادو ڏيکاريندڙ هو. پئي پور کان پوءِ جڏهن ڪوٽڙي مغل • ۾ اچي ويٺا ته اتي جو زميندار مرزا بيگ مغل ارغون شاه صاحب جي والد سيد حبيب جو ڏاڍو معتقد ۽ ارادتمند ٿي پيو. وقت بوقت دعائون پنندو ۽ سيد صاحب جي خدمت ڪندو رهندو هو. گهر ۾ ڪو ياتي بيمار ٿيندو هو ته سيد حبيب کان جهاڙ ڦيٽو وجهائيندا ۽ تعويذ ڦل لڪائي ويندا هئا. هڪ دفعي مرزا بيگ مغل جي وڏي نياڻي بيمار ٿي پيئي، مرزا جي جاءِ تان سيد حبيب کي ماڻهو وٺڻ لاءِ آيو. ان وقت سيد حبيب سڪالو ٿي پيو هو، جنهنڪري پنهنجي فرزند شاه عبداللطيف کي چيائين ته، 'تون وڃي مرزا جي حويلي تي دعا ڪري اچ.' شاه صاحب حڪم مجي مغلن جي حويلي تي پهتو. نينگري ڪپڙن ۾ ويڙهجي سيڙهجي سمهيل هئي ۽ منهن به ڍڪيل هوس. مغل اميرن ۾ پردي جو سخت انتظام هوندو هو، جو ڪوبه ڌاريو ماڻهو سندن گهر وارن جي منهن ته نه پئجي سگهندو هو پر مجال آهي جو ڪو چائنٺ به ٽپي سگهي. سيدن سان اعتقاد ڪري اها خاص مُروَت ڪندا هئا جو حويلي ۾ اچڻ ڏيندا هئا. نينگري جو منهن ڍڪيل هو فقط چيچ جهلي شاه صاحب فرمايو ته:

جنهن جي آڱر سيد هٿ ۾، تنهن کي لهر نه ڪو لوڏو.

هن جي معنيٰ ظاهر هئي ته هن نينگري جي هٿ کي سيد کان سواءِ بيو ڪوبه هٿ ڪونه لاهيندو. اهو اٽسڌي طرح سڱ گهرڻ جو اشارو هو. مغلن کي اها ڳالهه ڏاڍي ڏکي لڳي ڇو ته جن جي حويلي جي ڪو ڌاريو مرد

• ڪوٽڙي مغل جو ڳوٺ هالا تعلقي ۾ ڀٽ کان 5 ڪوه پري آهي، هي ڳوٺ هاڻي ويران ٿي ويو آهي، ڪجهه نشان دڙن جي صورت ۾ موجود آهن.

چانئث بہ نہ لتاڙي سگهندو هو تن کان مسڪين سادات جو سگ گهرڻ وڏي ڳالهہ تي گذري، هنن لاءِ اها هڪ گار هئي. جنهنڪري مغلن جي شاهہ صاحب سان دشمني ٿي پئي، بلڪ هن پيڙي عارف ڪامل سيد حبيب سان جيڪو اعتقاد هو، سو بہ ويندو رهيو. سيدن کي ڏاڍو ستائڻ ۽ تنگ ڪرڻ لڳا. هوڏانهن شاه صاحب اڻ ڏٺي ماڻهو جي عشق ۾ مخمور ۽ مست ٿي جهنگل جبل جهاڳيندو ڪشالا ڪڍندو ۽ رياضتون ڪندو رهيو ٿي. ماڻهن ۾ شاهہ صاحب جو مرزا بيگ مغل جي نياڻي تي نينهن جو قصو مشهور ٿيندو ويو ٿي. هن پاڪ عشق جو آواز پري پري پهتو ٿي، جنهنڪري مرزا صاحب بدنامي ڪري وڏيڪ خارون کاڌيون ٿي. انهيءَ واقعي کي مرحوم مير سانگي فارسي نظم ۾ هيٺين ريت بيان فرمايو آهي:

بڪبسارو بصحرا و بہ بيشہ،
ز جوش عشق ميگر ديد آن شہ،
چوگشتہ در رياضت شاه مسرور،
بدنيا عشق پاڪش گشت مشهور،
ازان مي سوخت مرزا بيگ بسيار،
همين پيچيد برخود چون سيہ مار.

مغلن جي اڻ-سهائي ۽ مخالفت کان تنگ ٿي اتان لڏي ڳوٺ جي لڳ جدا پاڙو پڌي وڃي رهيا، جنهن جا اجا تائين ڪجهہ نشان موجود آهن.

انهيءَ اٿبٺت کي ڪيترا ڏينهن گذري ويا تہ هڪ ڏينهن اوچتو، دل قوم جا ڌاڙيل، مرزا بيگ مغل جي حويلي تي ڪاهي آيا. مرزا پاڻ اتي ڪونہ هو، پوءِ اتان ڌاڙيل سمورو مال، اسباب زر زيور ڦري، مرزا بيگ جو خانو خراب ڪري روانا ٿي ويا. مرزا بيگ موٽي اچي ڪاري وارن ڪکن تي بيٺو. مڙس جو هوش اڏري ويو. پوءِ پنهنجن سنگتين ساٿين جو ڪٽڪ ڪاهي ڌاڙيلن کان وير وٺڻ لاءِ اٿي روانو ٿيو. شاهہ صاحب کي تہ اندروني لگن لڳل هئي ۽ مغلن سان همدردي ۽ محبت هني ۽ سندن پاڙيچو بہ هو، جنهنڪري فقيرن جي فوج وٺي اچي مرزا وٽ حاضر ٿيو ۽ کيس چيائين تہ اوهان اگرچہ اسان کان ڏمريل ۽ ڏکويل آهيو ۽ اسان کي ايذاءَ بہ رسايا اٿو، پر هن ڏکي ويلي اسان جو فرض آهي تہ اوهان جي ايمانداري سان امداد ڪريون. جيڪڏهن ويڙهہ ۾ اسان ڏانهن وارو وريو تہ ان ۾ اوهان جو شان مان آهي، جيڪڏهن آئون هن جهيڙي ۾ مارجي ويس تہ بہ اوهان جو فائدو آهي، چو تہ مون کان

جيڪا ناراضگي اتوَ سا ان ريت ختم ٿي ويندي.'

مگر مرزا بيگ هڪ مغرور امير هو. شاهه صاحب کي نهايت حقارت سان جواب ڏيندي چيائين ته، 'اوهان جي امداد جي ڪا گهرج ڪانهه آهي، اسان پاڻ مرد آهيون، پاڻهي پيا منهن ڏيئي مقابلو ڪنداسين.' شاهه صاحب وري منٿ ڪئي، پاڙي جو ننگ وڌائين، مگر هو هوڏي مڙس، مجال جو پنهنجي هوڏ ۾ هٺ تان هيٺ لهي. آخر شاهه صاحب کي گتا لفظ ڪڍيائين ۽ کي ويڻ ڏيئي هڪالڻ لڳو، جنهن تي هن نماڻي درويش جي جمالي طبيعت جلاليت ۾ بدلجي پيئي ۽ پاراتي وانگي هڪ تڪ چيائين:

بيگ تنهنجي بيگي ڪونڙي ۾ ڪانهه،
اتم آس الله ۾ دل مارني مانهه.

شاهه صاحب جو اهو چوڻ نه گتو ۽ تير پنهنجي پوري نشان تي وڃي ويٺو. ٿيو ڇا جو مرزا بيگ مغل دلن ڏاڙيلن جي مقابلي ۾ مارجي ويو ۽ وڏي جي وفات ڪري مغلن جو سمورو گهر ويران ٿي ويو. اهو واقعو سال 1124هه ۾ ٿي گذريو، جڏهن شاهه صاحب جي ڄمار اڄا 22 سالن جي هئي. مرزا مغل جي پونئر مان فقط هڪ پٽ هو ۽ ٻيون هيون فقط زالون. انهي وڏي حادثي کان پوءِ مغلياڻين کي اچي وهم ويٺو ته جا ڪجهه اسان جي خانه خرابي ٿي رهي آهي سا شاهه صاحب جي ناراضگي ڪري آهي، جنهن تي هو ماڻهو موڪلي نه فقط معافي گهرڻ لڳيون، پر سموري خاندان جي سنڀال جو بار به سندس حوالي ڪرڻ جو نياپو موڪليائون ۽ سڱ به سچي دل سان آڇيائون. شاهه صاحب، جو صلح جو ڪانکي هو، تنهن چوراڻي موڪليو ته، 'سڱ قبول آهي، باقي ٻيو بار پاڻ تي هموار ڪرڻ مناسب نه آهي.' آخر شاهه صاحب جي مرزا بيگ مغل جي نياڻي سان شادي ٿي، جنهن جو نالو هو بيبي سعيده بيگم جنهن کي شاهه صاحب جا مريد ۽ معتقد، 'تاج المخدرات' جي لقب سان سڏيندا هئا، يعني ته پردي وارين عورتن جو ڇٽ يا سر تاج سائڻ.

تاج المخدرات هڪ وڏي امير جي گهر جي نينگري هئي. هاڻي هڪ فقير سيد جي گهر ۾ آيل هئي، مگر ان هوندي به پنهنجي هٿ سان گهر جو ڪم ڪار ڪندي هئي ۽ نماز روزي جي سخت پابند هئي. قرآن شريف جي تلاوت روزانو ڪندي رهندي هئي، مطلب ته جهڙو هو شاهه صاحب عابد، زاهد ۽ متقي پرهيزگار تهڙي کيس بيبي ملي. الطيبات للطيبين (قرآن) پاڪ عورتون پاڪ مردن لاءِ هونديون آهن.

ڳوٺ ڪوٽڙي مغل ويران ٿي رهيو هو جنهنڪري شادي کان پوءِ شاه صاحب ڪوٽڙي مان لڏي. ”ڀٽ“ جي آبادي ڪرڻ ۽ اتي ويهڻ جو ڪم هٿ ۾ ڪنيو.

تاج المخدرات مان شاهہ صاحب کي اولاد ڪونہ ٿيو. ڪن مهينن کان پوءِ اميدواري ٿي جنهن تي حويلي ۾ سرهائي ۽ خوشي جي لهر لڳي ويئي. هڪ ڏينهن هڪ فقير، شاه صاحب جي خدمت ۾ تکو تکو ڊڪندو ۽ سهڪندو آيو، جنهن تي شاهہ صاحب فرمايس تہ، ’ڀيو تہ خير آهي جو ايڏي ڊڪ ڊوڙ ۾ لڳو پيو آهين.‘ فقير عرض ڪيو تہ سائين! ڀيو مڙيئي خير آهي اندر بيبي صاحبہ کي اميدواري آهي، پاڻ پلي ڪائڻ جي خواهش ڏيکاري هئائون، جنهنڪري آئون پراهين هنڌ تان پلو وٺي ڊوڙندو اچي پهتو آهيان. شاهہ صاحب هڪ خدا وارو درويش هو تنهن کي ان تي ٻچان لڳي، فرمايائين تہ” اولاد اچا چائو ئي ڪونہ آهي تہ فقيرن کي رلائي ٿو، پوءِ جي ڄمندو تہ الاهي کهڙا کلور ڪندو، مون کي اهڙي ٻار جي گهرج ڪانہ آهي. الله الله ڪندڙ فقير سڀ منهنجو اولاد آهن.“ ان کان پوءِ کي چون ٿا تہ بيبي کي کهاءُ ٿيو يعني ڇڪي آئي، ڪن جو چوڻ آهي تہ ٻار ڇپي پيو. •

گلشن اولياءَ ۾ لکي ٿو تہ:

حضرت شاهہ صاحب کي پنهنجي مغل بيبيءَ سان ڏاڍي محبت ۽ پيار هو. امير گهراڻي جي هجڻ ڪري هن جو ڏاڍو خيال رکندا هئا. جڏهن بيبيءَ کي اميدواري ٿي تڏهن بيبيءَ کي ڏاڍي خوشي ۽ مسرت حاصل ٿي. هڪ ڏينهن گهر جي ٻڍڙي فقيرياڻيءَ تي بيبي اهڙو ڪاوڙي جو هن مسڪين فقيرياڻيءَ کي ڏاڍو ڏک پهتو. اها ڳالهہ حضرت شاهہ صاحب جي خاطر تي بہ ڏاڍي ڏکي لڳي. بيبي صاحبہ کي فرمايائون تہ، ’اوهان کي جا ٻار سرجڻ ڪري سرهائي سپچي آهي ان ڪري ايڏي بيپرواهي پيدا ٿي آهي ڇا، جو فقيرياڻين کي رنجائڻ کان بہ نٽا رهو؟ مون کي اميد آهي تہ اهو خوشي جو ڪارڻ، اوهان کي ڪڏهن بہ پيدا نہ ٿيندو.‘ پوءِ ڇا ٿيو جو مهيني جي پهرين تاريخن ۾ پيٽ ۾ ٻار چرندو پرندو هو ۽ پوئين تاريخن ۾ خشڪ ٿي ويندو هو. آخر ائين ئي پيٽ ۾ ٻار سڪي ويو ۽ پيدا نہ ٿيو.

رسالي ”گلشن اولياءَ“ مان هي بہ معلوم ٿئي ٿو تہ شاهہ صاحب جي حياتي مبارڪ ۾ ئي سندن بيبي تاج المخدرات وفات فرمائي ويئي هئي ۽ ان

• اهو نقل ”احوال عبداللطيف“ ۽ ”مقدمہ لطيفي“ ۾ آيل آهي.

ڪان پوءِ وري شادي جي ڳالهه ئي نہ ڪيائون، ڇاڪاڻ تہ پاڻ شادي ڪان گھڻو پڇندا هئا ۽ فقيرن کي بہ هدايت ڪندا هئا تہ جيتري قدر ٿي سگھي تہ ياد خدا وارو زمانو شادي جي جنجل ڪان جيءَ کي آجو رکندا اچن. پاڻ تہ همہ تن ياد الاهي ۾ محو ۽ مست هئا، تنهنڪري ايڏانهن سندن توجهہ ئي ڪونہ ويندو هو، بلڪ سندن ڏاڏي سيد عبدالڪريم بلڙي واري جي رنگ ۾ اگرچہ ظاهر ۾ شادي ٿيل هئي پر شادي جي جهنجهٽ ۾ پاڻ کي ڦاسڻ نہ ڏيندو هو.

شاہ عبدالڪريم "بيان العارفين" ۾ پنهنجي پرڻي جو هن ريت بيان ڪيو آهي تہ:

"آئون پرڻي ڪان پوءِ پنهنجي بيبيءَ ڪان دل جو دل ۾ اهڙو ناراض رهندو هوس جو ڏني ئي نہ وڻندي هئي. گھر ۾ پير پائيندو هوس تہ ائين پائيندو هوس تہ ڄڻ دوزخ ۾ پير ڌريو اٿم. ان هوندي بہ پنهنجي بيبيءَ اڳيان ڪڏهن بہ پنهنجي رنجش جو اظهار نہ ڪيم ۽ اولاد بہ تمام گھڻو ٿيندو ويو، اها دل جي ماجرا بيبيءَ کي تہ معلوم نہ هئي پر ٻئي ڪنهن بہ ماڻهوءَ سان اندر جو حال نہ اوريم. ڇاڻندڙ ٿو ڄاڻي تہ منهنجي دل ۾ ڇا وهندو واپرندو هو. ظاهر ۾ هي حال هو جو ڪڪرالي پر ڳڻي مان هڪ پائلي بہ ملندي هئي تہ اها ڳنڍ ٻڌي آڻي بيبيءَ کي ڏيندو هوس تہ ائين نہ سمجهي تہ ڪو آئون ڪيس نٿو پانيان، پر هي سمجهي تہ ويچاري کي چار آنا مليا آهن تہ اهي بہ پيار وچان منهنجي اڳيان آڻي رکيا اٿس. جيستائين جيئري هئي، تيستائين ڪنهن سان بہ اهو احوال ڪونہ اوريم، هاڻ جڏهن مرهيات مري ويئي آهي تڏهن اهي اکر واتان نڪتا اٿم."

حضرت شاہ عبداللطيف جو بہ ساڳيو حال هو. بيبي وڏ گھراڻي جي گھر ۾ هئي. سلڇڻي، سگھڙ ۽ عابده، زاهده، گھڻي انتظار ڪان پوءِ اميدواري ٿي آهي، ناز برداري جو وقت آهي. پر ٿئي ڇا ٿو جو هڪ فقير کي تڪليف پهچي ٿي يا هڪ پيڙي فقيرياڻي ناراض ٿئي ٿي تہ شاہ صاحب جي سموري ظاهري محبت غائب ٿي وڃي ٿي، انسان ذات جي خدمت ۽ ٻاجهہ وارو جذبو، سندس نفساني محبت تي غالب پئجي وڃي ٿو ۽ بيبي صاحبہ جي سموري سرهائي ختم ڪرائي وڃي ٿي.

بيبي صاحبہ جي وفات ڪان پوءِ، پٽ جي آسپاس وارن وڏن ماڻهن، ڏيرن ۽ ڪيبرن شاہ صاحب جي خدمت ۾ عرض ڪيو تہ جيڪڏهن سائين جن جي خواهش هجي تہ اوهان جي لائق موجب شادي جو بندوبست ڪيو وڃي تہ

من کو پونير پيدا ٿي پوي. شاهه صاحب انڪار ڪندي جواب ۾ فرمايو ته، 'بابا، اسان ڪان هاٿي پارن جو گونهه مُٺ ميڙيو نه ٿيندو.' (گلشن اولياءَ)

حضرت مولانا عبيدالله سنڌي رحه جو ارشاد آهي ته:

”هڪ باڪمال ۽ فنا في الله بزرگ جي، پنهنجي زال سان زال مڙس واري لاڳاپي جو هن ريت مثال آهي، 'جيئن هڪ وهنڌڙ وڏي پاڻي ۾ ڪٽي پٿر اڇلائجي ته اهو پٿر ٿوري دير لاءِ پاڻيءَ جي يڪ وجودي ۾، ڪجهه فرق پيدا ڪندو' پر گهڙيءَ ڪان پوءِ، پاڻي پاڻ ۾ ملي ساڳئي دستور موجب هڪ ٿي ويندو. اهڙي طرح هڪ عارف تي به پنهنجي عورت سان صحبت وقت، ٿوري ڀي حالت پيدا ٿئي ٿي، مگر ان ڪان پوءِ سندس حالت ساڳي قائم رهي ٿي جا اصلي اٿس. مطلب ته هڪ خدا واري انسان کي 'دنيا يا عورت' پاڻ تي موهي ويسلو نٿي بڻائي سگهي.

## ڀٽ جي آبادي

ڀٽ جو ڳوٺ ، هالن ڪان ٻن ڪوهن جي پنڌ تي آهي. ڳوٺ آباد ٿيڻ ڪان اڳ ۾ هڪ وڏو واريءَ جو دڙو هو، جنهن جي چؤ طرف گهاٽو جهنگل ۽ پاڻيءَ جون ڇڇون ۽ ڇرون هيون، جتي ماڻهو پنهنجو مال چاريندا رهندا هئا. ڀٽ تي به ڪٻڙن ۽ آسرنهه جي وڻن جا جهنگ جهڳٽا لڳا پيا هوندا هئا. شاهه صاحب شروع جواني ۾ ڪڏهن ڪڏهن ڀٽ تي اچي راتين جون راتيون رهي، رياضتون ڪندو ۽ ذڪر قلبي پچائيندو هو ۽ انهيءَ مڪان سان خاص دلي موهت ۽ محبت هوس.

چون ٿا ته شاهه صاحب جي ڏاڏي حضرت شاهه عبدالڪريم جو حضرت مخدوم نوح عليہ الرحمت سان محبت ۽ اعتقاد جو لاڳاپو هو. بلڙي مان ڪشالا ڪري، مخدوم صاحب جي ملاقات لاءِ، هالا ايندو ويندو هو ۽ روحاني رهاڻيون ڪري، پوءِ واپس ويندو هو. هڪ دفعي، سيد عبدالڪريم مخدوم صاحب جي ملاقات لاءِ آيو ٿي ته اچي انهيءَ ڀٽ جي ويراني وٽ مانجهاندو ڪيائين. فقيرن کي حڪم ڏنائين ته ڀٽ جي ڪنهن ٽڪري جو جهنگ ۽ گاهه ڪپي صاف ڪريو، ان ڪان پوءِ اتي ظهر (اڳين) جي نماز، جماعت سان ادا ڪيائين. جماعت کي ٻڌايائين ته، 'منهنجي اولاد مان ڪو، مرد مولا جو هن ويراني کي اچي وسائيندو.'

شاهه صاحب جڏهن ڪوٽڙي مان ڪڪ ٿيو ۽ اهو ڳوٺ نابود ٿيڻ

لڳو، تڏهن اچي پٽ جي اڏاوت کي لڳا. سڀ کان پهريائين پٽ جي هيٺان پنهنجي پاتين لاءِ هڪ ڪچو گهر ٺهرائي پوءِ پٽ جي واريءَ کي هموار ڪرڻ لاءِ، پڪي چيڪي مٽي ڍوئي، واريءَ تي وجهڻ جو ڪم شروع ڪيائون. فقيرن کان سواءِ ٻيا بہ سوين ماڻهو، رات ڏينهن انهيءَ ڪم کي جنبي ويا. ڪيترن ڏينهن جي پورهئي کان پوءِ ، واريءَ کي پڪيءَ مٽيءَ سان ڄمائڻ جو ڪم پورو ڪيو ويو، جتي سڀ کان پهريائين مسجد جو بنياد رکيائون ۽ پنهنجي والد لاءِ، جدا گهر جوڙايائون ۽ پنهنجي حويلي لاءِ هڪ وڏو حجرو جوڙايائون. فقيرن جي گهرن ۽ رهڻ لاءِ پنهنجي عصا سان ليڪا پائي، حدون مقرر ڪري ڏنائون. ان ريت هي متبرڪ مڪان آباد تي ويو.

جڏهن پٽ جي دڙي کي پڪي بنائڻ لاءِ، سوين ماڻهو پنهنجي مٿن تي مٽي ڍوئيندا ۽ ڪم ڪندا رهيا تي، تڏهن هالن جو سجاده نشين مخدوم صاحب شڪار جي ارادي سان پنهنجي عملي سميت اچي اتان لانگهائو ٿيو. پڇيائين تہ، 'هي ڇا تي رهيو آهي جو هيترا فقير محنت جي مصيبت ۾ مارجي رهيا آهن.' عرض ڪيو ويو تہ پٽ ٺهي رهي آهي. ان تي مخدوم صاحب فرمايو تہ، ”پٽ ڏيندي ٺٽ،“ لطيفي فقيرن جڏهن اهو گفتو ٻڌو تڏهن ڏاڍو ڏک ٿين. شاهہ صاحب اها ڳالهہ معلوم ڪري، فقيرن کي چيو تہ، 'مخدوم صاحب تہ اسان کي دعا ڪري ويو آهي، ڇو تہ ٺٽ تہ ڊائو ماڻهو ڏيندو آهي، اسان جي پٽ بہ آباد ٿيندي ۽ ڊائجي ويندي'.

انهيءَ موقعي تي هڪ فقير هي بہ عرض ڪيو تہ مخدوم صاحب کي جيڏو دٻدٻو، تجمل ۽ ٺاٺ آهي، جيڪڏهن سائين جن کي بہ هجي ها تہ هوند ههڙا مهڻا ڪونہ سهجن ها. پاڻ فرمايائون، 'اها شيءِ اسان جي پوئين گاديءَ وارن کي حاصل ٿيندي، پر هنن وٽ اها دولت ڪانہ هوندي جا هن وقت آهي. درياءُ مائيٺو هوندو تہ ان مان گهرجائن جي پورت ٿيندي آهي، پر اٿل واري حالت ۾ تہ ڇيهو ۽ نقصان آهي، نہ ٻيو ڪجهہ.'

حضرت شاهہ صاحب مسجد جي تعمير جو ڪم پاڻ پنهنجن هٿن سان بہ ڪندو رهندو هو. فقير وڏا ڦوڙ آڻي مسجد جي صحن ۾ اڇلائيندا هئا ۽ پاڻ انهن کي وٺوهڻن سان ڪٽي همواري ۽ برابري جو پورهيو ڪندو رهندو هو. هڪ ڏينهن انهيءَ ڪم ۾ لڳو پيو هو تہ هڪ مسافر اچي سندن خدمت ۾ حاضر ٿيو، جو حج جي سفر لاءِ سنيري نڪتو هو. حضرت شاهہ صاحب جي نوراني صورت ڏسي معتقد ٿي پيو. پاڻ جو ڦوڙن ڪٽڻ واري رياضت ۾ لڳل

هئا تنهن کي ڏسندي ان مسافر پنهنجي هڙ مان هڪ پٿر ٽڪرو ڪڍي شاهه صاحب جي خدمت ۾ پيش ڪندي عرض ڪيو ته هي پارس پٿر آهي، جو لوهه کي لائبو ته سچو سون ٿي پوندو. شاهه صاحب انهيءَ پٿريءَ کي هٿ ۾ ڪٽي قادر جي قدرت جو تماشو ٿي ڪيو ته ايتري ۾ اها سندن هٿ مان ٿڙڪي هيٺ رکيل هڪ ڪهاڙيءَ تي وڃي پيئي جا هڪدم سون بڻجي ويئي! شاهه صاحب انهيءَ ڪهاڙي جي مٿي سان پٿر پچندو رهندو هو. اهو واقعو ڏسي پاڻ فرمايائون ته دولتمندن جي سنگت مان نقصان کان سواءِ ٻيو ڪجهه به هڙ حاصل ٿيڻو نه آهي. جنهن ڪهاڙيءَ سان مسجد جي صحن جو ڪم ڪري رهيو هوس اها منهنجي بيڪار بڻائي ڇڏيائين. پاڻ انهيءَ ڪهاڙيءَ ۽ پارس پٿر کي هڪ اڳڙي ۾ ويڙهي هڪ ڪنڊ ۾ رکائي ڇڏيائون.

اهو حاجي مسافر ڪيتري مدت کان پوءِ جڏهن حج جو فرض ادا ڪري سنڌ ۾ آيو، تڏهن مرشد رهبر جي ديدار فيض آثار جو شوق دامنگير ٿيس. هن کي گمان هو ته پارس پٿر ملڻ کان پوءِ شاهه صاحب وٽ سمورو اميراڻو ٺاٺ موجود ٿي ويو هوندو پر جڏهن ڪين درويشاڻي حالت ۾ اڃي ڏٺائين ته ڏاڍي حيرت وٺي ويس. شاهه صاحب جي اشاري سان هڪ فقير اها پٿري ۽ ڪهاڙي حاجي مسافر جي اڳيان آڻي حاضر ڪيا. فرمايائون ته، 'ادا! اسان کي تنهنجي هن شيءِ مان ڪوبه فائدو ڪونه پهتو آهي. هاڻي پنهنجي امانت پاڻ سان کنيو وڃ!' هن ويچاري ڏاڍيون منٿون ڪيون ۽ پارس جون خاصيتون ٻڌايون پر پاڻ ان کي ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيائون. ●

---

● پارس پٿر، اڪسير، ڪيميا ۽ گوگرد احمر وغيره هڪ ئي شيءِ جا جدا جدا نالا آهن. انهن جو دنيا ۾ وجود آهي يا فقط وهمي نالا آهن؟ ان بابت ڪن جو چوڻ آهي ته فقط ڳالهيون ئي ڳالهيون آهن ۽ ڪن جو چوڻ آهي ته وجود آهي. جيئن ته لوهه يا ٽامي مان سون ٺهڻ جا تجربا ٿيل آهن مگر اهي شيون ڪنهن خوشنصيب ماڻهوءَ کي حاصل ٿين ٿيون. سنڌ ۾ اڳ اهڙا ڪيترا ماڻهو گذريا آهن جي ڪيميا جي فن مان علمي طريقي سان واقف هوندا هئا مگر هاڻي ڪوبه اهڙو ڪونه آهي جو صحيح طريقي تي ان کي ڄاڻندو هجي. سنڌ جي مشهور عالم حڪيم سيد محمد وفا لکوي جو ان فن تي هڪ بي نظير ڪتاب لکيل آهي جو هو صاحب ان جو وڏو ماهر ۽ ڄاڻو هو. هن نقل ۾ "پارس پاهڻ" جو لفظ ڪم آيل آهي، پر اڪسير يا ڪيميا جي نسخي جو لفظ ڪم نه آندو ويو آهي، هن ڪري جو شاهه صاحب واري زماني ۾ ڪيميا جي نسخي کي ماڻهو پارس پٿر جي صورت ۾ تصرف ڪندا هئا. هڪ شاعر جو قول آهي ته :

آهني ڪه به پارس آشنا شد،
في الحال بصورت طلا شد. ◀◀

شاهه صاحب جي خاص حاجي تمر فقير کان نقل آهي تہ جڏهن ڀٽ جي مسجد شريف جو ڪم شروع ڪرايائون، تڏهن ڪاريگرن کي فرمايائون تہ مسجد شريف جو بنياد مسجد نبوي عليہ الصلوات والسلام جي نموني تي هجڻ گهرجي. وڏي اوستي عرض ڪيو تہ. سائين ڏسڻ کان سواءِ ان نموني تي ڪيئن مسجد تعمير ٿي سگهندي؟' فرمايائون تہ. ' ڀلا ڏسڻ کان پوءِ ٺاهي سگهندين؟' چيائين تہ هائو سائين! اوستي کي ارشاد ٿيو تہ 'اکيون ٻوٽ'، هن اکيون ڪٽي ٻوٽيون تہ سمورو نظارو دل جي نظرن سان سامهون ٿيس. ان کان پوءِ اکين کولڻ جو حڪم ٿيس، جنهن کان پوءِ مسجد جي اڏاوت ۾ لڳو ۽ ان وانگي تيار ڪيائين، جيئن دل جي اکين سان ڏٺي هئائين.

ڀٽ جي مسجد جڏهن بنجي پورت کي پهتي، تڏهن شاهه صاحب کي ڏاڍي پسند آئي. پنهنجي ڏاڏي ۽ مرشد شاهه عبدالڪريم سان جو ڪين بيحد محبت ۽ عقيدت هئي، ان ڪري فرمائڻ لڳا تہ دل ٿي گهري تہ هوند هي مسجد هتان چڪيءَ وانگر ڪٽي بلڙيءَ ۾ شاهه ڪريم جي گنبذ جي پاسي ۾ وجي بيهارجي. ◆

آخر اها آرزو بہ پوري ڪيائون. پيڙين جي رستي شاهه صاحب ملتان مان ڪاشيءَ جون سرون ڳنهي آيو ۽ بلڙيءَ ۾ اچي پنهنجي ڏاڏي جو قبو بہ ٺهرايائين ۽ ان جي پاسي ۾ مسجد بہ اڏايائين. مسجد جي اترين دروازي تي هڪ سر ڪاشيءَ جي لڳارايون جنهن تي "لطيف" لکيل هو. پاڻ جڏهن اهو سمورو ڪم ختم ڪري واپس ٿيا، تڏهن پوئتان شاهه ڪريم جي سجاده

---

◀◀ يعني تہ لوهہ جڏهن پارس پٿر کي لڳي ٿو تہ جهٽ پٽ سون ٿي پوي ٿو. ماڻهن ۾ مشهور هو تہ ڪلهوڙن جي حڪومت واري زماني ۾ هڪ هاٿي زنجير سميت گنجي ٽڪر تي ڀڄي ويو هو. هاٿيءَ کي جڏهن ڳولي هٿ ڪيائون تڏهن ڏسن تہ سندس زنجير سونو بڻيو پيو آهي. پوءِ تہ ڪيترائي ماڻهو پارس پٿر جي لالچ تي گنجي ٽڪر تي ڪاهي پيا، مگر هجي تہ ليي، آخر پشيمان ٿي موٽي آيا.

حقيقت هي آهي تہ اهي شيون ذات طور ملنديون آهن پر سڀ ڪنهن کي نہ. مولانا رومي فرمائي ٿو :

ڪيمياؤ، ريمياؤ، سيميا
نيست هرسہ جزبذات اوليا.

شعر جو مقصد آهي تہ اهي ڏاتيون هڪ ولي ڪامل جي اڳيان ڪجهہ بہ نہ آهن، هو الله جي چاٺائڻ سان اهي شيون چاڻن ٿا پر ڪين انهن جي ڪابہ پرواهہ ڪانہ هوندي آهي.

◆ هي ٻئي نقل رسالي گلشن اولياءَ فارسي ۾ آيل آهن.

نشين سيد عبدالواسع اها سر پٽارائي ڦٽي ڪئي. هن کي خيال ٿيو تہ شايد شاھ عبداللطيف پنھنجو نالو ان ريت مسجد تي هٽائي آئنده درگاه تي پنھنجو حق ڄمائڻ گھري ٿو. شاھ ڪريم جي اولاد مان اتي سيد محمد صلاح نالي ہ رهندو هو جو شاھ ڀٽائي جو ڏاڍو معتقد هو، تنهن اها سر ڪٽي اچي شاھ جي خدمت ۾ پهچائي ۽ سمورو احوال بہ ڪيائين. شاھ صاحب فرمايو تہ منهنجو نالو تہ عبداللطيف آهي ۽ هن سر تي الله تعاليٰ جو اسم ”لطيف“ لکيل هو، تنهنڪري ان جي پٽڻ سان سيد عبدالواسع کي ڪوبہ فائدو ڪونہ رسندو. آخر ٿيو بہ ائين جو عبدالواسع لاولد وفات ڪري ويو، ان کان پوءِ سيد محمد صلاح جي اولاد مان سجاده جا مالڪ ٿيا.

ڀٽ تي جڏهن فقير رهڻ لڳا تہ چؤ طرف جهنگل ۽ پاڻيءَ جي ڍورن ۾ ڍنڍن ڪري مڇر ايترو هو جو الامان! اڌ رات کان پوءِ ستل ماڻهن جي ننڊ آرام حرام ڪري ڇڏيندا هئا. جنهن تي فقيرن اچي شاھ صاحب وٽ شڪايت ڪئي تہ مڇرن جي ماجرا تہ منجهائي ڇڏيو آهي، جو راتين جون راتيون اکين ۾ ڪاٽي پوريون ڪجن ٿيون. پاڻ فرمايائون تہ مڇر تہ اوهان جا سڄڻ چئبا، جو اوهان کي اگوندرائي واريءَ حالت مان اٿاري الله تعاليٰ جي عبادت جو ڏس ڏين ٿا!

## شاھ حبيب جي وفات

ڀٽ جي آباديءَ کان پوءِ شاھ صاحب جو والد بزرگ جو هميشہ ياد خدا واري ٽب ۾ رهندو هو ۽ ماڻهن سان ميلاپ ۾ لاڳاپا صفا ڇڏي ڏنا هئائين، سو ڀٽ تي اچي رهيو ۽ اتي ئي بيمار گذارڻ ٿيو. شاھ صاحب هڪ ڏينهن ڪوٽڙي مغل ۾ مقيم هو تہ پوئتان شاھ حبيب ڏاڍو ڳرو ٿي پيو. وڏي سيد ياران هڪ ماڻهو وٽس ويو تہ هي سندس پڇاڙيءَ جو ويلو آهي ۽ اوهان هلي پنهنجي والد جو منهن ڏسو. شاھ صاحب ڏي هڪ بيت بہ سندن والد ڇورائي موڪليو هو:

ڪنهن جي نيهن لڌا، جو مون واجهائيندي نہ ورو،
جيڪي مئي ڪندا، سو جانب ڪريو جيئري.

جواب ۾ شاھ صاحب ڇورائي موڪليو تہ :

مـتـان ٿـئـيـن مـلـور، ڪـي آڳـاهـو آهـيـن،
ڏسـڻ ۾ ڪـر ڏور، حد ٻـنهـي جـي هيـڪـڙي.

قاصد ڪي وڏيڪ چيائون تہ آئون پنهنجي مرشد ۽ والد جي وفات جو واقعو اڪين سان ڪين ڏسي سگهندس، ڇو تہ الله تعاليٰ سان منهنجو واعدو آهي تہ مصيبت وقت سڀ ڪجهہ سهندس. هاڻي جيڪڏهن روبرو هلڻ سان ڪجهہ روح راڙو ڪري وينس تہ وعدو ٽٽي پوندو. سائين ڪي چئج تہ اسان ۽ اوهان جي ساڳي حد آهي يعني تہ آئون ”توسان گڏ آهيان ۽ تنهنجي پٺيءَ اچان ٿو.“ هي بہ چوائي موڪليائين تہ بابي ڪي غسل ڏياري محمود فقير● جي سيرانديءَ ڪان رکجو، ۽ منهنجي جاءِ ان جي پيراندي ڪان آهي. شاهہ حبيب جي وفات ڪان پوءِ ڪيس غسل ڏياري محمود جي سيرانديءَ ڪان سپرد خاڪ ڪيائون، جتي هاڻي سندس مقبري تي گنبذ ٺهيل آهي. اهو گنبذ شاهہ صاحب جي مقبري ڪان اتر طرف اٺن نون وکن جي مفاصلي تي مس ٿيندو.

سيد حبيب جي وفات 1144هہ ۾ ٿي، جڏهن شاهہ صاحب جي ڄمار 42 سالن جي هئي. انهيءَ واقعي جو سال تاريخ مخدوم محمد صادق نقشبندي ٺٽوي، شاهہ صاحب جي مريد، هيٺين عربي فقري مان ڪڍيو آهي. ”الموت جسر بوصل الحبيب اليٰ لقاءِ الحبيب“ يعني تہ موت هڪ پل (ٽڙ) آهي، جتان هڪ دوست ٻئي دوست جي ديدار لاءِ پهچي ٿو. انهيءَ عربي فقري مان تاريخ جي سال ڪڍڻ ۾ ڏاڍي قابليت ڏيکاريل آهي. حبيب، سيد صاحب جو نالو آهي ۽ ان جي معنيٰ آهي دوست. حبيب يا دوست الله تعاليٰ بہ آهي، جنهن جي حاضري ۾ سيد حبيب پهچي چڪو، رحمت الله عليہ رحمت واسعت.



● محمود فقير هڪ وڏو امير ماڻهو هو جو شاهہ صاحب جي صحبت ۾ اچي سموري مال دولت کي ڇڏي فقط ٻاٽي جو هڪ ڪؤنرو ڪٽي اچي شاهہ صاحب وٽ اسم ذاتي ڪمائڻ لڳو. هڪ وڏو درويش ڪامل ٿيو ۽ شاهہ صاحب جي حياتي ۾ پٽ تي وفات ڪيائين ۽ اتي ئي دفن ٿيو.

## فصل ائون

# وقت جي ڪن ماڻهن جون مخالفتون

شاهه صاحب پنهنجو آستانو اهڙي هنڌ اچي اڏايو هو، جنهن جي چئو طرف قديمي پير ۽ خانداني ماڻهو رهندا هئا. هڪ پاسي کان ميان نور محمد ڪلهوڙي جو اڏايل 'گادي جو هنڌ' خدا آباد هو، جو هاڻي هالن کان هڪ ميل پري هڪ ويران قبرستان جي صورت ۾ ڦٽو پيو آهي. ميان صاحب انهيءَ شهر ۾ راڄ ڪندو هو. ٻئي طرف هالن جو مخدوم صاحب هو، جو نه فقط پير هو پر وقت جو وڏو امير به هو ۽ ميان نور محمد سان به ڏاڍا سهڻا ناتا هئس. ٽئين طرف شاهه صاحب جا عزيز مٽيارين جا سادات سگهورا هئس، جن جا مخدوم هالن واري سان مريدن وارا معتقدانه لاڳاپا هئا. سيني طاقتن جي وچ ۾ هڪ نماڻو درويش 'دنيا جو تارڪ' اهڙو ساماڻجي جو ماڻهو ان ڏانهن ڊوڙن ۽ سندن چوطرف اچي جمع ٿين، سا ڳالهه مٿين پاڙيسري طاقتن لاءِ ڏاڍي ڏکي هئي.

ميان نور محمد ڪلهوڙي جو سمورو خاندان پيري مريدي مان نهيو هو. ڪلهوڙا سهروردي طريقي جا مرشد هئا، پنهنجن مريدن جي جماعتن جي طاقت گڏ ڪري حڪومت قائم ڪري ورتي هئائون. تنهنڪري ڪلهوڙا خاندان کي هميشه پنهنجي ملڪ ۾ ڪنهن به پير يا فقير جي طاقت ۾ اچڻ کان ڊپ رهندو هو. ڪلهوڙن جي زماني ۾ شاهه عنايت الله صوفي جي شهادت ۽ مخدوم عبدالرحمان ڪهڙن واري جو وڏي جماعت سميت مسجد ۾ 1147هه ۾ ڪوس• اهي سڀ سياسي چالبازيون هيون جي حڪومت طرفان عمل ۾ ايندڙيون رهيون ٿي.

ميان نور محمد ڪلهوڙي جو هالن جي لڳ نئين خدا آباد، آباد ڪرائي هئي، ان جو به شايد اهو ڪارڻ هجي ته هالن جي مخدوم جي هر هڪ ڪم تي نگراني ڪندو رهي. مگر ڏسجي ٿو ته ڪلهوڙن ۽ مخدومن جو سمورو وقت پاڻ ۾ ڪوبه تڪرار يا رڳڙو ڪونه ٿيو. خير خوبيءَ سان وقت نبا

---

• ان جو تفصيل ڪتاب ”تذڪره مشاهير سنڌ“ ۾ ڏسڻ گهرجي، جو لکجي رهيو آهي.

هجي ويو.

شاهه عبداللطيف جو اهڙي وقت ۾ اهڙي سر زمين تي ظهور ڪرڻ، سياويڪ طرح سندس سرتن ڪي نہ سيبائي سگهي ٿو. جنهنڪري ساڻس سٺي سلوڪ ڪرڻ جي ڪابہ آس يا اميد نظر نٿي اچي سگهي، ۽ ڪيس تڪليفن ڏيڻ تي سندرو ٻڌي بيهن ٿا مگر آخر ۾ سمورو معاملو محبت جي رنگ ۾ مٽجي وڃي ٿو ۽ مخالف محب بڻجي وڃن ٿا.

## مياں نور محمد ڪلهوڙو ۽ شاهہ صاحب

مياں نور محمد ڪلهوڙو، جنهن کي دهلي دربار مان خدا يار ۽ شاهہ نواز خان جو لقب عطا ٿيل هو ۽ نادر شاهہ ايران پاران شاهہ قلي جو خطاب مليل هوس، تنهن جا شاهہ جي بر خلاف، تنگر ٿوين ايترا ڪن پريا هئا جو هن جو ارادو ٿيو تہ شاهہ صاحب کي ڳجهہ ڳوهہ ۾ ماري ڪپائي ڇڏجي تہ جيئن اهو اُپرندو سلو اُسرندي ئي سڪي سڙي وڃي.

(1) نقل آهي تہ شاهہ صاحب جڏهن پيرين جي رستي ملتان مان ڪاشيءَ جون سرون ڪٽايو ٻلڙيءَ ڏانهن ويو تي تڏهن سندن پيڙي خدا آباد جي سامهون اچي لنگر هنيو. مياں صاحب کي جڏهن شاهہ جي تشريف آوري جي سڌ پئي، تڏهن پنهنجا خاص ماڻهو شاهہ صاحب جي آجيان لاءِ موڪليائين ۽ هڪ دٻلو معجون "مفرح مرواريدي" جو بہ سوکڙي طور موڪليائين، جنهن ۾ هلاهل زهر ملايل هو. شاهہ صاحب اهو دٻلو نهايت پيار سان وٺي پنهنجن ماڻهن جي حوالي ڪندي ڪين فرمايو تہ اهو سمورو معجون درياءَ ۾ اڇلائي ڇڏيو، جنهن تي مياں صاحب جي موڪليل ماڻهن دانهون ڪيون تہ سائين ڇا ڪري رهيا آهيو؟ هي تہ اها شيءِ آهي جنهن جي هڪ خوراڪ سان ٻيڙو بہ ڳيرو ٿي پوي، هي ڪا ائين ضايع ڪرڻ جهڙي شي آهي ڇا؟ مگر شاهہ صاحب هنن جي هڪ بہ نہ ٻڌي ۽ درياءَ ۾ اڇلارائي ڇڏي، جنهن ڪان پوءِ شاهہ صاحب پنهنجن فقيرن کي حڪم ڪيو تہ هاڻي هن پاڻيءَ مان پيٽ ڀري پيو. ان وقت جن بہ اهو زهر آلود پاڻي پيتو، چون ٿا تہ هنن کي موت جي بيماريءَ ڪان سوا سموري ڄمار ۾ ڪڏهن بہ اڻ ڪيلائي اوڏو ڪانہ آئي! مياں صاحب جي ماڻهن کي پيغام ڏنائون تہ مياں کي چئجو تہ اوهان جيڪو معجون مون ڏانهن موڪليو هو، تنهن مان جيڪڏهن آئون اڪيلو فائدو وٺان ها تہ مون تائين محدود رهي ها، هاڻي هن پاڻيءَ مان جنهن پيتو تنهن کي فائدو رسندو.

(2) حضرت شاهه صاحب کي زهر ڏيارڻ جو پيو بہ هڪ واقعو ٿي گذريو آهي، جنهنڪري کين ڪجھ تڪليف بہ پهتي. لطائف لطيفي وارو لکي ٿو تہ ان زهر ڏيارڻ ۾ ميان نور محمد ڪلهوڙي سان گڏ مخدوم هالن وارو بہ شريڪ هو ۽ زهر مخدوم عبدالرؤف ڀٽي بزرگ هالائي (وفات 1166هہ ) جي ذريعي ڏياريو ويو هو. آخوند احمد ملا سانوٽي هالائي جو هڪ سؤ سال جي ڄمار ڪان مٿي چڙهي فوت ٿيو (وفات 1317هہ) تنهن کان نقل آهي تہ مخدوم عبدالرؤف ڀٽي هڪ وڳو شاهه صاحب جي ڍڪڻ لاءِ سبائي ٺهرائي موڪليو جو زهر آلود هو. مگر ان مان ڪوبہ نقصان ڪونہ ٿيو. ان ڪان پوءِ وري عقيق جي رنگ جو هڪ زهريلو ڪشتو ڪارايائون. جنهنڪري زهر جي خشڪي ڪان مٿي مبارڪ تي هڪ زخم ٿي پيو، جنهن تي پاڻ "ساٽر" ٻڌندا هئا ۽ ساٽر کي ڪٽي ان جي ناس بہ ڏيندا هئا. هڪ ڏينهن شاهہ صاحب جن ڏٺو تہ سندن جماعت مان ڪي درويش تماڪ جي ناس جون دٻليون رکيون ويٺا آهن ۽ تماڪ جو استعمال ڪري رهيا آهن، جنهن تي پاڻ پنهنجي ساٽر جي ناس واري دٻلي ٻاهہ ۾ اڇلائيندي فرمايائون تہ مون کي دوا جي لاءِ ساٽر استعمال ڪندي ڏسي اوهان تماڪ جي ناس جون دٻليون ڏاريون آهن ۽ دٻلي رکڻ سنت بڻائي اٿؤ ؟ •

مطلب آهي تہ شاهہ صاحب جي جماعت نشي جي ٻين شين ڪان ڀڳل هئي پر ناس ڏيڻ ڪان بہ شاهہ صاحب کين سختيءَ سان منع ڪري ڇڏي.

(3) ميان نور محمد اهي ڪارروايون ڪرائي رهيو هو، مگر شاهه صاحب ڏانهن خلق جي رجوعات ساڳي ريت رهندي آئي ٿي، جنهنڪري ميان نور محمد کي شاهہ صاحب کي روبرو ڏسڻ ۽ ملاقات ڪرڻ جو شوق جاڳيو. شاهہ صاحب کي دعوت چورائي موڪليائين. شاهہ صاحب مقرر ڏينهن تي ميان وٽ لنگهي آيو. ميان صاحب ڏاڍي مرحبا ڪئي ۽ مهماني ڪارائي. جڏهن شاهہ صاحب جو موڪلائڻ ٿيو، تڏهن ميان صاحب هڪ ڀلي گهوڙي 'سوني ساز ۽ سونن سنجن سميت' شاهہ صاحب کي نذراني طور ڏني، عرض ڪيو تہ ان تي چڙهي ڳوٺ روانا ٿيو. گهوڙي هئي ڪا ٺاهوڙ ۽ تمام اڙانگي. ميان صاحب جو مطلب هو تہ جيڪڏهن گهوڙي ڪيرائي ماري ڇڏيس تہ پوءِ ماڻهن کي چٽي سگهبو تہ اجهو هي اوهان جو پير مرشد.

---

• انهيءَ زماني جي مخدومن ۽ وڏن عالمن وٽ تماڪ واپرائڻ حرام هو، مگر هاڻي اسان هڪ ٻي زماني ۾ آهيون.

جيڪڏهن ٻچي ويو تڏهن بہ گهوڙي گهٽو ئي لوڙائيي حيران ڪري ڇڏيندس.

اتي ڪي گهوڙيءَ جي لچائي کان واقف شاهہ صاحب جا خيرخواه بہ هئا، تن اک وٽي آهستي اچي ڪين ڪن ۾ پٽڪ ڏني تہ گهوڙي ههڙي ڪي ههڙي آهي، مگر شاهہ صاحب گهوڙي قبول ڪئي ۽ سواءِ الڪي ۽ اٽڪ جي ٽپ ڏيئي گهوڙيءَ تي سوار ٿي ويٺو، لغام ڪري ٻُر تي ڦٽو ڪيائونس. پوءِ تہ اتي گهوڙي ٻڳي. ماڻهو بہ ڪي ڪِي ڊوڙيا پر هڪ اڏرندڙ گهوڙي ڪي ڪير ٿو پهچي، آخر سگهوئي شاهہ صاحب گهوڙي موٽائي ساڳي ماڳ تي اچي پهتو، جتي ڪيترا ماڻهو انتظار ۾ بيٺا هئا. ميان صاحب اها ماجرا معلوم ڪري ڏاڍو ملول ۽ موڳو ٿي پيو ۽ شاهہ صاحب کان معافي گهرڻ لڳو. شاهہ صاحب کان پڇيائين تہ اوهان گهوڙيءَ جو لغام سندس گردن تي ڇو اڇلائي ڇڏيو؟ فرمايائون تہ جڏهن منهنجي واڳ ڌڻي جي وس ۾ آهي تڏهن مون ڪي هن وهٽ جي واڳ پنهنجن هٿن ۾ ڇو جهلڻ گهرجي! اها بہ سندس هٿ ۾ ڏني تہ اهو ئي پاڻ روڪيندس يا هلائيندس. ان کان پوءِ ميان نور محمد کي هوش آيو ۽ شاهہ صاحب کي ڪجهہ ڀائڻ لڳو.

(4) هڪ دفعي ميان نور محمد شاهہ صاحب جو هڪ ٻئي رنگ ۾ امتحان وٺڻ گهريو. ڪين دعوت ڪري پنهنجي حرم سراءِ جي هڪ خاص مرداني ڪمري ۾ رهايائين. پاڻ ساڻن آجيان ڪري پوءِ هڪدم ٻاهر نڪرندي عرض ڪيائين تہ آئون اجهوڪي اجهو آيس. هوڏانهن اندر ئي بندوبست ڪري ڇڏيو هئائين تہ شاهہ صاحب جي اڪيلائي ۾ حرم سراءِ جون حسين ٻانهيون ۽ پورهيتون هار سينگار ڪري شاهہ صاحب جي خدمت ۾ پهچي ساڻس ڪل چرچو ڪن ۽ پاڻ ڏانهن ڇڪڻ لاءِ ريجهائين. پوءِ تہ وينگس، من موهيندڙ مٽيادار معشوقن جي گهولرين اچي گهيرو وڌو ۽ هر طرح جا حيلا هلايا، شاهہ صاحب کي پاڻ ڏانهن متوجهہ ڪرڻ ۽ ٻن اکرن ڳالهائڻ لاءِ سمورا داءَ اڇلايا، پر هي درويش شاهي حرم سراءِ ۾ داخل ٿيڻ شرط مراقبي ۾ مشغول ٿي چڪو هو، جنهنڪري هن کي استغراق جي حالت ۾ هنن نازنينن جي ناز ۽ ادا جي ڪا سڌ ٻڌئي ڪانہ رهي.

ميان نور محمد ڪجهہ وقت کان پوءِ حال معلوم ڪرڻ لاءِ لنگهي آيو. حضرت شاهہ صاحب کي چوڻ لڳو تہ، هيڏانهن بہ تہ ڪجهہ ڏسو! جو پرين جهڙيون من موهڻيون اوهان جي محبت ڪرڻ لاءِ مري رهيون آهن، اوهان آهيو جو انهن ڏانهن اک کڻي بہ نٿا نهاريو؟

شاھ صاحب جواب ۾ فرمايو تہ:

ڪاڪ نہ جهليا ڪاپڙي، موهيا نہ مال،
جي چورين ڏنا چال، تہ بہ لاهوتي لنگهي ويا.

يعني تہ خدا وارن درويشن کي نہ ڪاڪ روڪي سگهي ٿي جتي مومل جي عاشقن جي موت جو اڏو اڏيل هوندو هو ۽ نہ وري انهن کي مال دولت موهي ۽ ريهي سگهي ٿي. خوبصورت نينگريون ڪيترا بہ ڪٽي ناز نخرا ڪن يا نينگ ٽپا ڏين تہ ان امتحان مان بہ لاهوتي لنگهي پار وڃي پوندا. ان واقعي کان پوءِ ميان نور محمد جو اعتقاد ڪجھ وڌيڪ ٿيڻ لڳو.

(5) هڪ دفعي گلان نالي هڪ نوجوان سونهن سوڀيا واري ڳائيندڙ عورت شاھ صاحب جي خدمت ۾ دعا پنڻ لاءِ آئي تہ هن جي پڇاڙي خير سان گذري. چون ٿا تہ هڪ مجلس ۾ هن اهڙي دردناڪ انداز ۾ ڳايو جو شاھ صاحب ۽ فقيرن جي جماعت ۾ روح ۽ بي خودي طاري ٿي وئي. ان موقعي تي گلان عرض ڪيو تہ دعا ڪريو تہ هن ڌنڌي کان بچي پوان، حلال جي روزي ڪاوان ۽ باقي عمر آسودگي ۽ آرام ۾ گذاريان. شاھ صاحب فرمايو تہ تنهنجي سنڌ جي بادشاھ سان شادي ٿيندي ۽ تنهنجي پنيان بہ بادشاھ ڄمندو جو پنهنجي والد کان وڌيڪ نامور ۽ نيڪ هوندو.

ڪن چغلن وڃي ميان نور محمد کي ٻڌايو تہ هي ڏسو جو شاھ عبداللطيف پاڻ کي درويش ٿو سڏائي، هوڏانهن ڪچرين جا راڳ ٿو ٻڌي. ڀلارن صوفين ۽ فيض وارن فقيرن جا ڪي اهي پرڪار ٿيندا آهن؟ ميان نور محمد حڪم ڏنو تہ هڪدم وڃي حالت معلوم ڪريو تہ برابر ڪا ڳائيندڙ عورت شاھ صاحب وٽ رهيل آهي ڇا؟ جيڪڏهن هجي تہ هڪدم ڪنيي اچي حاضر ڪريوس. هڪ پاسي کان ميان صاحب جا ماڻهو روانا ٿيا تہ ٻئي طرف گلان حضرت شاھ صاحب کان موڪل وٺي موٽڻ جي ڪري رهي هئي. شاھ صاحب فرمايس تہ ڪجھ ڌيرج ۽ دير ڪر پوءِ ڀلي هلي وڃ. ائين گفتگو ٿي رهي هئي تہ ميان صاحب جا ماڻهو پهچي ويا. گلان کي گهلي وڃي ميان نور محمد جي ڪچهري ۾ ڪڙو ڪيائون. ٿيو ڇا جو ميان صاحب پهرين نظر جو شڪار ٿي پيو. هن گلفام نازڪ اندام جي ڪارن ڪاڪلن جي ڪاريهرن کهي رکيو. آخر گلان کي راضي ڪري انهيءَ ئي رات نڪاح پڙهائي، پنهنجين راڄ راڻين ۾ شامل ڪيائين. انهيءَ گلان جي پيٽ مان ميان غلام شاھ ڪلهوڙو پيدا ٿيو، جنهن جهڙو عادل، سخي ۽ خوش بخت بادشاھ سنڌ

ڪي ڪڏهن بہ نصيب نہ ٿيو آهي. ●

ميان غلام شاهہ ڪلهوڙو ۽ سندس والده جو شاهہ صاحب تي بيحد اعتقاد هوندو هو، شاهہ صاحب جي وفات کان پوءِ مقبري تي عاليشان گنبذ ميان غلام شاهہ پنهنجي والده جي اشاري سان هزارين رپيا خرچي اڏايو ۽ ڪڏهن ڪڏهن ٻئي ڄڻا مقبري تي ختمو چوڻ ايندا هئا.

## هالن جا مخدوم ۽ شاهہ صاحب

هالن جي سهروردیہ درگاهہ جا بہ سجاده نشين حضرت شاهہ صاحب جا همعصر يا هم سن آهن. پهريون مخدوم مير محمد (ولادت 1095هہ وفات 1149هہ) ٻيو سندس فرزند مخدوم محمد زمان اول (ولادت 1119هہ وفات 1184هہ). پهرين مخدوم صاحب هالائي جي وفات وقت شاهہ صاحب جي ڄمار 47 سالن جي هوندي، باقي حياتي مبارڪ جو حصو ٻئي نمبر مخدوم صاحب جي زماني ۾ گذريو هوندو. تاريخ جي ڪتابن ۾ شاهہ صاحب سان جيڪي مخالفت جون آکاڻيون اچن ٿيون، سي گهڻو ڪري مخدوم مير محمد صاحب جي زماني جون آهن. اهو بزرگ حضرت پير مخدوم نوح عليہ الرحمت جو چوٿون گادي وارو هو، پر ڪن تاريخ لکندڙن هن صاحب کي پنج پاڳ پير لکيو آهي، هوڏانهن پنجون پڳدار سندس فرزند مخدوم محمد زمان هو. بهرحال ميان نور محمد ڪلهوڙي سان گڏ هالن جي مخدومن کي بہ شاهہ صاحب جي وڌندڙ طاقت ڏکي لڳي ٿي، هوڏانهن شاهہ صاحب جي وري هن درگاهہ سان پنهنجي ڏاڏي شاهہ عبدالڪريم وانگي عقيدتمندي ۽ اخلاص هو. ڪڏهن ڪڏهن طعام تيار ڪرائي، شاهہ صاحب ڪٽائي مخدوم صاحبن جي خدمت ۾ آڻيندو هو تہ برڪت جو ڪارڻ بڻجي. ◆

● ميان غلام شاهہ سموري زندگي ۾ ڪڏهن بہ وعده خلافي نہ ڪئي ۽ نہ ڪنهن سان ناحق ڪيو. پاڻ پڙهيل نہ هو پر ڏاڍو علم دوست ۽ علم پرور هو. هن رياست ڪڇ کي پنهنجو ڏل پريندڙ بڻايو ۽ سبزل ڪوٽ تائين ايرندي سنڌ تي قبضو ڄمايو. 1186هہ ۾ وفات ڪيائين.

◆ دليل الذاڪرين ۾ لکي ٿو تہ سيد السادات منبع البرڪات سيد عبداللطيف تارڪ ڇيو تہ آئون ڪنهن خاص قسم جو طعام تيار ڪرائي مخدوم جلال محمد بن مخدوم معظم (نوح) جي خدمت ۾ ويس. پاڻ طعام چکي فرمايائون تہ جيڪڏهن هن ڪاڏي ۾ حضرت هاشم حماد (جو سندس خليفو هو) بہ شريڪ ٿئي تہ ڏاڍو چڱو ايتري ۾ ڏنو ويو تہ هاشم حماد پاسي کان بيٺو هو ، هوڏانهن اتان ڪيتري دوريءَ تي هو. شاهہ صاحب فرمائي ٿو تہ جاءِ جي دروازي مان بہ لنگهي ڪونہ آيو جو اسان دروازي تي بيٺا هئاسين . ◀◀

(1) نقل آهي تہ هڪ دفعي مخدوم مير محمد عليہ الرحمة پنهنجي ڏاڏي بزرگ جي مقبري جي سامهون ويٺل هو ۽ اتي دستور موجب سهروردي طريقي جو سماع ٿي رهيو هو. جڏهن سماع کان فارغ ٿيا، تڏهن مخدوم صاحب فقيرن کي فرمايو تہ 'دعا گهرو تہ شاهہ عبداللطيف جو اسان جي ويجهائي ۾ اچي، پنهنجي بزرگي ۽ مرشدي جو ڏاڪو ڇمايو آهي سو ختم ٿي وڃي ۽ سندس مڪان ماڳ منهدم ٿي وڃن'. جڏهن فقير دعا گهري رهيا هئا تہ مڃاڻ جو شاهہ صاحب بہ انهيءَ جماعت ۾ ڪنهن ڪنڊ پاسي سان بيٺل هو. جڏهن فقير دعا گهري فارغ ٿيا، تڏهن شاهہ صاحب هي بيت پڙهيو:

وينديون تان ويڪ ٿئي، هوندن ڪونهين هنڌ،
من لہ المولىٰ فلہ الڪل، اهو پروڙج پنڌ.

يعني تہ ويندڙن يا هلندڙن لاءِ گهڻي ڪشادي زمين پيئي آهي پر جيڪي هڪ هنڌ پيا هوندا تن لاءِ ڪو هنڌ ڪونہ آهي. جنهن ماڻهو جو الله آهي، تنهن جو سڀ ڪجهہ آهي، يعني تہ آئون جيڪڏهن پٽ تان ٽپڙ ڪٽي هليو ويس تہ زمين خدا جي پئي بہ گهڻي آهي، منهنجو مولا مون سان آهي تہ باقي ٻي ڪهڙي پرواهہ آهي.

مطلب آهي تہ هالائي حضراتن جي مخالفت هوندي بہ شاهہ صاحب ساڳي نوڙت ۽ نياز مندي سان درگاهہ تي حاضري ڏيندو ۽ عقيدتمندي جو اظهار ڪندو ايندو هو. ڇو تہ هو هڪ بي نفس تارڪ عارف هو، جنهن کي مخالفت يا موافقت جو ڪوبہ انتظار يا اوسيڙو ڪونہ رهندو هو.

(2) هڪ ڀيري مخدوم صاحب هالن وارو سانگري واه مان ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿي شڪار تي ويو ٿي. رستي ۾ ڏٺائون تہ شاهہ صاحب جي فقيرن مان هڪ فقير واه مان وضو ڪري رهيو آهي ۽ ان جي ڀرسان هڪ ڪتو بہ بيٺو آهي. مخدوم صاحب جي وڃي ڪتي تي اک پيئي، ڏاڍو وڻي ويس. فقير کي ڪتي ڏيڻ لاءِ چيو ويو، هن عرض ڪيو تہ منهنجي ٻڪرين ۽ گهر جو راکو آهي، مان مُور نہ ڏيندس. فقير جي انڪار ڪرڻ تي مخدوم صاحب جا ماڻهو

⁂ (دليل الذاڪرين) فارسي قلمي (در سوانح مخدوم معظم نوح)
مگر هت هي ڏسڻو آهي تہ شاه صاحب جيڪڏهن مخدوم جمال محمد ولد مخدوم نوح وٽ ڪاڏو ڪٽائي ويو هوندو تہ اها ڳالهہ عقل کان بعيد آهي ڇو تہ شاهہ صاحب جا همعصر آهن مخدوم نوح صاحب جو پوٽو ۽ پڙ پوٽو، تنهنڪري سندس ڪو فرزند همعصر نہ ٿو ٿي سگهي. ويچار ڪرڻ گهرجي.

پيڙيءَ مان لهي پيا، فقير کي ڏاڍي مار ڏيئي ڪائنس ڪتو ڦري روانا ٿي ويا. فقير اهو سمورو معاملو اچي پنهنجي سنگت کي ٻڌايو، جنهن تي هنن ۾ ڏاڍي ڪاوڙ ۽ ڪينو پيدا ٿيو. همراهن جي هڪ ٽولي گڏ ٿي اچي سانگري واه جي ڪپ تي لڪي ويٺي. ڪتي جي مالڪ فقير کي چيائون ته جڏهن مخدوم صاحب شڪار تان واپس ٿئي تڏهن تون پهريان منٿن سان ڪتي جي گهر ڪج، ڏسجي ته ڪهڙو ٿو جواب ملي، ان کان پوءِ ٻيو ڪجهه ڪيو ويندو. جڏهن جناب، مخدوم صاحب جو ٽولو، سير شڪار تان واپس ٿيو، تڏهن فقير بي انداز نياز سان پنهنجي ڪتي لاءِ گهر ڪئي، مگر ان تي مخدوم صاحب کي ڏاڍي مٺيان آئي ۽ سندس ماڻهو وري ٻه هن غريب تي موچڙي-بازي ڪرڻ لاءِ ڪاهي آيا. جنهن تي فقير دانهون ڪيون. ايتري ۾ سندس ساٿي به اچي سهڙيا، پوءِ ته ڏرين جو خوب مقابلو ۽ مارا ماري ٿي، هڪڙا لطيفي فقير ويڙهه ۾ لڳا رهيا ته ڪي ٻيا وري ٻيڙيءَ ۾ چڙهي، ڪتو ڪاهي آيا. جنهن کان پوءِ مخدوم صاحب هالن ۾ موٽي آيو ۽ هي سٽ سٽي ويئي ته پٽ تي ڪاهي هلجي ۽ شاهه صاحب ۽ سندس سمورن فقيرن کان چڪي چڪي پلئه وٺجي. عام ماڻهن کي هٿياربند ٿي هلڻ جو حڪم ڏنو ويو ته صبح جو پٽ تي چڙهائي آهي، زبردست لڙائي آهي. هالن ۾ اهي تياريون ٿي رهيون هيون ته شاهه صاحب کي ٻه ڪن ماڻهن ڊڪي سموري ماجرا اچي معلوم ڪرائي. لطيفي درويشن ۾ ڏاڍو ڌهڪاءُ پئجي ويو، ششدر ٿي شاهه صاحب کان پڇڻ لڳا ته مقابلو ڪجي يا ماٺ ۾ رهجي؟ شاهه صاحب جواب ۾ فرمايو ته ڊپ جو ڪو ڪارڻ ڪونهي، اسان جي جان، جان آفرين جي هٿن ۾ آهي، انسان ڪنهن ٻه انسان کي ڪو نقصان نٿو رسائي سگهي، جيستائين انسان جي اپائٽهار جو ارادو نه آهي، پوءِ جيڪا الله سائينءَ جي مرضي. وڌيڪ فرمايائين ته "اڄ سانجهيءَ ويلي هڪ مجذوب فقير ڪائين جي پٽارڪ ڪٽي هت ايندر، جيڪڏهن ڪائيون اسان وٽ ڦٽيون ڪري هليو ويو ته پانئجو ته سوب اسان جي آهي ۽ جهيڙو ٽري ويو ، پر جيڪڏهن ڪائين جي پري متي تي ڪنيو هالا هليو ويو ته پوءِ چاڙهو ڪونهي". فقير انهيءَ فال جي انتظار ۾ رهيا. سانجهيءَ وقت ڏنو ويو ته برابر هڪ مست فقير ڪائين جي، پري ڪٽي ظاهر ٿيو. ماٺ ۾ ڪائيون شاهه صاحب جي آڳيان اڇلايو وري اٿين ئي چپ چاپ ويندو رهيو، اتي سيني فقيرن کي پڪ ٿي ته ايندڙ آفت يقينن ٽري ويئي. ان هوندي به صبح جو سيني کي سياٽو ويٺل هو.

صبح ٿيو ته مخدوم صاحب ماڻهن کي سنيري نڪرڻ جو حڪم ڏنو. هزارين ماڻهو شهر کان ٻاهران جمع ٿي ويا، پر سندس وڏو خليفو اسماعيل سوڍو موجود ئي ڪونه هو. گهڻي انتظار کان پوءِ ماڻهو موڪليو ويس ته آخر ايڏي دير ڪرڻ جو ڪارڻ ڇا آهي؟ خليفو منهن کي چادر سان ڍڪي اچي مخدوم صاحب جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. مخدوم صاحب پڇيس ته "اڄ منهن ڍڪي ڇو اچي بيٺو آهين؟" خليفي چيو ته انهيءَ ڳالهه کي ڇڏي ڏيو . هي جنگ جو وقت آهي ان ۾ دير يا اوير ڪرڻ نه گهرجي، پر اڳتي وڌي وڙهڻ گهرجي. آخر پير صاحب پنهنجي ويجهو گهرائي پنهنجن هٿن سان چادر جو پلءُ ڪڍي پاسي ڪيس ته ڇا ڏسن ته خليفي جي ڏاڙهي مٿو ڪوڙيو پيو آهي ۽ منهن ڪارو تيل آهيس. مخدوم صاحب کي پنهنجي خاص خليفي جي اها حالت ڏسي حيرت وٺي وئي، فرمائڻ ٿيو ته هي ڇا ڪيو اٿئي، ڏاڙهي مٿو ڪوڙائي پنهنجو منهن ڪارو ڪري ڇو اچي بيٺو آهين؟ خليفي اسماعيل سوڍي عرض ڪيو ته مقابلو آهي ساداتن، علي ؓ جي اولاد سان. جيڪڏهن اوهان سان نٿو هلان ته بي ادب ۽ نمڪ حرام ٿو ليکجان، جيڪڏهن جنگ ۾ هلان ٿو ته قيامت ڏينهن حضرت رسول ڪريم ﷺ وٽ منهن ڪارو ٿيندم. تنهنڪري اوهان جو چوڻ مڃي اڳ ئي هن جهان ۾ پنهنجو منهن ڪارو ڪري اچي حاضر ٿيو آهيان، هاڻي جيڪو حڪم ڪريو. مخدوم صاحب تي خليفي جي انهيءَ ڳالهه ڏاڍو اثر ڪيو ۽ دل ۾ سوچيو ته چوي ته ٺيڪ ٿو، جنهنڪري شاهه صاحب سان جهيڙي جو ارادو لاهي، ڪٽڪ ڪاهي درگاه تي موٽي آيو.

(3) مٽيارين جو سيد اڄن شاه • جو مخدوم صاحب هالن واري جو سچي ويساه وارو مريد هو. تنهن جي شاه صاحب سان ڏاڍي اڻ بڻت هوندي هئي. هڪ دفعي چند سوار وٺي ڀٽ جي هيٺان اچي پهتو ۽ شاهه صاحب مٿي پنهنجي حجري ۾ ويٺل هو. سيد اڄن شاه جهيڙي وڌائڻ لاءِ شاهه صاحب جي شان ۾ گٿا گفتا ڪڍڻ لڳو ۽ ڪن مڻڻ شروع ٿيو. جڏهن شاهه صاحب وٽان ڪو ورندو ڪونه وريس، تڏهن هڪ ماڻهوءَ هٿان چورائي موڪليائينس ته تون ڇا آهين؟ هڪ ننڍڙي جيتامڙي، نانگ جهڙو آهين، مقابلو منديو ٿي پنهنجيءَ اهڙي قوم سان جيڪي اجگر ۽ ازدهائون آهن. شاهه صاحب اهو سنيهو سڻي فرمايو ته:

• سندس مقبرو هالن کان ميل پنڌ تي آهي.

سنها پانءَ مَر سپ، وياءَ واسينگن جا،
جني جي جهڙپ، هاٿي هنڌان نہ چري.

سيد اجن شاه کي جڏهن اهو بيت رسيو تڏهن اهڙي حالت بگڙڻ لڳس جو ور وڪڙ کائي اتي ئي پساه پورا ڪيائين. •

(4) متعلوي ساداتن جي شاهہ صاحب سان سخت مخالفت هوندي ہہ انهيءَ خاندان جي هڪ پرهيزگار سالڪ بيبي لعل خاتون شاهہ صاحب وٽ سلوڪ جي ڳالهين سکڻ ۽ ياد الاهي جي روح ريهاڻ ڪرڻ لاءِ چوريءَ ڇپيءَ ايندي ويندي هئي. بي بي صاحبہ جهيجن جي ڳوٺ ۾، پٽ کان ڪجهہ مفاصلي تي رهندي هئي. ڏينهن جو شاهہ صاحب وٽان فيض پرائي شام جو پنهنجن خاص ماڻهن سان واپس هلي ويندي هئي. هڪ ڏينهن لعل بيبي جي پائرن کي سڌ پئجي وئي تہ اج سندن ڀيڻ، پٽ تي ويل آهي، جنهنڪري هٿيار پنهوار ٻڌي چپ چاپ ۾ پٽ تي ڪاهي آيا تہ هن نافرمان ڀيڻ جو ڪم پورو ڪري ڇڏجي. ان وقت شاهہ صاحب پٽ جي هيٺان هڪ حجري ۾ ويٺل هو جتي لعل بيبي، اندرين جو ڪو پيغام ڪٽي شاهہ صاحب وٽ حجري ۾ آئي هئي تہ سندس پائرن جي مٿانس نظر پئجي وئي. ڪاهي ڪيڏ پيس تہ بيبي صاحبہ، ڊپ مان شاهہ صاحب کي چوڻ لڳي تہ آئون ٻيڙي، قبر جي پر تي آهيان، مان مٿس تہ صدقي ٿيس، اوهان ڪيڏانهن تري پاسي ٿيو. شاهہ صاحب هڪدم ٻاهر نڪري، سيدن کي ڏسي فرمائڻ لڳو تہ لعل بيبي تنهنجا هي ڀئي پائر تہ چريا ٿا ڏسڻ ۾ اچن. شاهہ صاحب جي ايتري چوڻ جو هي اثر نڪتو جو ڀئي پائر چرين وانگي بڪواس ڪرڻ لڳا ۽ مرڳوئي پاڻ ۾ وڙهڻ لڳا. خطرو هو تہ هڪ ڀئي کي پنهنجن هٿيارن سان ئي پورو ڪري نہ ڇڏين. جنهن تي لعل بيبي جي رت کي جهبو آيو. شاهہ صاحب کي عرض ڪيائين تہ هنن کي بچايو! ان کان پوءِ کي لطيفي فقير هنن کي هڪ ڀئي کان ڇڏائي، مٿيارين ۾ پهتو ڪري آين. اهي ڀئي سيد سگورا ان کان پوءِ سموري جمار چريا رهجي ويا. گهڻي وقت کان پوءِ مٽيارين جي ساداتن جي مخالفت ڍري ٿي وئي، ان کان پوءِ لعل بيبي گهڻو ڪري شاهہ صاحب وٽ حويليءَ جي اندر فقيرن جي خدمت ۽ ڪم ڪار ۽ ياد الاهي ۾ گذاريندي هئي. شاهہ صاحب لعل بيبيءَ بابت فرمايو آهي:

---

• ڪن روايتن ۾ آهي تہ پيٽ ۾ اچي سخت سور پيس جنهنڪري فوت ٿي ويو.

بيبي لعل، ڦلن مالهه، هو جا پوجي پوت، لڪڙي تان لڙي،
جـوڳـي سـان جـڙي، ٻـڌي پـنـهـنـجـي ٻـانـهـن ۾.

لعل بيبي شاهه صاحب جي ڀيڻ، بيبي بتول جي ننهن هئي. بيبي بتول ۽ سندس خاوند ٻئي وفات ڪري ويا هئا ۽ لعل بيبي جو مڙس ٻه گذاري ويو هو، جنهن ڪان پوءِ هوءَ شاهه صاحب وٽ رهڻ لڳي. هڪ دفعي شاهه صاحب لعل بيبي کي چيو ته چڱو ته اوهان پنهنجي گهرن ۾ وڃي رهو ته اهي گهر به آباد هجن، جيتوڻيڪ منهنجو گهر به اوهان جو پنهنجو آهي پر منهنجي مرحوم ڀيڻ جو گهر به آباد رکڻو آهي. جنهن تي لعل بيبي فرمايو ته، ”اسان اوهان وٽ ڪي ويلا ٽارڻ نه ايندي آهيون، پر خدا جي رستي سکڻ لاءِ.“ پوءِ بيبيءَ هي بيت پڙهيو:

پيـلـيـان جـٽ پڳـيـون، آيـون رات وري،
ڪانهي ٻي ڳري، مينهن کي ميـهـار ريءَ.

يعني مينهون جنهن جاءِ تان پڳيون هيون وري اتي موٽي آيون آهن، ڇاڪاڻ ته مينهن کي ميهار کان سواءِ ٻيو ڪوبه رستو يا واٽ ڪانه آهي. مطلب ته اڳ اسان مٽياري ساداتن کي اوهان سان مخالفت هوندي هئي پر آخر اوهان ڏانهن موٽڻو پيو جو اوهان کان سواءِ ٻي ڳري ڪانه هئي.

(5) جاني نالي قوم جو وڏيرو هڪ آبرو وارو زميندار پٽ جي پرسان رهندو هو. هن جي ٻه پاڙي وارن وڏن ماڻهن وانگي شاهه صاحب سان نه پوندي هئي ۽ دل ۾ ڪدورت رکندو هو. هڪ ڏينهن شاهه صاحب بلال شاهه جي ڳوٺان ٿيندو، جماعت سميت پٽ ڏانهن ٿي ويو ته واٽ ۾ ڏٺائون ته هڪ نوجوان نينگر مينهن جي رکوالي ڪري رهيو آهي. پڇڻ تي هن عرض ڪيو ته سائين آئون وڏيري جانيءَ جو پٽ آهيان، منهنجو نالو عنايت آهي. هي مينهون منهنجون چري رهيون آهن، جن جي نگهباني پيو ڪريان. شاهه صاحب ته اتان روانا ٿي ويا مگر هن نوجوان عنايت جي دل ۾ ٻارڻ لڳي ويو. مينهون اتي ئي ڇڏي لطيفي جماعت جي پوئٽان روانو ٿي ويو ۽ اچي پٽ جي پيڙو ٿيو. وڏيري جانيءَ کي جڏهن سڌ پئي ته سندس پٽ، پٽ تي هليو ويو آهي ته ڏاڍو غصو آيس. گهٽ وڌ ڳالهائيندي کي همراه ساڻ ڪري پٽ تي اچي پهتو. پٽ جي پڇا ڪرڻ تي فقيرن وٽان جواب مليس ته ڇوڪرو برابر اسان وٽ آهي، پر هن کي ڪنهن قيد ڪونه ڪيو آهي پلي وڃي وڃوس. جاني

پنهنجي پٽ کي وٺي ويو، مگر اهو نوجوان درويشي جي دام ۾ ڦاسي چڪو هو، اتي ڦٽڪڻ جو ڪو چارو ڪونه هوس. اچا پٽس گهر وٺي پهچايس ته وري بئي ڏينهن ساڳي ريت شاهه صاحب جي خدمت ۾ اچي حاضر ٿيو. وڏيرو صاحب به وري وري ٿي وٺي آيس ۽ ڇوڪرو به وري وري موٽي ٿي آيو. هڪ دفعي وڏيري جاني کي شاهه صاحب گهرائي فرمايو ته اوهان پنهنجي نينگر کي اسان کان جدا ڪرڻ ڪو سولو ڪم ٿا سمجهو؟ وڏيري جانيءَ عرض ڪيو ته آخر سائين ڇا ڪريان؟ ماڻهو آهيان آبرو وارو، پنهنجي پٽ کي فقيرن سان رولو ڪري ڇڏڻ ته نٿو وڻيم.

جواب ۾ شاهه صاحب فرمايو ته:

جانـي جـڙي بـنـدِ، عـنـايـت اتـاهـيـن،
ڇڪـيـن تـه ڇـريـو ٿـئـيـن، ميـخـانـي جـو مـنـدِ،
آهـي گـهـٽـو اوکـو فـقـيـريءَ جـو فـنـد،
ڪين ڪيندو ڪندِ، منجهان سڪ سيد چئي.

ان کان پوءِ وڏيري جاني مخالفت ڇڏي ڏني ۽ سندس فرزند شاهه صاحب جو خاص مريد ٿي رهيو. شاهه صاحب جي عنايت فقير سان خاص مهرباني جي نظر هئي، ڪيترن شعرن ۾ عنايت جو نالو پڻ آندو اٿس. ڪن جو خيال آهي ته عنايت فقير شاهه صاحب جي صحبت ۾ پاڻ به شعر چوندو هو، جن کي رسالي ۾ داخل ڪيو ويو آهي.

(6) شاهه صاحب هڪ دفعي ڪنهن زميندار • جي عرض ڪرڻ تي سندس ڳوٺ دعوت تي دعا ڪرڻ لاءِ جماعت سان وڃي رهيو هو. رستي ۾ راهوجن جي ڳوٺ ۾ رات پئجي وين. ماڻهو هئا شاهه صاحب کان ڦريل، جن فقيرن سان ڪين رهايو ۽ نڪا ڪا خدمت ڪيائون. فقير سڄي رات بڪ ۾ پاهه ته ٿيا پر ڳوٺ جي زالن به هنن سان ڏاڍيون زباني جنيون ڪيون. جڏهن شاهه صاحب کي اها سڌ پيئي تڏهن چرچي طور هي بيت چيائون:

راهوجن ۾ رات، قادر وجهي نه ڪنهن جي،
رنـون رب رلائـيـون، آهـر اڳـلـي وات،
پليجن ڪان پات، پرجي آئي پت جي.

شاهه صاحب سان مخالفت جو انهن مٿين واقعن مان اندازو لڳائي

• انهيءَ زميندار جو نالو ڏهيسر هو جنهن جو ٿورو بيان اڳ گذري آيو آهي.

سگهجي ٿو تہ وقت جي حاڪمن، پيرن، وڏيرن ۽ انهن سان لاڳاپي رکندڙن مان هر قسم جي ماڻهو مخالفتون ڪيون، پر نتيجو هي نڪرندو رهيو تہ آخر اهي سڀ دشمنيون دوستيءَ ۾ بدلبيون ويون. شاهہ صاحب جي رهڻي ڪهڻي هئي ئي اهڙي جو ڪابہ مخالفت جٽاءَ ڪري نٿي سگهي. جنهن ڪان پوءِ ماڻهن جو منجهن يقين وڌندو ويو ۽ ماڻهو مريد ۽ مطيع ٿيندا رهيا.

هي بہ حقيقت آهي تہ انسان جيتري قدر بہ دنيا ۾ وڏي مان ۽ وڏي مرتبي وارو هوندو آهي، اوتري قدر ئي شروع ۾ ساڻس مخالفتون ۽ دشمنيون ٿينديون آهن، جن تي هو پنهنجي بلند اخلاق سان غالب پئجي دشمنيءَ کي دوستيءَ جي رنگ ۾ بدلائي ڇڏيندو آهي.



## فصل نائون

# شاهہ جو مذهب ۽ عقيدو

شاهہ جو مذهب صوفيانہ آهي. هو نہ متعصب رنگ جو سخت گير مذهبي ماڻهو هو ۽ نہ وري ظاهر مذهبي ڪمن کان بيپرواهي ڪندو هو.

پٽ جو شهر اڏايائين تہ پيغمبري سنت موجب سڀ کان پهريان هن صاحب مسجد جو بنياد وڌو ۽ پنهنجن هٿن سان مسجد جي مرمت ۾ پاڻ بيلي تي بيٺو هو. هميشہ پنج وقتي نماز پابنديءَ سان مسجد ۾ ادا ڪندو هو. پاڻ پيش امام ٿي نماز نہ پڙهائيندو هو. روزا بہ پوري پابنديءَ سان رکندو هو. اگرچہ هو تسبيح کڻڻ کان متيرو هو پر ظاهري علم وارن وانگي تسبيح تي وظيفو بہ پڙهندو هو. هڪ فقير خاص طرح شاهہ صاحب جي وضو ڪرائڻ ۽ مصلي وڇائڻ جي ڪم تي مقرر ٿيل هو جيڪو سمورو ڪم سر انجام ڪندو هو.

لطائف لطيفي ۾ آهي تہ جڏهن انهيءَ فقير جي پوئين پساهن جو وقت ٿيو، تڏهن شاهہ صاحب پاڻ هن ڏانهن هلي آيو. ڏٺائون تہ ساہ جي سوڙهہ واري حالت يا سڪرات ۾ فقير ويٺو هو ۽ پير ڊگها نٽي ڪيائين . شاهہ صاحب فرمايس تہ فقير هاڻي ڪجهہ آرام بہ وٺو. فقير اهي لفظ ٻڌي روئندي چيو تہ سائين اڳ تہ اسان سموري ڄمار ۾ اهو لفظ اوهان جي واتان نہ ٻڌو هو. بلڪ "آرام" اسان وٽ حرام هو. هاڻي شايد جدائي جو ويلو آيو آهي. ائين چئي فقير پير پساريندي پنهنجا پساہ پورا ڪيا.

چون ٿا تہ شاهہ صاحب کان هڪ دفعي ان وقت جي علم وارن پڇيو هو تہ اوهان سني آهيو يا شيعا؟ شاهہ صاحب فرمايو تہ اسان انهن ٻنهي جي وچ ۾ آهيون. وري پڇيو ويو تہ انهن ٻنهي جي وچ ۾ تہ ڪجهہ بہ نہ آهي. شاهہ صاحب فرمايو تہ اسان بہ ڪجهہ ڪين آهيون.

مرزا قليچ بيگ صاحب جو چوڻ آهي تہ "شاهہ صاحب ۾ درويشي ۽ مسلماني گڏي پئي هئي، هو ٻنهي حدن کي ڪين ڇڏيندو هو . صوفي تہ پڪو

هو پر ظاهري مسلماني جو بہ پڪو پابند هو. هو اصل سنت وانگي هٿ ٻڌي نماز ادا ڪندو هو ۽ ٽن يارن جي ڪڏهن بہ گلا ڪين ڪندو هو، پر حضرت علي جي حب وڏيڪ رڪندو هو. عاشورن وارن ڏينهن ۾ افسوس ظاهر ڪندو هو جو سر ڪيڏاري مان ان جي شاهدي ملي ٿي.“

مرزا صاحب جي ڪلام مان معلوم ٿئي ٿو تہ شاهہ صاحب جي اهڙي هلت هوندي هئي، جنهن مان ڪنهن ڏر کي منيان لڳڻ جو ڪو ڪارڻ ئي ڪونہ ٿي سگهيو ٿي. اسان کي ڏسڻو آهي تہ شاهہ صاحب پنهنجي سر پاڻ ڪي چا چئي ٿو، فرمائي ٿو :

(1) جوڙي جوڙ جهان جي پاڻ ڪيائين پرواز،
حامي، هادي، هاشمي، سردارين سردار،
سونهين صحابين سڻ ۾، منجهہ مسجد مڻيادار،
چارئي چڱا چوڏار، هيڪاندا حبيب سين.

(2) پائي پاند ڳچيءَ ۾ ڪر نت نيازي،
اڳيان احمد آڇ آزي،
چئن پنجن جو تي تون پازي.

هن مان صاف ظاهر آهي تہ شاهہ صاحب چئن يارن ۽ پنجن تنن جو ميندڙ ۽ سندن عزت ڪندڙ بزرگ صوفي آهي، جو هوند ڪنهن شيعي کان ڪڏهن بہ ائين نہ ٿي سگهي. ان کان سواءِ شيعن جي عقيدي موجب تصوف وغيره ڪجهہ بہ نہ آهن چو تہ تصوف جي سلسلي ۾ ڪيترا اهڙا مرشد بہ اچن ٿا، جيڪي نسل جا فاطمي سيد نہ آهن ۽ شيعن وٽ غير سيد مرشدي جو ڪڏهن بہ لائق نہ آهي، خصوصن شاهہ صاحب جنهن حالت ۾ قادري طريقي جو پير آهي ۽ پنهنجي والد کان ولي ويندي سيدنا شيخ عبدالقادر جيلاني تائين سندن مرشدن جو سلسلو اڄ تائين موجود آهي تہ پوءِ ان حالت ۾ ڪيس شيعي مذهب ڏانهن ڪنهن بہ حالت ۾ نسبت ڪري نٿي سگهجي، ڇاڪاڻ جو شيعا نہ شيخ عبدالقادر جيلاني جي ساداتي جا قائل آهن ۽ نہ سندس بزرگي جا ۽ نہ وري شيخ عبدالقادر جيلاني جي مرشدن کي ميجي سگهندا، جن ۾ جنيد بغدادي ۽ بايزيد بسطامي جهڙا غير سيد ايراني صوفي سڳورا اچي وڃن ٿا.

باقي رهي سيدنا حضرت عليؓ ۽ سندس اولاد جي سرس سڪ، سا تہ

صوفين جي سلسلي ۾ هڪ لازمي شيءِ آهي، ڇاڪاڻ جو حضرت عليؓ هڪ طرف حضرت رسول الله ﷺ جي قرابت ڪري ويجهي ۾ ويجهو پيارو مائٽ آهي، ته ٻئي طرف وري صوفين سڀني جي سلسلہ مرشدي جو مهڙيون مرشد آهي. تنهنڪري هن سان صوفين جي وڏيڪ محبت هڪ ضروري شيءِ آهي. ان ۾ سني يا شيعي هجڻ جو ڪو سوال ئي ڪونہ پيدا ٿي سگهي ٿو. بلڪ سوين سني صوفي اسان ۾ اهڙا ٿي گذريا آهن، جي ٽن يارن سڀني جي احترام ۽ عزت سان گڏ سيدنا عليؓ جي ساراه مان ڏاڍي ئي ڪين.

ڪيڏاري جي سر ڪي شاهہ صاحب جي شيعت لاءِ شاهدي ۾ آڻڻ بہ ڪو مضبوط دليل نہ آهي، بشرطيڪ هي ثابت ڪري سگهجي تہ ڪيڏاري وارو سر شاهہ صاحب جو چيل آهي. ڇاڪاڻ تہ هڪ سنت جماعت جو عالم يا ڄاڻو جيڪڏهن ڪربلا جي شهيدن لاءِ اظهار غم جي ارادي سان نثر يا نظم ۾ ڪجهہ لکي تہ ان ڪري هو شيعو ڪونہ ٿي پوندو. ان مان فقط هي ڌپ آهي تہ عام ماڻهن تي برو اثر نہ پوي ۽ هو پيغمبر خدا ﷺ جي سنگتين ۽ ساٿين جا ويري بڻجي پنهنجي ايمان تان هٿ ڌوئي نہ ويهن.

## ڪيڏاري جي سُر تي هڪ نظر

سر ڪيڏارو جنهن ۾ امامن جي شهادت جو ذڪر ڪيل آهي، سو شاهہ صاحب جو ڪلام آهي يا ٻئي ڪنهن فقير جو چيل آهي، جنهن کي شاهہ صاحب جي خدمت ۾ ڳايو ويندو هو ۽ ان تي گريو ٿيندو هو. جنهن کي پوءِ شاهہ صاحب جي رسالي ۾ درج ڪيو ويو آهي.

مرزا قليچ بيگ صاحب ”احوال عبداللطيف“ ۾ جو سال 1887ع ۾ لکيو آهي، تنهن ۾ ڪيڏارو شاهہ صاحب جو چيل لکيو اٿس. ان ڪان پوءِ 1920ع ۾ مرزا قليچ بيگ صاحب ان بابت ڪجهہ مونجهاري ۾ پئجي ويو آهي تہ اهو سر شاهہ صاحب جو چيل آهي يا شاهہ صاحب جي همعصر احسان فقير هالائي جو. بلڪ مرزا صاحب جي هڪ خط مان ائين معلوم ٿئي ٿو تہ آخر ۾ هن صاحب انهيءَ سر جي گهٽڻ بيتن بابت انڪار ڪيو آهي تہ اهي شاهہ صاحب جا چيل نہ آهن. حقيقت هن ريت آهي تہ ميان محمد صالح پٽي بزرگ هالائي 20 مارچ 1920ع ۾ سنڌ مدرسہ الاسلام ڪراچي مان مرزا صاحب کي هڪ خط لکيو جنهن ۾ لکيو اٿس تہ:

فيبروري 1918ع ۽ 1919ع ڪاليج مخزن ۾ احسان فقير بابت ڪجھ لکيو ويو هو... هاڻي سنڌي ساهتيہ وارن جي تقاضا کان مجبور ٿي (احسان فقير جا) سڀيئي بيت ڪتابي صورت ۾ لکي ڏيڻ جو ڪين انجام ڪيو اٿم، پر ان کان اڳ اوهان جي تصحيح لاءِ موڪليان ٿو... هي بيت ذوالحج جي عيد نماز بعد ڪيترا فقير احسان فقير جي پڙ تي (هالن پراڻن ۾) ڳائيندا آهن. اهو رواج ورهن کان هلندو اچي، ڳائيندڙ اڪثر بي علم آهن، تنهنڪري غلطي ناممڪن نہ آهي. مون جيئن ٻڌا آهن، تيئن ويهي لکيا آهن.... نوازش فرمائي درستيون ڪري ڪتاب بيرنگ يا پارسل طور موڪليندا“.

مرزا صاحب جواب ۾ لکڻ فرمايو آهي:

”صاحب! جواب ۾ سلامن بعد لکجي ٿو تہ اوهان جي لکڻ موجب ڪتاب پڙهيو ويو ۽ اصلاح ڪئي ويئي. احسان فقير جو ڪيڏارو مون وٽ بہ هو، انهيءَ سان مقابلو ڪري سڌار ڪئي ويئي. جيڪي بيت اوهان نہ لکيا هئا ۽ هن (مون واري رسالي) ۾ هئا سي بہ صاف صفحن تي نمبر وار لکيا ويا آهن“.

(2) جيڪي بيت شاھ جي رسالي ۾ ڏنل آهن تن تي ڳاڙهي پينسل جو نقطو ڏنو ويو آهي.

(3) جدا جدا پڙهٽيون جي رسالي ۽ مون واري ڪتاب ۾ هيون سي بہ هيٺان ڏنيون ويون آهن.

(4) ڏسڻ ۾ ايندو تہ احسان فقير جي بيتن ۾ اسماعيل • ۽ جيئندل ۽ ڪن ٻين جا بيت بہ آهن، يا انهن جون اهي مصراعون ڏنل آهن، جيئن شاھ صاحب جي رسالي ۾ ٻين جا بيت يا انهن جون اهي مصراعون ڏنل آهن.

اوهان جي ڪتاب ڏسڻ ۽ درستي ڪرڻ ۾ البت تڪليف ورتي ويئي آهي، اميد تہ اها سجائي ٿيندي. زيادہ سلام

18- مارچ 1920ع قليچ

احسان فقير جو رسالو جنهن کي مرزا قليچ صاحب درست ڪيو آهي، سو منهنجي سامهون آهي. مرزا صاحب احسان فقير جي رسالي جي جن بيتن تي ڳاڙهي پينسل سان نشان ڪيا آهن تہ اهي احسان فقير جا آهن ۽ پوءِ شاھ صاحب جي رسالي ۾ درج ٿي ويا آهن، سي سمورا 43 بيت آهن، هوڏانهن شاھ جي رسالي واري سر ڪيڏاري ۾ ڪل 70 بيت آهن، جنهن مان

• اسماعيل فقير احسان فقير جو فرزند هو ۽ اسماعيل جو پٽ هوگدا علي فقير. ان کان پوءِ انهن فقيرن جي پيڙهي ختم ٿي ويئي آهي. اسماعيل بہ سنڌيءَ جو شاعر هو.

43 بيت ڪڍيا وجن جي مرزا صاحب جي تحقيق موجب احسان فقير هالائي جا چيل آهن تہ باقي 27 بيت بچن ٿا. انهن 27 بيتن بابت وري هيٺ ڀي تحقيق پڙهو. مير عبدالحسين سانگي لکيو آهي تہ سر ڪيڏاري جو 6 هون فصل فتح فقير جو چيل آهي. فرمائي ٿو:

”ڪيداره تصنيف لطيفي ست اما داستان آخر ساختہ فتح فقير مي باشد کہ اوهم شاعر بود بالتجاء او آن داستان را فقراء ياد گرفتہ آخر داخل رسالہ شريف گرديده-بيت آغاز داستان صدر اين ست کہ از فتح فقير مي باشد.

ڪؤنر ڪلي جا ڪوڏيا، جان ڪيتائين جيءُ،
متان آرڻ آسري، رڪ پيالو پيءُ،
ڳاه ڳجهين جو تيءُ، وينِي جن ورهہ تيا .

طرز بيان و حسن نظام خود شاهد ست و اين ابيات در سنہ 1250ھ در رسالہ شريف داخل شدند کہ مصنف خود حيات بود در ايام حڪومت اسلام بوده اعني حضرات مير صاحبان حاڪم بودند.“ (لطائف لطيفي) ●

يعني تہ سر ڪيڏارو شاهہ عبداللطيف جو چيل آهي پر ان جو 6 هون داستان (يا فصل) فتح فقير جو جوڙيل آهي جو سنڌي زبان جو هڪ شاعر هو ۽ سنڌس چوڻ تي فقيرن ياد ڪيو ۽ آخر رسالي ۾ داخل ٿي ويو. انهيءَ فتح فقير واري داستان جو شروعاتي بيت آهي.” ڪنور ڪلي جا ڪوڏيا“ هن شعر جو نمونو ۽ بيهڪ خود شاهد آهي (تہ شاهہ صاحب جو ڪلام نہ آهي) اهي بيت سال 1250ھ ۾ رسالي شريف ۾ درج ڪيا ويا جو مصنف پاڻ جيئرو هو ۽ مير صاحبن جي اسلامي حڪومت هئي.

انهيءَ فصل يا داستان ۾ جيڪو فتح فقير جو چيل آهي ڪل 19 بيت آهن. هاڻي انهن کي بہ باقي رهيل 27 مان ڪاٽيو وبندو تہ فقط 8 بيت وڃي رهندا، جن بابت بہ يقين سان چئي نٿو سگهجي تہ اهي شاهہ صاحب جا چيل آهن يا ڪنهن ٻئي فقير جا رسالي ۾ داخل ڪيا ويا آهن.

هن ڪوجنا ڪان پوءِ گهڻ ۾ گهڻ هيترو تہ ثابت ٿئي ٿو تہ سر ڪيڏاري بابت يقيني طرح سان چئي ئي نہ سگهبو تہ ڪو شاهہ صاحب جو چيل آهي، پر جيڪڏهن هيئن چيو وڃي تہ شاهہ صاحب جو چيل ئي نہ آهي تہ

● فتح فقير ڪلهوڙو ٽالپرن جي پوئين زماني ۾ حيدرآباد ۾ اوتارو وجهي اچي وينو هو، هو پڪو سني هو ۽ مير صاحب اگرچہ شيعت ڏانهن مائل هئا پر فتح فقير جي اوتاري جي لنگر جو خرچ ڏيندا هئا ۽ سنڌس گهڻو سهندا هئا. سال 1259ھ ۾ وفات ڪيائين.

ڪنهن حد تائين درست ٿي سگهي ٿو.

ان هوندي به آئون تاريخي خيال کان هن چوڻ تي مجبور آهيان ته شاهه صاحب جي زماني جا حاڪم ۽ ڪي عالم اگرچه شيعا نه هئا، مگر ان هوندي به هو عام اهل سنت جماعت وارن کان اهل بيت جي محبت جو وڌيڪ اظهار ڪندا هئا. جنهنڪري شاهه صاحب جو هڪ صوفي بزرگ هو سني هجڻ واري حالت ۾ به جيڪڏهن اهل بيت سان وڌيڪ عقيدت ۽ محبت جو مالڪ هجي ته ان ۾ ڪو حرج ڪونه آهي. خصوصن ان حالت ۾ جو علامه محمد معين ٺٽوي سان سندس تمام گهٽيون صحبتون رهيون آهن ۽ هي بزرگ نه فقط اهل بيت جي محبت واري نشي ۾ مخمور هو پر ڏهين محرم جي امام حسين شهادت جو بيان ٻڌڻ ۽ گريو ڪرڻ به جائز چوندو هو• تنهنڪري جيڪڏهن شاهه صاحب به ائين ڪندو هوندو ته ان ۾ ڪنهن شڪ يا شبهي جي گنجائش ڪانه ٿي سگهي ٿي.

شاهه صاحب قادري طريقي جو مرشد ۽ شريعت جو پابند صوفي بزرگ آهي، هوڏانهن اسان مٿي ڏيکاري آيا آهيون ته شيعي مذهب ۾ تصوف ٿيندو ئي ڪونه آهي، خصوصن اهڙو طريقو جنهن جو ٻانڊاپو وجي شيخ عبدالقادر جيلاني سان ٿئي. شاهه صاحب تصوف جون منزلون به شريعت جي رستي سان طئي ڪرڻ گهري ٿو. تصوف لاءِ پهريون ڏاڪو آهي، الله تعالىٰ کي هڪ ڪري مڃڻ ۽ ٻئي دنيا کان لاڳاپا ٽوڙڻ ۽ غير خدا تي ڀروسو نه رکڻ.

شاهه صاحب فرمائي ٿو ته :

وحده لاشريڪ لہ، جان تو چيو جيئن ،
مڃيو محمد ڪارڻي، هيجان ساڻ هيئن،
تڏهن منجهان تيئن، اوتڙ ڪونہ اوليو.

شاهه صاحب توحيد يا الله جي هيڪڙائي سان گڏ حضرت محمد مصطفىٰ ﷺ جي مڃڻ جي تلقين به فرمائي ٿو. صوفي ٿيڻ لاءِ شرط وجهي ٿو ته:

جي پائين جوڳي ٿيان تہ، پر ڪلمي جي پار،
پنجن سان پورو رہ، آيا ٿيهہ مَ ٽار،
تڏهن ڏاڳا ڏار، جڏهن راه سڃاڻي رب جي.

• ان مسئلي تي هڪ رسالو به لکيو هئائين جنهن تي مخدوم حيات مدني ۽ مخدوم محمد هاشم جا رد لکيل آهن.

صوفي تيڻ لاءِ شاهه صاحب جي سکيا آهي ته اڳ ۾ ”لا الله الا الله محمد رسول الله“ چئي مسلمان بڻج، ان کان پوءِ پورن وقتن تي پنج نمازون ادا ڪندو رهه، سال کان پوءِ جڏهن رمضان جو مهينو اچي، تڏهن ٽيهه ئي روزا رک. پوءِ فرمائي ٿو ته تصوف يا سلوڪ جا ڏاڪا يا رستو تڏهن وٺ جڏهن شريعت موجب پنهنجي پالڻهار جي راهه ڪي پوريءَ طرح سڃاڻي ڇڏين. نماز ڪيئن پڙهجي؟ ان بابت ارشاد آهي ته:

جان جان پسين پاڻ ڪي تان تان ناه نماز،
سڀ وڃائي ساز، تهان پوءِ تڪبير چئُ.

هڪ وڏو عالم صوفي صحيح نماز جو فلسفو ان کان وڌيڪ بيان ڪري نه سگهندو، يعني ته نماز ۾ جيستائين محويت نه آهي ۽ تڪبير (الله اڪبر) چوڻ سان جيستائين پنهنجو وجود وسري نٿو وڃي، فقط ذات باري تعاليٰ جو ئي تصور ۽ حاضري نٿي رهي ته هڪ ڪامل صوفي لاءِ اها نماز ئي ڪانه آهي. باقي سيڪڙاٽن سالڪن لاءِ ته ائين به ارشاد آهي ته:

پڳي سان ئي پير جيسين چنيو سنبرين.

يعني ته جيستائين عشق الاهي جو اهو درجو نصيب ٿئي، جنهنڪري تڪبير چوڻ سان پاڻ گم ٿي وڃي، تيستائين جهڙي به حالت آهي ان موجب نماز ادا ڪرڻ گهرجي، فرمائي ٿو:

وحده لاشريڪ لـه، چؤ چوندو آءُ،
فرض، واجب، سنتون تنئون ترڪ م پاءِ،
توبهه سندي تسبيح پڙهڻ ساڻ پڄاءِ،
نڳا پنهنجي نفس ڪي ڪا سنئين راه سهاءِ،
پريان سندي ڳالهڙي هيءَ هينئين سين لاءِ،
ته سندي دوزخ باهه، تو اوڏيائي نه اچي.

هن بيت ۾ شاهه صاحب شريعت جي واٽ تي هلڻ لاءِ اهو سڀ ڪجهه چئي ويو آهي، جنهن سان هڪ مسلمان دوزخ جي باه کان پاڻ کي بچائي سگهي ٿو.

شاهه صاحب جيڪڏهن هڪ طرف کان صوفيانه توحيد (همه اوست) جي مسئلي جو معلم آهي ته ٻئي طرف شرعي توحيد يعني خدا جي هيڪڙائي جو به اهڙي ريت قائل آهي جو الله تعاليٰ کان سواءِ، نه ڪنهن جي

اڳيان گردن جهڪائي ۽ نه وري سندس بارگاه کان سواءِ ڪنهن به شيءِ جو ڪنهن وٽ سوالي ٿجي. فرمائي ٿو:

(1) وحده لاشريڪ لہ جان تو چئين ايئن،
تا مڃ محمد ڪارڻي نرتون منجهان نينهن،
سو تون وڃي ڪيئن، نائين ڪنڌ ٻين کي.

<<<<●>>>>

(2) ڏاتار تہ تون، ٻيا مڙئي مڱڻا،
مينهن منڊائتا وسڻا، سدا وسين تون،
جي گهر اڇين مون، تہ ميريائي مان لهان.

<<<<●>>>>

(3) تون حبيب تون طبيب، تون دارون کي دردن،
تون ڏئين، تون لاهين، ڏاتر کي ڏکندن،
تڏهن ڦڪيون فرق ڪن، جڏهن امر ڪيو ان کي.

شاهہ صاحب پنهنجي تعليم ۾ مخلوق اڳيان سر نمائڻ ۽ سجدي ڪرڻ کان منع ڪري ٿو. الله تعاليٰ کان سواءِ ٻين وٽ مشڪل ڪشائي لاءِ سوالي ٿيڻ کان روڪي ٿو. ٻيا سمورا ماڻهو الله جي در جا محتاج ۽ سوالي آهن. تنهنڪري پنندڙن کان ڇو پنجي. شاهہ صاحب هن حد کي پهتل آهي تہ بيماريءَ واري حالت ۾ بہ شفا لاءِ الله تعاليٰ کان سواءِ ٻئي ڪنهن شيءِ تي نظر ڪانہ پويس ٿي. ڦڪين ۽ ٻڪين ۾ بہ تڏهن ئي فائدو پائنئي ٿو جڏهن هنن کي الله تعاليٰ امر ڪندو.

شاهہ جي رسالي ۾ هڪ سر آهي"ڏنا سري" جنهن ۾ پيرن فقيرن کي سڏيو ويو آهي. شاهہ صاحب جهڙو وڏو موحد بہ اهڙو ڪلام ڇئي سگهي ٿو ڇا؟ اگرچہ شاهہ صاحب جي زماني ۾ ان قسم جي ڪلام جو شاعر يا شاهہ صاحب جهڙن بزرگن جي واتان نڪرڻ ڪا اچرج جهڙي ڳالهہ نہ آهي، مگر ڏناسري جو سر شاهہ صاحب جو چيل ئي نہ آهي، ڇو تہ ان جي ڪن بيتن ۾ خود شاهہ صاحب ۽ سندس گادي نشين پائنٽي ميان جمال شاهہ جي واکاڻ ڪيل آهي، مثال طور هيٺيون بيت پڙهو:

پنبڻيون پير ڪري، سنبهہ ڏانهن سعيد،
جمعو شاهہ جمال جو، عبداللطيفي عيد،
مٺان مون مرشيد، قرض لاهہ قبي ڏٺي.

جمعي ڏينهن شاهه جمال (پٽائي جي پائٽي) تي فقيرن جو ميلو لڳندو هو. ڪو فقير ان جي ڳالهه ڪندي قبي ڏٽي ڪان قرض لاهڻ جو سوال ڪري ٿو. پلا شاهه صاحب به قرض ڪٽندو هو ڇا، جو قبي ڏٽي ڪان ان لاءِ سوال گهري ٿو؟

سر ڏناسري ۾ بلال فقير، حبيب فقير، ميون فقير، محمود فقير، صالح فقير جا بيت آهن، جي سندن نالن سان ڏنل آهن. ازان سواءِ ڪن بيتن ۾ شيخ بهاء الدين ذڪريا ملتاني ۽ سندس پوٽي شيخ ابو الفتح رڪن الدين جي واڪاڻ ڪيل آهي، جن سان شاهه صاحب جو ڪنهن به نموني ۾ لاڳاپو ڪونه آهي. انهيءَ سموري سر جي ٻولي يا لفظن جي بيهڪ به شاهه صاحب جي شاهاڻي ڪلام جهڙي نه آهي. تنهنڪري يقين سان چئي سگهجي ٿو ته اهو سر به رسالي ۾ پوءِ ٽنبيو ويو آهي.
مرحوم مرزا قليچ بيگ، احوال عبداللطيف ۾ لکي ٿو ته:
”سر پٽيهون ڏنا سري. هن سر ۾ شاهه صاحب جو ڪلام ڪونهي. هن ۾ سنڌ جي پيرن جي تعريف آهي ۽ گهڻا بيت ته صالح جا آهن“ (صفحه 170) ساڳي ريت مير صاحب سانگي به ڏنا سري بابت فرمايو آهي ته سر ڏنا سري شاهه صاحب جو چيل نه آهي. شاهه صاحب جو حشر نشر (قيامت قائم ٿيڻ) عذاب قبر ۽ منڪر نڪير جي سوال جواب ۽ حشر ڏينهن حساب ڪتاب جو ساڳيو عقيدو آهي، جو عام اهل سنت جماعت جو آهي ۽ انهن عقيدن کي پنهنجي شعر ۾ هر هنڌ بيان فرمايو اٿس، شاهه صاحب جي ڪلام کي غور سان پڙهڻ گهرجي.
قاضي هدايت الله متعلوي لکيو آهي ته:
”شاهه صاحب آخر ڄمار جو گهڻو حصو ظاهر شريعت محمدي ﷺ جي سيني احڪامن سان پاڻ کي پابند رکيائون. روز شب عبادت ۽ اطاعت ۽ سنت نبوي جي متابعت ۽ خلق الله جي ارشاد ۽ هدايت ۽ باطني فيض جي عام سخاوت ۾ گذاريائون.“

مطلب ته شاهه صاحب مذهبي لحاظ سان هڪ وڏو صوفي ۽ ظاهري شريعت جو پڪو پابند هو. هو هندو جوڳين سان به 3 سال ساندهه سفر ۽ سنگت ۾ رهيو. ظاهري مسلمان عالمن سان به صحبتون رهيس، مخالفن مخالفتون به ڪيس، پر هن ڪنهن به وقت پنهنجي حالت ۾ اهڙو ڦيروئي ڪونه آندو جو انهي زماني جا شريعت وارا مٿس ڪا نڪته چيني ڪن يا ملامت

آٿين. انهيءَ زماني ۾ شريعت وارن مخدومن جو ملڪ ۾ ڏاڪو هو. حاڪمن جي خانگي حياتي ڪهڙي به هوندي هئي، مگر سندن ڪنڌ شرعي حڪمن مڃڻ لاءِ هميشه هيٺ نويل هوندا هئا. جيڪڏهن شاه صاحب جهڙي مشهور علمي ۽ صوفي خاندان واري بزرگ کان ڪو غلط ڪم ٿئي ها ته ڪڏهن به معاف نه ڪيو وڃيس ها. خاص طرح ان حالت ۾ جو شروع زماني ۾ جڏهن شاه صاحب جي جذبي ۽ بيخوديءَ جو زمانو هو ۽ ساڻس ڪن پيرن ۽ اميرن جون مخالفتون هيون. هن بزرگ جي وفات کان پوءِ جيڪڏهن ڪي ماڻهو هن عارف خدا ڏانهن ڪجهه بيديني جون ڳالهيون منسوب ڪندا ته اها انهن جي غلطي آهي جو فقط پنهنجي بدمعاشين ۽ عياشين لاءِ ان ريت رستا ڳولي رهيا آهن. باقي شاه صاحب جي پرهيزگارانه زندگي ته اهائي آهي جا اوهان جي سامهون آهي.



## فصل ڏهون

# شاهہ صاحب جا حڪيمانہ قول

شاهہ صاحب جو ڪلام ڄڻ تہ ڪن آيتن، حديثن ۽ عارفن جي قولن جو ترجمو آهي. هن جي هڪ هڪ شعر ۾ عقل ۽ دانائي جا اٿاهہ ماپا پيا آهن، جنهن مان هڪ سمجهدار اکين وارو اهو ڪجهہ پرائي سگهي ٿو، جو هڪ استاد عارف ڪامل جي سنگت مان سکي سگهجي. ان هوندي بہ اسان شاهہ صاحب جا ڪي عاقلانہ اقوال هت آڻيون ٿا، جي سيڪت طور پنهنجن ساٿوڙين جي سامهون ڪڏهن ڪڏهن بيان فرمائيندا هئا. •

(1) فرمائيندا هئا تہ نمازي ۽ عابد اهو آهي، جنهن جي مان وڃايل هجي. روزائت اهو آهي جو ٻئي ٻانهي جو محتاج نہ ٿئي. (حديث شريف ۾ آهي تہ روزو مون لاءِ آهي ۽ آئون ئي ان جو عيوض آهيان. شاهہ صاحب جو انهيءَ حديث جي مفهوم موجب هي مقصد آهي تہ جڏهن روزائت الله تعاليٰ جو ٿي وڃي ٿو تہ پوءِ ٻين ٻانهن جي ڪهڙي محتاجي ڪيندو).

(2) فرمائيندا هئا تہ مسجد جي ڪعبي ڏانهن پٺ آهي، يعني تہ هن ۾ پنهنجو ڏيکاءُ ڪونهي پر نيازمندي آهيس، تنهنڪري ئي هن کي شرف مليو آهي تہ ماڻهن جو سجده گاهہ بڻجي. تنهنڪري هر هڪ ماڻهوءَ کي گهرجي تہ پنهنجو پاڻ کي پائڻ چڏي ڏي، ماڻهن جي واڪاڻ ڏي نہ واجهائي، اهڙي ريت هلي جيئن سندس اندر جي ٻاڦ ئي ٻاهر نہ نڪري. عابد هجي يا زاهد، طالب هجي يا مطلوب، غالب هجي يا مغلوب سيني کي نوڙت ۽ نيازمندي سان هلڻ گهرجي، ان ۾ ئي سڀ ڪجهہ سمايل آهي.

(3) فرمائيندا هئا تہ ڪنهن ۾ بدگماني نہ آڻجي. جڏهن ٻئي جو عيب يا اوڻائي ڏسي تہ وري پنهنجي گريبان ۾ جهاتي پائي تہ پنهنجون اوڻايون پيش ايندس، انهن جي سڌارڻ لاءِ ڪوشش وٺي. چڱائي يا بڇڙائي جهڙي بہ حالت سامهون هجي، ان تي راضي رهي ۽ هن ڪوشش ۾ لڳو رهي تہ پرين جو

---

• هي سڀ قول لطائف لطيفي مان ورتا ويا آهن.

وصال حاصل ٿئيس.

(4) فرمايائون تہ الله تعاليٰ جي امانت اهڙي ريت هيئڻ گهرجي، جو جيڪڏهن درويش ستو پيو هجي تہ سندس مٿي هيٺان هجي، پر جيڪڏهن ان جي ڳولا ڪري تہ هٿ نہ اچي سگهي. انهيءَ مضمون کي شاهہ صاحب پنهنجي هيٺين شعرن ۾ پيش ڪيو آهي:

(1) سمهان تان سر هيٺ، ڪهان تان ڪيچان پري،
ٻاروچي سين ڏيٺ، جيڏيون جيهي پر ٿي.

(2) ڪهان تان ڪيچان پري، وهان تان وٽ مون،
پلي ڏوريم پون، عبث آريءَ ڄام کي.

(5) فرمائيندا هئا تہ خودي ۽ خدا هڪ هنڌ گڏ ٿي نہ سگهندا، انهيءَ قول کي هيٺين بيت ۾ ادا ڪيو اٿن:

(1) آئون سان ان پار، ڪڏهن تان ڪونہ ويو،
هيڪڙائي وٽ هار، هنجون جي هنئين جون.

(2) ٻن ٻيائي سپرين، پاٽان مون کي پل،
آئون اوراهون جهل، توکي رسي تو درين.

يعني تہ منهنجا سپرين حرص ۽ سڌون جيڪي مون ۾ آهن، جنهنکري آئون پاڻ کي ڪجهہ سمجهي رهيو آهيان، انهن کان روڪيو وجي، تنهن کان پوءِ سندس دروازي تي پهچي سگهندين. فرمائي ٿو تہ:

توکي رسي تو ڏٺي سيوئي جمال،
ڪونهي ٻيو خيال جي شارڪ شڪ وجائين.

جيڪڏهن تون شڪ کي دل مان ڪڍي ڇڏين ۽ ٻيائيءَ کي خيال ۾ ئي نہ آڻين تہ پوءِ تون پنهنجي مالڪ کي رسي سگهين ٿو، جنهن جي جمال جو هر جاءِ جلوو آهي.

(6) هڪ دفعي فرمايائون تہ" پاڻ هجڻ جي دعويٰ ڇڏڻ کان سواءِ ڇوٽڪارو ممڪن ئي نہ آهي. هڪ ڪتو جڏهن ٻئي ڪتي تي حملو ڪندو آهي تہ ڪمزور ڪتو هن جي اڳيان ٽنگ کڻي پوندو آهي، ان ڪري ڪتن جي ويڙهہ نہ وڌندي آهي. انسان جو سموري مخلوق ۾ مان وارو آهي تنهن کي

ڪمزور ڪتي جيتري بہ سمجھ ڪانہ آهي جو هيئاهين ڏيکاري سمورا رڳڙا ختم ڪرائي ڇڏي.“

(7) هڪ دفعي شاهہ صاحب ڪان ڪنهن فقير پڇيو تہ ماڻهن کي الله تعاليٰ وٽان ڏسجي يا الله تعاليٰ کي خلق مان پسجي؟ جواب ۾ فرمايائون تہ نزول واري حالت ۾ مخلوقات مان الله تعاليٰ ڏانهن توجھ ڪرڻ گهرجي. عروج واري حالت ۾ پيدا ڪندڙ ڪان سندس مخلوقات جو معائنو ڪجي.

(8) فرمائيندا هئا تہ مرشد جي ظاهري سادگي تي خيال نہ ڏجيءِ نہ وري ان ۾ ڪو حرج آهي، جيڪڏهن مريد نيڪ آهي ۽ ارادو پڪو اٿس تہ ان کي ساديءَ رهڻيءَ واري مرشد مان بہ گهڻو ئي فائدو رسندو رهندو.

(9) فرمائيندا هئا تہ ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي ڪهڙي بہ ڪم لاءِ سوال ڪرڻ، جو ڪيس ڏکيو لڳي، يا پنهنجي قسمت جي شڪايت ڪرڻ، يا ڪنهن جي چاپلوسي ڪرڻ، يا هڪ ٻئي سان ٺٺولي يا گستاخي ڪرڻ بي سود آهن، انهن مان ڪوبہ فائدو پهچڻو نہ آهي.

(10) فرمائيندا هئا تہ ڪن حالتن ۾ ڪي درويش جڏهن ڪماليت کي پهچندا آهن تہ هو اگرچہ پنهنجي سر عبادت ڪان بي پرواه هوندا آهن، مگر ان هوندي بہ عام ماڻهن جي اصلاح ۽ سڌاري لاءِ پاڻ کي شريعت جو تابع ۽ هر هڪ ظاهري عبادت جو پابند رکندا آهن. جيئن ڳيور جي ماءُ يا دائي فقط ٻار جي صحت لاءِ ڪاڏن ڪان رک يا ڪِري رکنديون آهن، پر هنن کي تہ ڪا بيماري ڪانہ هوندي آهي جو ويهي رکون رکن.

(11) فرمائيندا هئا تہ جيڪڏهن مرشد ڪامل چڱو ڪاڌو کائي يا چڱا ڪپڙا ڍڪي تہ ان تي ويڪ نہ ونجي ڇو تہ اهي شيون سندس دلي مقصد نہ آهن پر مريدن جي تربيت واسطي ائين ڪندا آهن تہ جيئن حلال شين کي حرام نہ سمجهيو وڃي ۽ خواه مخواه مرشد جي رياضتي زندگيءَ پوئتان تڪليفون نہ سهندا رهن.

(12) فرمائيندا هئا تہ جيستائين طالب ڪنهن ڪماليت کي نہ رسي تيستائين ڪيس شادي ڪرڻ ۽ گهرو رڳڙن ۾ ڦاسڻ نہ گهرجي، ڇو تہ گرهستي زندگي ياد خدا ۾ گهڻيون ئي رنڊڪون آڏو آڻي ٿي. ان تي پنهنجي تڙ ڏاڏي بزرگوار شاهہ عبدالڪريم بلڙي واري جو قول آڻيندا هئا، جو فرمايو اٿس تہ ”مون کي شادي ڪرڻ جي روڪ تہ نہ ڪيائون پر مرڳوئي زوريءَ ڪٽي شادي ڪرايائون. مان سندن ڪهڙو گناه ڪيو هو جو مون کي ڪٽي باندي بڻايائون.

هاڻي پنهنجي تجربي کان پوءِ ماڻهن کي بہ پرڻي جي جنجل کان جهليان ٿو تہ بہ هو نٽا مڙن ۽ پاڻ کي کڏ ۾ تا اڇلائين. ٻين تہ سيني کمن کان کنهن نہ کنهن صورت ۾ ڇوٽڪارو ملي سگهي ٿو، مگر پرڻو اهڙي آفت آهي جو ڪٽي پت سان مٿو هٽي تہ بہ ڇوٽڪارو ٿيڻو نہ آهي".

(13) هالن جي مخدومن يا ڪن ٻين پيرن جا مريد وٽس صحبت لاءِ ايندا هئا تہ انهن کي فرمائيندو هو تہ عقلمند کي گهرجي تہ ٻن ٻيڙين تي پير نہ رکي، ڇو تہ ٻيڙيون ڌار ٿي هليون تہ وچ ۾ ڪري ٻڏي مرندو.(يعني تہ هڪ ئي سالڪ جي سنگت ۽ سڪت ۾ رهجي تہ ان ۾ ئي انسان جو فائدو آهي).

(14) گلشن اولياء ۾ لکي ٿو تہ ڪوٽ اگهم جي هڪ پاڻولي شاهہ صاحب جي خدمت ۾ اچي عرض ڪيو تہ دعا ڪريو تہ الله تعاليٰ جي طلب جو شوق پيدا ٿئي. پاڻ فرمايائونس تہ "درويش کي گهرجي تہ پنهنجي دل ۾ الله جي ذڪر کي ويهاري ڇڏي ۽ ان تي اهڙي بيهڪ ڪري جو ڪڏهن بہ ويسارو نہ ٿئيس ۽ هميشہ خبردار رهي."

(15) هڪ دفعي پاڻ ننگر پارڪر طرف سفر ۾ هئا تہ هڪ معتقد شاهہ صاحب جي خدمت ۾ هڪ رومال آڻي پيش ڪيو. ائين ئي ويٺا هئا تہ ايتري ۾ ٻيو هڪ ماڻهو آيو جنهن اچي اُٺ نذراني ۾ ڏنو ۽ پنهنجو ننڍڙو نينگر بہ خدمت ۾ آندائين جنهن جو سمورو مٿو ملي سان پڪو پيو هو. عرض ڪيائين تہ سائين! هن ٻارڙي جو مٿو ڇٽي ۽ جيڪو روڳ آهي سو دفع ٿئي. شاهہ صاحب تازو مليل رومال ڪٽي ٻارڙي جي مٿي تي ٻڌو ۽ دعا بہ گهري. رومال ڏيندڙ فقير عرض ڪيو تہ منهنجي مرضي هئي تہ اهو رومال ڪجهہ وقت سائين جن جي هٿ ۾ رهي ها تہ ڏاڍو چڱو هو پر اوهان تہ هن فقير جي ٻار کي ڏئي ڇڏيو. پاڻ فرمايائون تہ تنهنجي رومال تہ اسان کي اٺ ڏياريو آهي، اجا تون ناراض ٿئين ٿو!

(16) فرمائيندا هئا تہ ڪڏڙو يا جنهن ماڻهوءَ جي شهوت ضايع ٿيل هجي سو ڪماليت کي گهٽ رسندو آهي، واڪاڻ جي لائق اهو مرد آهي جو قوت مردانگي بہ هجيس پوءِ بہ ان تي قبضو رکي اڳتي وڌي. مڙس کي گهرجي تہ پنهنجي بي فرمان نفس جو رقيب يا مخالف بڻجي بيهي.

(17) اهي دوست بہ دشمن آهن جن جي سنگت ۾ اجايو وقت وڃي ٿو، اُهو ڌاريو بہ چڱو آهي جو توسان ڪو لاڳاپو نٿو رکي.

(18) دنيا ۾ جيڪو بہ دم ڪٽجي ٿو، سو دنيا جي عناصر يا تنتن سان

گڏيو پيو آهي، جڏهن هي ساه پنهنجي پيدا ڪندڙ جي حوالي ٿيندو تڏهن پاڪ روح پنهنجي اصلي ذات کي وڃي رسندو ۽ پوءِ ڇا مان ڇا ٿي پوندو.

(19) جيڪو ماڻهو موت کان اڳ ۾ مري چڪو آهي سو اگرچہ رهي سهي تہ ماڻهن ۾ ٿو پر حقيقت ۾ مئل آهي. سندس هن دنيا وارن سان فقط هيترو لاڳاپو رهي ٿو تہ هن جي جنازي کي کڻي قبرستان ۾ پهچائي ايندا، پر ان وقت بہ سچا ساٿي اهي هوندس جن سان روحاني لاڳاپو رهيو هوندس. فرمائي ٿو:

مـيـت مـوئـي آئـيـو، ڪـهـي ڪـانـڌن لاءِ،
سو ڪانڌي سو هوءِ، جوڳي جي جنم جو.

(20) فرمائيندا هئا تہ معجزا ۽ ڪرامتون هڪ ئي قبيلي جون شيون آهن، مگر جدا جدا شخصيتن وٽان ظاهر ٿيڻ سبب سندن جدا جدا نالا پيا آهن.

(21) مريد کي گهرجي تہ پنهنجي پير جي بزرگي تي فخر نہ ڪري، پر پاڻ ڏي نهاري ۽ پنهنجي عملن تي ويچار ڪري تہ ڪيس آئنده هلي ڪاميابي ٿئي.

(22) هڪ دفعي فرمايائون تہ ڪي ماڻهو حضرت مسيح ابن مريم کي الله تعاليٰ جي ذات پاڪ جو فرزند چوندا آهن. اها غلطي انهن ماڻهن کان هن ڪري ٿي آهي جو هنن مان ڪي ماڻهو فنا في الرسول • جي درجي کي پهتل هئا، هوڏانهن حضرت عيسيٰ ۾ روح الله هجڻ ڪري بدن جو شبهو بہ گهٽ هو، جنهنڪري هنن کي وهم ويٺو تہ شايد اسان جو هي پيغمبر خدا جو جزو آهي ۽ اهو لفظ اٽڪل بازي سان چئي ويٺا. ان کان پوءِ پويان، انهن اڳين جي انڌي پيروي ۾ ڦاسي حضرت مسيح کي ابن الله (خدا جو پٽ) چوڻ لڳا.



• هت رسول مان مراد حضرت عيسيٰ رسول آهي.

## فصل يارهون

# متفرق آکاٽيون

(1) حافظ طيب ڦل لاڙائي کان نقل آهي تہ ننڍي هوندي منهنجي طبع ڏاڍي غبي هئي جو ڪجھ ياد نہ ٿي سگهندو هو. هوڏانهن والد مون کي پڙهائڻ ويهاريو پر ڪجھ بہ نہ ٿي سکي سگهيس. هڪ دفعي حضرت شاھ صاحب اسان جي ڳوٺ راهن ۾ تشريف فرمايو ٿيو . منهنجو والد مون کي شاھ صاحب وٽ دعا ڪرائڻ لاءِ وٺي ويو. پاڻ ان وقت هڪ ٺڪر جي پيالي ۾ سائي ياڄي مانيءَ سان کائي رهيا هئا. پچاڙيءَ ۾ پاڻ مانيءَ جو ٽورو ٺڪر ۾ ٽوري ياڄي ڪٽي اسان کي کائڻ لاءِ ڏنائون. انهيءَ اوبر کائڻ جو هي پسڻ ٿيو جو سينو کلي پيم ۽ قرآن شريف ياد ٿي ويو ۽ يادگيرو ايڏو زبردست ٿيوتہ جو ڪجھ بہ پڙهندو يا ٻڌندو هوس تہ اهو سڀ ڪجھ ياد رهجي ويندو هو.

گلشن اولياء جو مصنف لکي ٿو تہ حافظ طيب ڦل هڪ نيڪ مرد، پرهيزگار ۽ پسنديده اخلاق جو مالڪ هو. فقه جا سمورا مسئلا، معاملات ۽ عبادات بابت وقت جي عالمن کان ٻڌي ياد ڪري ڇڏيا هئائين. بيان ڪرڻ وقت چوندو هو تہ اهو مسئلو فلاڻي ڪتاب جي فلاڻي باب ۾ موجود آهي. هن جو سينو ايڏو کلي پيو هو جو سڀ ڪنهن سال جي ايندڙ حادثن ۽ حالتن، مهانگائي يا سهانگائي جي سُڌ ڏيندو هو. وڏيڪ لکي ٿو تہ خدا وارن جي اوبر کائڻ ڪري ايڏو بهترين نتيجو نڪري ٿو، جنهن جو ڪاٿو ئي نٿو ڪٿي سگهجي. سورالمومن شفاءٌ واري حديث جو اهو واقعو گويا شرح آهي، يعني تہ مومن جي اوبر شفا آهي. (گلشن اولياءَ)

(2) بدين تعلقي جي ڳوٺ راڄي جو درويش غلام پيرزادو هڪ وڏو عارف درويش ٿي گذريو آهي. ان کي سندس شروع حال ۾ طلب خدا جي اوچتو ايڏي ڪشش ٿي جو سندس والد سمجهيو تہ شايد ڪيس جن ورتو آهي. آخر ڪيس جن ڪڍڻ وارن وٽ وٺي ويا، هنن گهڻائي ڦيٽا رکيا پر ڪجھ بہ فرق ڪونہ پيو. ڏاڍيون مارون بہ ڏنائونس پر هجي جن تہ نڪري. آخر هن جي

پيرن ۾ زنجير وجهي ڪٽي قيدي بڻايائونس. ان وچ ۾ ڪين واقف اسرار الاهي سيد عبداللطيف ڀٽائي جي اچڻ جو پتو پيو جو پاڻ تلهار ۾ اچي منزل ڪئي هئائون. درويش غلام پيرزادي جو والد زنجيرن ۾ جڪڙيل پنهنجي فرزند کي شاهه صاحب جي خدمت ۾ وٺي آيو ۽ عرض ڪيائين ته دعا ڪريو ته منهنجي پٽ تان جن جو آچوڙو لهي وڃي. شاهه صاحب هن درويش جي منهن ڏانهن چتائي ڏسي فرمايو ته” خدا ڪري ته اهڙو جن شال لطيف کي وٺي. ائين چئي ارشاد ڪيائين ته سندس پيرن مان نيئر ڪڍي ڇڏيو جو هن جو ڪم گهٽو متي تي چڪو هو“. • (گلشن اولياءَ)

(3) ڀٽ جي لڳو لڳ ان زماني ۾ به وڏيون ڍنڍون هونديون هيون، هڪ ڪراڙ واري ۽ ٻي سور هڏي. ماڻهن جي مال چرڻ جا اتي ڪوچا ۽ وڍ هوندا هئا. هڪ دفعي آس پاس جا مالدار ماڻهو گڏجي شاهه صاحب جي خدمت ۾ آيا ۽ عرض ڪيائون ته هنن ٻنهي ڍنڍن جو پاڻي اهڙو گندو ٿي ويو آهي، جو مال ۾ ڏاڍي بيماري پيدا ٿي آهي، جنهنڪري مال ۾ مارو پئجي ويو آهي. شاهه صاحب فرمايو ته سڀاڻي اچجو ته پوءِ ان جو جواب ڏينداس. ٻئي ڏينهن جڏهن ماڻهو موٽي آيا تڏهن فرمايائون ته ڪراڙ واري ڍنڍ کي ته مسلمان ڪيو ويو، ان مان بيماري جو اثر دفع ٿي ويو. باقي سور هڏي کي جيتريقدر به ڌوتو ويو اها صفا ڪانه ٿي سگهي. پوءِ ڏٺو ويو ته ڪراڙ واريءَ مان جيڪو مال پيئندو هو ته ان کي بيماري ڪانه ٿيندي هئي، پر سور هڏي جو پاڻي بيٺل هجي يا تازو دريا جو پويس هر حالت ۾ جيڪو جانور پيئندو هو سو مرندو هو. (گلشن اولياءَ)

شاهه صاحب پنهنجي رسالي ۾ ڪراڙ واري ڍنڍ جو ذڪر ڪيو آهي جيئن ته فرمائي ٿو:

(1) پري پٽ تي آئيو سارنگ سهج منجهان،
ڪڙيون ڪنٺهار جيئن، وچون اتروار،
سرها سنرا ٿيا، ڍامڻ ڍب ڪيا،
ڦهري پٽنئان، پريائين ڪن ڪراڙ جا.

(2) پريائين ڪن ڪراڙ جا، ونو وارياسو،
ڪوٽيتي ڪوڻ ڪيو، چگو چوماسو،

• غلام پيرزادي جو تفصيلي احوال مصنف جي ڪتاب ”تذڪره مشاهير سنڌ“ ۾ ڏسڻ گهرجي.

ماڪاٽي تان موٽيو، ڏيئي پب پاسو،
خالق ڪيو خاصو، ڇيهو ڇڪي ڪنڌئين.

شايد اهو ئي سبب آهي جو شاهه صاحب رسالي ۾ ڪراڙ جو (جنهن ڪي) مسلمان بڻايو ويو هو، ذڪر ڪيو آهي ۽ ٻين به ڪن ڀٽ جي آس پاس وارن مڪانن جو بيان آندو آهي ، پر سورهڏي ڍنڍ جو نالو ئي نه تو آٽي ڇو ته سور جو هڏو ڏوئڻ سان به پاڪ نٿو ٿي سگهي، جنهنڪري پاڻ ان جو نالو ئي نٿا وٺن.

(4) هڪ دفعي گجڻ جي ڳوٺ ۾ • منگرن وٽ اچي رات رهيا، ڳوٺ وارن عرض ڪيو ته صبح جو نيرن اسان وٽ ڪري پوءِ ئي روانا ٿجو. شاهه صاحب فرمايو ته نيرن واسطي ترسي نه سگهندس، جو مون کي سويل وڃڻو آهي. انهن ماڻهن چا ڪيو جو جنهن جاءِ ۾ پاڻ ٽڪيل هئا تنهن کي ٻاهران قفل هڻي ڇڏيائون. هن لاءِ ته شاهه صاحب صبح جو ماني کائي پوءِ هتان روانو ٿئي. جڏهن صبح ٿيو ماڻهن اتي اچي قفل لاهي دروازو کوليو تڏهن ڏسن ته شاهه صاحب اندر آهي ئي ڪونه ! ڏاڍي حيراني ٿين ۽ ان لاءِ پاڻ ۾ پڇارون ٿي ڪيائون ته ايتري ۾ شهر وارن جو هڪ ميهار، جو ڳوٺ کان ٻاهر پاڻن تي رهندو هو، سو کير جو گهڙو کڻي اچي پهتو. ڳوٺ وارن جون ڳالهيون ٻڌي چوڻ لڳو ته اوهان وينا اٽڪل بازيون ڪريو ته شاهه صاحب ڪيڏانهن ويو ! مان اڄهو پرهه ڦٽيءَ ويله ڪيس ڇر جي ڳوٺ وٽ ٻن واهن جي ٻيگهوءَ ۾ ڏٺم ، جو برسات جي پاڻي سان وضو ڪري صبح جو نماز بيٺي پڙهيائين. منگرن کي اها ڳالهه ٻڌي وڏيڪ حيرت ٿي. (ارشاد الطالبين فارسي)

(5) هڪ ماڻهو اکين کان ويهجي ويو هو، شاهه صاحب جي خدمت ۾ اچي عرض ڪيائين ته دعا ڪريو ته اکين ۾ نور اچي ۽ ڏسي سگهان. حضرت شاهه عبداللطيف هٿ کڻي ڏٽيءَ کان دعا گهري. ڏٺو ويو ته الله تعاليٰ جي حڪم سان هڪدم هن جي نظر اهڙي چڱي ٿي پيئي، جهڙي چڱيلائي ۾ هوندي هيس. (ارشاد الطالبين)

احوال شاه عبد اللطيف ۾ اهو نقل هيٺئن ريت آيل آهي:

هڪڙو انڌو ماڻهو شاهه عبداللطيف وٽ آيو ۽ اچي چيائين ته سائين مون کي دعا ڪر ته اکين ۾ روشنائي ٿئي. شاهه صاحب انهيءَ وقت عروج جي حالت ۾ هو، پنهنجي جند جي خبر به ڪانه هوس. ٿوري دير کان پوءِ انهيءَ

• اهو ڳوٺ هالن پراڻن جي ويجهو هوندو هو جو هاڻي ويران ٿي ويو آهي.

انڌي جي اکين ۾ روشني ٿي، جنهنڪري هو خوشيءَ کان ڪپڙن ۾ نٿي ماپيو. جڏهن شاهه صاحب تان اها خاص حالت گذري ويئي ۽ انڌي کي نهايت خوش ڏٺائين، تڏهن پڇيائينس تہ هيتري خوشي ڇا لاءِ ڪرين ٿو؟ ان فقير چيو تہ آئون انڌو هوس تو کان دعا گهريم تہ اکيون سڄيون ٿي پيون آهن، ان تي شاهه صاحب چيو تہ مون کي ڪابہ خبر ڪانهي، جنهن تنهنجو عرض ٻڌو ان جي مهربانيءَ سان تنهنجيون اکيون سڄيون ٿيون. ان کان پوءِ هي بيت پڙهيائون:

سوئي راه رد ڪري سوئي رهنماء
وتعز من تشاء و تذل من تشاء.

هي پويون مصرع قرآن شريف جي آيت آهي، يعني تہ جنهن لاءِ گهري تہ ان کي عزت ڏئي، جنهن لاءِ گهري تہ ان کي ذلت ڏئي. مطلب تہ عزت ۽ ذلت الله تعاليٰ جي هٿ ۾ آهن.

شاهه صاحب هڪ پڪو موحد ۽ نماڻو درويش هو، جنهنڪري هو ڪنهن بہ ڪرامت کي پاڻ ڏانهن منسوب نہ ڪندو هو پر جو ڪجهہ ٿيندو هو، ان کي الله تعاليٰ ڏانهن سمجهندو هو ۽ اهائي پنهنجن فقيرن کي هدايت ڪندو رهندو هو.

(6) ڀٽ جي پرسان شاهه صاحب جو هڪ فقير الياس رهندو هو. هڪ دفعو درويش الياس مسافريءَ تي هليو ويو، گهر ۾ فقط پنهنجي زال ڇڏي ويو، جنهن جو نالو هو" ماڪي". مائي ماڪي مڙس جي نہ هجڻ ڪري پنهنجن مينهن کي چارڻ لاءِ ٻهر جي ويندي هئي. هڪ ڏينهن چور جو آيا سو مائي ماڪيءَ جون مينهون چورائي رمندا رهيا. زال ذات ڇا ڪري سگهي ٿي. ڏاڍي حيران ٿي پر ڪجهہ ڪري نٿي سگهي. ٻئي ڏينهن شاهه صاحب اوچتو سندس گهر ۾ گهڙي آيو ۽ مائي ماڪيءَ کي موڳو ۽ ملول ڏسي ڪائنس احوال پڇيائين: مسڪين مائيءَ مينهن جي چوريءَ جي سموري ڪهاڻي ڪري ٻڌائي. جنهن تي شاهه صاحب سواءِ ڪنهن دير جي اتان روانو ٿي ويو ۽ گهڻي ڳولا کان پوءِ مينهون وٺي اچي مائيءَ جي مڙس اچڻ کان اڳ ئي پهتيون ڪري ڏنائين.

(7) شاهه صاحب جوانيءَ جي زماني ۾ جڏهن هندو سناسين سان سفر جا ڪشالا ڪاٽيندو رهندو هو تڏهن سندس ساٿين مان هڪ سنياسي بيمار ٿي پيو ۽ هلڻ چلڻ کان چڪجي ويو. جوڳين جو دستور هوندو هو تہ

سندن ساٿين مان ڪو اڳهو يا اڻ ڪيل ٿي پوندو هو ته ان جي پرواهه نه ڪندي پنڌ ڪي اڳتي پوريندا ويندا هئا. مگر حضرت شاهه صاحب ائين نه ڪيو، هن ويچاري بيمار جي تيمارداري لاءِ ساڻس رهجي پيو. ڪجهه وقت ڪان پوءِ اهو اڳهو جوڳي سگهو ٿي پيو، پوءِ ساڳيو رستو وٺي روانا ٿيا جيڏانهن قصد ڪيل هين. شاهه صاحب پنهنجي ساٿيءَ سميت ٻين رمتن کان پنج ڏينهن اڳ ۾ اچي منزل مقصود تي پهتو. جڏهن هو آيا ۽ ڏٺائون ته ڇپر ۾ ڇڏيل ساٿي ته اسان کان به اڳ ۾ اچي سهڙيا آهن، تڏهن شاهه صاحب جا ڏاڍا معتقد ٿي پيا ۽ کيس گرو (مرشد) جي لقب سان سڏڻ لڳا. ان کان پوءِ هندو ويراڳين ۾ اها رسم جاري ٿي ته جيڪو سنگتي بيمار ٿي پوندو هو ته ان کي ڦٽو نه ڪندا هئا پر ان جي پرگهور لهڻ لاءِ رهجي پوندا هئا.

(8) نقل آهي ته هڪ دفعي شاهه صاحب جيسلمير علائقي ۾ پيرين پيادو پنڌ ڪندي ڪن فقيرن سميت هڪ جاءِ تي اچي وٿاڻ ڪيائون، . ٻر واري ڳوٺڙي ۾ سندن ڪو معتقد رهندو هو، تنهن اچي شاهه صاحب جي دعوت ڇڪي ۽ عرض ڪيو ته منهنجي گهر ۾ هلي پير گهمايو. شاهه صاحب ٻن ٽِئن فقيرن سان گڏجي فقير جي گهر ۾ تشريف فرما ٿيو. هن فقير، شاهه صاحب جي ڏاڍيءَ محبت سان مرحبا ڪئي، مگر گهر ۾ اها پائي ڪونه هوس جو ڪٿي ڪاڏي لاءِ ڪجهه تيار ڪرائي. آخر پنهنجي زال سان حال پر ملال بيان ڪيائين، يعني ته مرشد ڪي ته وٺي آيو آهيان پر گهر ۾ ته پينگ لڳي پيئي آهي. هو به رات جو وڳڙو ۽ تازو مينهن به وٺو هو، هاڻي وڃن سو وڃن ڪاڏي. فقير ڪي سندس زال چيو ته ڳوٺ جو هٽ واڻيو منهنجي لاءِ مرندو آهي، سو جيڪڏهن آئون وٽس مهان منهن هلي ڪجهه گهرنديس ته ڪنهن شيءِ ڏيڻ کان ناڪار نه ڪندو. مڙس اها ڳالهه قبول ڪئي، برسات جي گپ چڪ ڪري زال ڪي ڪلهي تي ڪٽي آٽي، هندوءَ جي هٽ تي لاٿائين. واڻيو هن مائي ڪي ڏسي وائڙو ٿي ويو. چوڻ لڳو ته تون ڪمهلي ڪيئن ڪهي آئي آهين؟ خير ته آهي؟ اڳ ته مون ڏي اڪ ڪٽي به ڪونه نهاريندي هئينءَ ! مائي سمورو قصو ڪري ٻڌايس ته مون وٽ منهنجي مڙس جو مرشد آيل آهي، گهر ۾ ڪجهه به نه آهي، تنهنڪري تو وٽ وٺي آيو اٿم. هاڻي جيئن تنهنجي دل گهري تيئن ڪري سگهين ٿو! جڏهن هندو ڪانئس سمورو معاملو معلوم ڪيو ته ڏاڍي اچرج ۾ پئجي ويو. مائي جي مٿي تي چمي ڏيئي چيائين ته اڄتي تون منهنجي ماتا مثل آهين، تنهنجي جيڪا سچائي پنهنجي مرشد ۽ پنهنجي

يتار سان آهي سا مون کي نيڪ ڪرڻ لاءِ بس آهي، پوءِ تہ جو ڪجھ گهربو هون سو هنن جي حوالي ڪري ڪين روانو ڪيائين. جڏهن شاهہ صاحب کي انهيءَ واقعي کان واقفيت ٿي تڏهن پاڻ فرمايائون تہ :

جيسلميرياڻن جس، جي الله ڪارڻ لنديون،
هٿ بہ رهن رس، هٿ بہ مليون هوت کي.

صبح جو اهو هندو بہ اچي شاهہ صاحب جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. شاهہ صاحب جي صحبت ۽ ديدار کان پوءِ اهڙو ڪو اندر ۾ الیل اٿيس جو ڪلمو پاڪ پڙهي مسلمان بڻجي پنهنجو سمورو واپاري ڌنڌو انهيءَ مسلمان جيسلميري جي حوالي ڪري پاڻ اسم ذات ڪمائڻ لاءِ شاهہ صاحب جي جماعت ۾ شامل ٿي ويو.

(9) مخدوم عبدالباسط هالائي هڪ وڏو عالم، حضرت شاهہ صاحب جو ڏاڍو معتقد هو، ان کي گهڻي سڪ کان پوءِ پٽڙو ڄائو. مخدوم صاحب اٿي شڪراني جا نفل پڙهڻ لڳو. سلام واري تہ سندس پاسي کان شاهہ صاحب خاص ڪيفيت ۾ بيٺل ڏسڻ ۾ آيس. مخدوم کي سندن اوچتو اچڻ تي ڏاڍي خوشي ٿي، ۽ پنهنجي حويلي ۾ وٺي وڃي ويهاريائينس. مخدوم صاحب هو مفلس ماڻهو، گهر ۾ مانهہ جي دال پٽڙي پڪل موجود هوس جا آڻي شاهہ جي اڳيان حاضر ڪيائين. شاهہ صاحب اها کائي پوءِ فرمايائين تہ فقيرن جي جماعت منهنجي ڳولا ۾ هوندي تنهن کي منهنجو پتو نہ ڏج جو هنن کان جند ڇڏائي اڄ اڪيلائي ۾ رهڻ پسند ڪريان ٿو. فرمايائون تہ:

ور اونداهي راتڙي، چانڊوڪي چانڊا،
اوري مهارا، منهن نہ پسان ڪو پيو.

(10) هڪ دفعي پاڻ نصرپور ۾ ڪنهن دوست وٽ اچي ٽڪيا. نصرپور جي برک ماڻهن مان ميان عبدالله پٽ الهڏنو، شاهہ صاحب جي خدمت ۾ پهچي سندس پٽ ۾ هن ارادي سان اچي ويٺو تہ آئون فقيرن جي ٽولي ۾ شامل ٿي ساڻن هليو وڃان. اها سڌ جڏهن سندس وڏي ڀاءُ کي پيئي تڏهن پنهنجي ننڍي ڀاءُ (ميان عبدالله) کي وٺڻ لاءِ آيو ڇو تہ هن کي گمان ٿيو تہ جيڪڏهن فقيرن سان هليو ويو تہ اسان جي خاندان تي ڇٽو لڳندو. ڀانهن کان جهلي جڏهن گهلي هليس تڏهن شاهہ صاحب فرمايو تہ، ملا: خبردار. ان جو نتيجو اهو نڪتو جو اهو شخص جيستائين جيئرو هو تہ هر هر اهو اکر

”ملا خبر دار“ اٿندي ويهندي، گهڻيءَ سير چوندو رهندو هو.

(11) پٽ کان هڪ ڪوهه پنڌ تي هڏاڪٽ راهوجن جو ڳوٺ آهي، جنهن کي توتڙيو بہ سڏيندا آهن. انهيءَ ڳوٺ جي ٻاهران شاهہ صاحب جي ڪن فقيرن، سندن اجازت کان سواءِ جوئر جي پوک پوکي هئي. جڏهن پوک تيار ٿي تڏهن فقيرن شاهہ صاحب کي عرض ڪيو تہ اسان کي جريب ڪيتيءَ جا ڪيا آهن جي هاٿي پڇي راس ٿيا آهن، اهي هلي ڏسو! پاڻ هلي اچي پوک اک مان ڪڍيائون.

شاهہ صاحب کي لسي ڏاڍي وڻندي هئي ۽ پاڻ گهڻو ڪري گرميءَ جي موسم ۾ لسي پيئندا رهندا هئا. هڏاڪٽ ڳوٺ ڏانهن ماڻهو موڪليائون تہ ڪا لسيءَ لپ وٺي اچي. معلوم ٿيو تہ ڳوٺ جون زالون گجڻ جي ڳوٺ ڏانهن لسي ڪٽي وڪڻڻ ويون آهن ۽ ڳوٺ ۾ لسيءَ جي لپ ئي ڪانہ هئي. شاهہ صاحب کي جڏهن اها سڌ ملي تڏهن پاڻ خوش طبعي ڪندي فرمايائون تہ :

هڏا ڪٽيون هليون، ڪؤپياريون ● کهي،
ڇڏيئون ڪانہ پٽ تي، سندي ڏڌ ڏهي،
گجڻ ساڻ گهي، اونڌا ڪري آئيون.

ٻئي ڏينهن تي هڏا ڪٽ جي راهوجن شاهہ صاحب جي خدمت ۾ ڍءَ تي ڏڌ لسي آڻي حاضر ڪيو. پاڻ ڇا ڪيائون جو ڪيتيءَ جي سموري پيدائش هنن ماڻهن کي لسي لپ جي عيوض ۾ ڏيئي اٿي کڙا ٿيا. ان کان پوءِ فقيرن لنگر لاءِ وري زمين ولڻ کان ڪٽي بان ڪئي. ڇو تہ هنن کي ڪجهہ هڙ حاصل ٿيڻو ئي نہ هو تہ پوءِ ڇو ويهي جاکوڙا ڪن. هڏا ڪٽ ڳوٺ جو ذڪر شاهہ صاحب جي رسالي سر سارنگ ۾ بہ آيل آهي. فرمائي ٿو تہ:

ڇيهو ڇڪيءَ ڪنديئين ڪيائين گڙنگ گل ◆ ،
هڏا ڪٽان هليو، ڀري ترايون تل،
آنڌائون آب اڇل، متي باغ بهار ڪري.

---

● ڪوپياريونَ =ڪپن واريون. اهي ٿانءَ جنهن سان کير مٿي ڏينديون هيون.
گجڻ ساڻ گهي = گجڻ ڳوٺ ۾ سڀ وڪٽي ٿانءَ خالي ڪري آيون.
◆ ڇيهو = هڪ گاهہ جو نالو. گڙنگ = پٽ جي لڳ هڪ ڦٽل وڏي واهہ جو نالو.
اڇل= تکو وهندڙ پاڻي.

(12) واحد ڏني فقير• کان روايت آهي ته مان هڪ اهڙي ماڻهوءَ کي ڏٺو، جنهن جي شاهه صاحب سان ملاقات ٿي هئي. ذات جو شورو ۽ ٽنڊي قيصر جي آس پاس رهندو هو. هن چيو ته هڪ ڏينهن شاهه صاحب ٽنڊي قيصر ۾ منزل انداز ٿيو، آئون هڪ مسڪين ۽ مفلس، مقروض ماڻهو هوس. دل ۾ چيم ته شاهه صاحب جو نالو ته گهڻو ئي ٻڌڻ ۾ اچي ٿو، اڄ هلي ڪُئنس دعا گهران ته هن مفلسيءَ جي مصيبت کان ته ڪو ڇوٽڪارو مليم. جڏهن ڪچهريءَ ۾ پهتس تڏهن ڏٺم ته فقير منجهند جي ماني ڪائي رهيا هئا. آئون شاهه صاحب جو ادب بجا آڻي ويهي رهيس. جڏهن فقير ڪاڌي پيتي کان واندا ٿيا، تڏهن پاڻ سيني کان پڇيائون ته باقي ڪو فقير رهيل ته ڪونه آهي؟ جواب ڏنو ويو ته، نه سائين! سيني ڪائي ڍؤ ڪيو آهي. ان کان پوءِ شاهه صاحب پاڻ ڪائڻ وينا ۽ مون کي به سڏي پاڻ سان گڏجي ڪائڻ جو حڪم ڪيائون. ادب ڪري گهڻو ئي انڪار ڪيم پر امر کان پوءِ انڪار جي مجال به ڪانه هئي. پاڻ فرمايائون :

نــنـگـا آهـيـون نــڪـتـا، اسـيـن مــارو لــوڪ،
تر ڪي پايون ٿوڪ، جو ولهيون ڍڪ ڏوتيرن جو.

يعني ته اسان مسڪين مارو ماڻهو آهيون، هي دنيا اسان لاءِ تر مثل آهي جتي فقط ماڪ کان بچاءُ گهرجي ٿو ۽ اهڙائي گهر ٺهيل آهن جو ولهه جو بچاءُ ڪري سگهن. مطلب ته شاهه صاحب پنهنجي پيري يا وڏائي جي نفي ڪندي هن شخص کي پاڻ سان گڏجي ڪائڻ لاءِ امر ڪيو.

هي فقير چوي ٿو ته پاڻ پورو پورو ڪري ڪائي رهيا هئا ۽ مون کي بڇ ڪندا رهيا ٿي ته چڱي طرح ڪائيندو وڃ! جڏهن ڪائي ڍؤ ڪيم تڏهن اول منهنجا هٿ ڌورائي پوءِ پنهنجا هٿ ڌوتائون. ان کان پوءِ پنهنجو حال پيش ڪري دعا جي گهر ڪيم. پاڻ فرمايائون ته مان ڇا آهيان، الله تعاليٰ وڏو سگهارو ۽ ڀاڄهارو آهي. فقير چوي ٿو ته ان کان پوءِ اچي ڀاڳ لڳو، سائو ستابو ٿي رهيس ۽ هن وقت منهنجي ڄمار سؤ سالن جي ويجهو آهي پر پاڻ کي ڳڀرو جوان سمجهي رهيو آهيان، شاهه صاحب سان گڏجي ڪائڻ کان پوءِ

• واحد ڏني فقير جي ڄمار 80 سالن کان مٿي هئي، ان سان هي ڳالهه ميان حسين سانوڻي هالائي ڪئي جو شاهه صاحب جي استاد آخوند نور محمد سانوڻي جو ترپوٽو هو. اهو واحد ڏنو فقير شاهه صاحب جي زماني جو ماڻهو هو پر شاهه صاحب کي اکين سان ڪونه ڏٺو هئائين. (لطائف لطيفي)

ڪڏهن بہ بيمار ڪونہ ٿيو آهيان.

(13) ڀٽ جي ڀرسان هڪ ٻڪرار رهندو هو جو صبح جو پنهنجون ٻڪريون جهنگ ۾ ڦيري پوءِ اچي شاهہ صاحب جي ڪچهريءَ ۾ ويٺو ٿيندو هو. سندس بہ ڪتا ٻڪرين جا رکوالا هوندا هئا، جي سانجهن مهل ٻڪريون تڙي اچي واڙ ۾ رسائيندا هئا. ان ريت ڪيترائي ڏينهن ڪندو رهيو. هڪ ڏينهن شاهہ صاحب جي خدمت ۾ چوڻ لڳو تہ منهنجون ٻڪريون مون ڪان سواءِ بہ منهنجن ڪتن جي رکواليءَ هيٺ جهنگ چري گهر ايندڙيون آهن ۽ آئون اچي هت سائين جن جي صحبت مان گهڻو ڪجهہ پرائيندو آهيان . انهيءَ شام جو گهر وڃي ڏسي تہ بہ چار ٻڪريون ڪٽيون پيون آهن. جهنگ ۾ ڳولي وڃي ڏسي تہ مُيون پيون آهن. چراخن ڦاڙي وڌيون آهن. اهڙي ريت ٻئي ڏينهن بہ سندس ٻڪرين کي جهنگلي جانور شڪار ڪري ويا. ڏاڍو حيران ٿي اچي شاهہ صاحب کي عرض ڪيائين تہ ٻڪريون مارجي رهيون آهن. پاڻ فرمايائونس تہ اڳ تنهنجي الله تعاليٰ تي توڪل هئي تہ تنهنجون ٻڪريون بہ سلامت رهنديون آيون ٿي، هاڻي جڏهن ڪتن تي ڀروسو ڏيکاريئہ تڏهن اهو ڪجهہ ٿيو جيڪي ڏسي رهيو آهين.

(14) هالن پراڻن ۾ هڪ علم وارو نيڪ ماڻهو رهندو هو ، پر تنگدستي ڏاڍو ورائي ويئي هوس. شاهہ صاحب وٽ لنگهي آيو تہ دعا گهري تہ الله تعاليٰ مٿس رزق جي ڪشادگي فرمائي. شاهہ صاحب هن عالم سڳوري کي چيو تہ مان چاليهہ حديثون ياد ڪيون آهن، ممڪن آهي تہ انهن جي پڙهڻ ۾ ڪا غلطي ٿي وڃي، اهي ٻڌي مون کي درست ڪريو. عالم سڳورو حديثن جي ٻڌڻ لاءِ منتظر ٿي ويٺو. شاهہ صاحب جڏهن هڪ حديث پڙهي ان جي معنيٰ ڪرڻ فرمائي تڏهن عالم جي اکين تان اولا لهي ويا ۽ پنهنجي ارادي کان توبهہ تائب ٿي، آئنده لاءِ شاهہ صاحب جي صحبت ۾ ياد الاهي سان مشغول ٿي رهيو.

(15) هالن پراڻن جو هڪ بزرگ پيني، جو وڏو عالم ۽ سهروردي طريقي جو معتقد هو سو هر هڪ سومر تي مخدوم عربي ديانہ جي مقبري تي ختمو چوڻ ويندو هو. انهيءَ رستي تي شاهہ صاحب جو اوتارو هوندو هو. هڪ دفعي بزرگ پينيءَ کي سندس شاگردن چيو تہ هن اوتاري ۾ هڪ سيد ولي ڪامل رهندو آهي ڇو نہ ان جي زيارت ۽ ملاقات ڪجي؟ مخدوم جواب ڏنو تہ اسان کي اجا تائين هي معلوم نٿي سگهيو آهي تہ هي سيد صاحب

سچي سڪ جو سالڪ آهي، الائي دنيا ڪمائڻ لاءِ هي ڍونگ رچيو اٿس، ائين چئي هي بزرگ ته اڳتي رمندو رهيو.

شاهه صاحب کي جڏهن اها ڳالهه معلوم ڪرائي ويئي تڏهن فقير کي چئي چڏيائين ته جڏهن هي بزرگ اوڏانهن موٽي ته مون کي سڏ ڏني وڃي. بزرگ جي موٽڻ وقت شاهه صاحب کي ٻڌايو ويو ته اجهو اچي رهيو آهي، جنهن تي شاهه صاحب پنهنجي جهوپڙي مان نڪري رستي تي ٿي بيٺو ۽ بزرگ پڻي کين پري کان ڏسندي گهوڙي تان لهي شاهه صاحب جي ملڻ لاءِ اڳتي وڌيو شاهه صاحب به هن ڏانهن وڌندو آيو. جڏهن پاڻ ۾ مليا، تڏهن شاهه فرمايو ته مان جيڪو به قدم تو ڏانهن وڌائي رهيو هوس سو ثواب ۾ داخل هو ۽ تو جيڪا به وک مون ڏانهن وڌائي ٿي سا گناهه هئي. پوءِ ٻئي ڄڻا شاهه صاحب جي بيٺڪ واري اوتاري ۾ اچي ويٺا. بزرگ پڻيءَ شاهه صاحب کي عرض ڪيو ته هي جو اوهان فرمايو ته منهنجون اوهان ڏانهن وکون پڻ گناهه ۾ داخل هيون ۽ اوهان جا قدم خدائي قربت ۾ هئا، انهيءَ جي معنيٰ ڇا آهي؟ پاڻ فرمايائون ته اوهان جو مون ۾ گمان هو ته هي سيد الائي سچو عاشق آهي الائي دنيائي ڍونگ ڪيو اٿس. يعني اوهان کي ڪو يقين ئي ڪونه هو. پوءِ مون کي ڏسي جو گهوڙي تان لهي پيا ته سڪٽي خوشامد هئي جا گناهه آهي، باقي آئون ته اوهان کي دين جو عالم سمجهي استقبال ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌيس ٿي، جنهنڪري مون کي ضرور ثواب ٿيڻ گهرجي. بزرگ پڻيءَ اهو قول ٻڌي ماٺ ۾ اچي ويو، پوءِ هي فارسي مصرع پڙهڻ لڳو:

”مقصود من آن ست کہ مقصود تو باشد“

يعني ته منهنجو مقصد اهو ئي آهي جيڪو اوهان جو آهي. ان کان پوءِ هميشه لاءِ اهو بزرگ شاهه صاحب جو معتقد ۽ دوست ٿي رهيو. •

(16) هڪ دفعي شاهه صاحب پنهنجي معتقد الياس فقير ٻگهئي جي گهر ٽڪيل هو. الياس پنهنجن مينهن مان کير ڏهي رهيو هو، جو شاهه صاحب ويٺي ڏٺو. هڪ مينهن تي ڪوهون چڙي هن کي ميڙي پوءِ ڪوهون ڪاهي ڪٽي ڪيري سان سوگهو ڪيائين ۽ پاڻ ويٺو مينهن ڏهڻ. جنهن تي شاهه صاحب فرمايس ته ڪوهين سان ائين ناحق نه ڪرڻ گهرجي. مينهن جو کير

• هالن پراڻن ۾ شاهه صاحب جي همعصرن پڻي بزرگن ۾ مخدوم عبدالرؤف صاحب هو جو هالن جي مخدوم صاحبن ۽ ميان نور محمد ڪلهوڙي جو دوست هو ۽ اوائل ۾ شاهه صاحب جو مخالف هو ۽ پوءِ معتقد ٿي رهيو آهي.

فقط سندس ڦر پالڻ لاءِ آهي، پنهنجي لالچ لاءِ هن کان ڇو ڪير ڪسيو وڃي ٿو. پهريان هن کي ڇڏ ته ڊڄ تي پيئي پوءِ جيڪي بچي سو ڏهي وٺ! الياس فقير عرض ڪيو ته سائين پوءِ ته ڪوهون هڪ ٽيپو به ڪانه ڇڏيندو سڀ چوسي چٽي بيهي رهندو. شاهه صاحب فرمايو ته يار! اڄ ته منهنجي خاطر ائين ڪٽي ڪر! فقير ڪوهون ڇوڙيو ته ماءُ جي ٿڻن کي چوسي صفا ڪرڻ کان پوءِ به بيٺو ٿوٽا هٽي، مجال جو ڪٽي منهن ڪڍي. شاهه صاحب! اها حالت ڏسي فرمايو ته خدا جي طالب کي به گهرجي ته هن وڇڙي وانگي طلب ۾ ڪابه ڪوتاهي نه ڪري پر جيئن پوءِ تيئن اڳتي وڌي.

(17) هڪ دفعي شاهه صاحب سڙڪ تي بيٺو هو ۽ ماڻهو اچي وڃي رهيا هئا. هڪ ٽولو اچي لنگهيو، جن کان احوال ورتائون، جن ٻڌايو ته اسان حج تي وڃي رهيا آهيون، پوءِ ته پاڻ به جنهن حالت ۾ هئا تنهن سان ئي سواءِ سنبت جي روانا ٿي پيا. هلندي هلندي منجهند ويلي هڪ تلاءَ تي مانجهاندي ڪرڻ لاءِ ترسي پيا، ڏٺائون ته پري کان ٻڪرين جو ڌڻ پاڻي پيئڻ لاءِ ڊوڙندو اچي ٿو. پاڻي پيئڻ کان پوءِ ٻڪريون پٺي ڏئي ڦولهڙيون لاهي پيشاب ڪري رمنديون رهيون. شاهه صاحب اهو نظارو ڏسي فرمائڻ لڳو:

ڏوريان ڏوريان م لهان، شال م ملان هوت،
جيءَ اندر جا لوت، مڇڻ ملڻ سان مائي ٿئي.

جنهن کان پوءِ پاڻ وري اچي پنهنجي ماڳ ڀٽ شريف تي تشريف فرما ٿيا. سندن اڪيلي سر سفر ۽ وڃڻ ڪري فقيرن کي فڪر گهيري ويو هو، جنهنڪري ڪيترا ڏينهن سندن ڳولا ۾ لڳل هئا. جن مان ڪي ته وڃي ڪيچ ڀيج به نڪتا هئا. ڇو ته اڳ سنڌ وارا انهيءَ رستي سان حج جي سفر تي ويندا هئا ۽ سورت بندر تان جهازن تي سوار ٿيندا هئا.

(18) شاهه صاحب جي خليفن مان تمر فقير هڪ مشهور بزرگ عابد زاهد پابند شريعت جو درويش ٿي گذريو آهي. انهيءَ تمر فقير جا وڏا مائٽ شاهه صاحب جا مريد هئا، جي سندن حياتي ۾ سگهرا حج تي هليا ويا هئا. شاهه حبيب جي وفات کان پوءِ هو جڏهن موٽي آيا، تڏهن اچي حضرت شاهه عبداللطيف جي خدمت ۾ سندن والد جي معذرت به ڪيائون ۽ سندن ملاقات مان به پرايائون. اهو تمر فقير ننڍڙو ساڻ هو، جنهن کان پڇيائون ته تنهنجو نالو ڇا آهي؟ ٻارڙي وراڻيو ته حاجي علڻ! پاڻ فرمايائون ته اهو نالو ته اسان

جي مرشدن جي مرشد ۽ ولين جي سردار جو آهي، تنهنجو نالو آهي تمر (مٺي کجور) چو ته تون ڇائو بہ عرب ملڪ ۾ ڪجهيءَ هيئان هئين. عرب جون عورتون ان وقت لولي ڏئي رهيون هيون ته:

فوق المطر تحت التمر لبن البقرهات الله، هات الله،

يعني ته مٿان مينهن ۽ هيٺان ڪجي ڍڳي جو کير، الله آڻي الله آڻي! اهو گيت اوهان جي گهر جا پاتي ٻڌي رهيا هئا. تمر فقير جا مائٽ اکين تي هٿ رکي چوڻ لڳا، هائو سائين، برابر ائين هو. خليفو تمر اڃا ساماڻو ئي ڪونہ هو تہ شاهہ صاحب وفات فرمائي.

تمر فقير اهل دل درويش هو، هميشہ ڀٽ جي درگاه تي رهي فقيرن جي خدمت ڪندو ۽ هنن کي ذڪر فڪر سيکاريندو هو ۽ مسجد جي امامت ۽ آبادي جي خدمت بہ سندس سپرد هئي. سندس مقبرو شاهہ صاحب جي گنبذ جي ڏکڻ کان لڳو لڳ آهي. مخدوم محڪم الدين سيلاني• جو حضرت شاهہ صاحب جو گهاٽو دوست ۽ صاحب حال ۽ قال جو هو، تنهن کي شاهہ صاحب وصيت ڪئي هئي تہ تمر جڏهن جوانيءَ کي رسي تڏهن کيس ذڪر اشغال سمورا سيکاريج ۽ درويشيءَ جي راهن ۽ رسمن کان واقف ڪج! مخدوم محڪم الدين سيلاني انهيءَ امر موجب تمر جي پوري طرح تربيت ڪئي، هو وڏي ڪماليت کي وڃي رسيو. فقير تمر سموري ڄمار ۾ شادي ڪانہ ڪئي هئي، ان ڪان پوءِ جيڪو سندس جاءِ سنڀاليندو هو سو شادي نہ ڪندو هو. هاڻي انهن خدا وارن درويشن جو سلسلو ڀٽ تان ختم ٿي ويو آهي.

(19) حضرت شاهہ صاحب هڪ دفعي ڪنهن ڳوٺ ۾ وڃي هڪ فقير جو مهمان ٿيو. انهيءَ ماڻهو وٽ ڍورن جا ولر هئا، جنهنڪري گهر ۾ ياڙ ۽ گندگي جام لڳي پيئي هئي. گهر ۾ هڪ سڪل وڻ بہ بيٺل هو. شاهہ صاحب پڇيو تہ هي وڻ ڇو سڪي ٻاڻ ٿي ويو آهي. گهر جي مالڪ چيو تہ سائين! ياڙ ڪري سڪو آهي. ”ياڙ“ لفظ جون بہ معنائون آهن، هڪ جانورن جا ڇيٿا ۽ ٻي آهي مغروري ۽ هٺيلائي. شاهہ صاحب ٻي معنيٰ کي لحاظ ۾ رکي فرمايو تہ هائو بابا! ياڙ (وڏائي) سڪائيندڙ آهي يعني تہ هٺ انسان کي تباهہ ڪندڙ آهي.

(20) ڏوراهين ديس جو هڪ مريد سال بسال شاهہ صاحب جي

---

• مخدوم محڪم الدين سيلاني جو مقبرو رياست بهاولپور ۾ سمي سٽي اسٽيشن جي لڳو لڳ آهي.

ملاقات لاءِ کهي ايندو هو ۽ هڪ کٽي سندن ڏڪڻ لاءِ آٽيندو هو. هڪ سال ويچاري کان ڪنهن ڪارڻ ڪري کٽي نہ پچي سگهي تہ ان سال شاهہ صاحب جي زيارت لاءِ ئي ڪونہ آيو. جڏهن ٻئي سال کٽي هٿ ڪيائين، تڏهن خدمت ۾ کٽي اچي حاضر ٿيو. شاهہ صاحب پڇيس تہ پر سال ڇو نہ آئين؟ فقير عرض ڪيو تہ قبلا پر سال سائين جن لاءِ کٽو هٿ نہ لڳو جنهنڪري نہ اچي سگهيس. تڏهن شاهہ صاحب فرمايو تہ اها شيءِ ئي گهوري جا هڪ دوست کي ٻئي دوست کان جدا ڪري.

(21) شاهہ صاحب جي حاضريءَ جي فقير موسي کان نقل آهي تہ هڪ دفعي شاهہ عبدالڪريم بلڙي واري جي ميلي تي شاهہ ڀٽائي رحہ بہ آيل هو. فقير سماع ڪري رهيا هئا ۽ وچ ۾ باهہ ٻري رهي هئي. اتي شاهہ صاحب بہ ماڻهن جي مجمعي ۾ لڪو ويٺو هو. جڏهن باهہ جي ڄڀي مٿي ٿيڻ لڳي تڏهن ماڻهن شاهہ صاحب کي ڏسي ورتو. ان وقت بيت ڏيندڙ فقير هڪ اهڙو دردناڪ ڏوهڙو عشق ۽ جوش پيدا ڪندڙ چيو جو شاهہ صاحب تي بي خودي جي حالت طاري ٿي وئي ۽ بي اختيار اچي سماع جي صف ۾ ويٺا ۽ پنهنجي بدن تان ڪپڙا لاهي بيت ڏيندڙ فقير ڏانهن کٽي اڇلايائون، جنهن تي ٻين ماڻهن بہ ڪپڙا اڇلائڻ شروع ڪيا. ايڏا ڪپڙا اچي گڏ ٿيا جو انهن مان اٺ لڏائي سگهجي. (گلشن)

(22) چون ٿا تہ شاهہ صاحب هڪ ڏينهن ٻن پهرن جو پنهنجي حجري ۾ آرام ڪري رهيو هو تہ ٻاهران ڪنهن ٻاڪريءَ اچي هوڪو ڏنو تہ سوا، پالڪ، چوڪا. ٻاڪريءَ تہ ڀاڄين جا نالا وٺي اهو هو ڪو ڏنو پر جڏهن شاهہ صاحب جي ڪنن تي اهو آواز پيو تڏهن پاڻ ڇرڪ ڀري اُٿي ويٺو. فقيرن کي ان تي اچرج آيو. سبب پڇيائونس، فرمايائون تہ اوهان ٻاڪريءَ جو هوڪو ڪو نہ ٻڌو؟ جو هن چيو تہ جيڪو هڪ پلڪ بہ ستو سو چڪيو يعني اتي ئي پورو ٿيو. ان کان پوءِ پاڻ ڏينهن جو ڪڏهن بہ آرام نہ ڪندا هئا.

(23) شاهہ صاحب هڪ لڳي دريا جو سفر ڪندي ٻيڙيءَ ۾ گودڙي ويڙهيون ليٽيا پيا هئا. ٻيڙي هلندي رهي ٿي. ڪي فقير صوفيانہ سنڌي ڪلام ڳائي رهيا هئا. جڏهن فقيرن اهڙا ڏوهڙا چيا ٿي جنهن مان الله تعالىٰ جي وحدانيت ۽ باقي پڌارٿ جو ڪجهہ بہ نہ هجڻ معلوم ٿيو ٿي تڏهن ڏنو ويو تہ شاهہ جنهن گودڙيءَ ۾ ليٽيل هئا، سا ٻيڙيءَ جي تختي تي صفا سڪٽي پيل نظر ۾ آئي ٿي، جنهن ۾ ڪجهہ بہ نہ هو. وري فقير جڏهن نزول يعني هن دنيا

۾ هجڻ واري نوع جو راڳ آلاپڻ لڳا تي تڏهن ڏنو ويو ته ساڳي گودڙيءَ ۾ ساڳيو انسان سمايل هو.

اهو نقل بيان ڪيو آهي حضرت خواجه محمد سعيد لواريءَ واري بزرگ (وفات 1327هه مڪي ۾ ) پنهنجي والد بزرگ خواجه محمد حسن ڪان، ان بزرگ فقير عاليءَ ڪان، ان فقير موسي سرودي ڪان جو شاهه صاحب جي حاضري جو فقير هو.

# سماع يا راڳ جو مسئلو

راڳ ٻڌڻ جائز آهي يا ناجائز؟ ان ۾ شريعت وارن جو تفصيلي بحث ڪيل آهي جنهن کي هت ٿورڙي انداز ۾ بيان ڪيو وڃي ٿو.

(1) راڳ سرود سان هوندو آهي يا سواءِ سرود جي.

(2) سرود واري راڳ بابت ڪن عالمن ۽ صوفي بزرگن جو چوڻ آهي ته سرود الله تعالىٰ جي يادگيري ڪان روڪيندڙ ۽ اجايا شهواني ۽ شيطاني خيالات پيدا ڪندڙ آهي، تنهنڪري ناجائز، بلڪ ڪن وٽ حرام آهي. ڪن سگهورن جو چوڻ آهي ته جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ تي سرود مٿئين قسم جو اثر نه ڪري بلڪ الله تعالىٰ جي محبت ۽ عشق جو جوش پيدا ڪري ته ان تي انڪار نه ڪرڻ گهرجي.

خواجه عاليشان بهاؤالدين نقشبندي بخاريءَ ڪان جڏهن ان بابت پڇيو ويو ته فرمايائون ته ”نه اين ڪارمي ڪنم و نه انڪارمي ڪنم“ يعني ته نه سرود سان سماع ٻڌندو آهيان ۽ نه وري ان جو انڪار ڪندو آهيان، هوڏانهن خواجه بهاؤالدين سنت جي تابعداري جو ڏاڍو پابند هو ۽ نقشبندي طريقي جو امام يا اڳواڻ آهي.

(3) فقيهه يا شرعي قانون ڻاهيندڙ جي مذهب ۾ سڀ ڪنهن قسم جو سرود حرام آهي. فقط هو ٻن قسمن جي سرود کي جائز چون ٿا (1) ميدان جنگ ۾ غازيءَ جو دهل ڪڙڪائڻ (2) نڪاح جي پڌرائي لاءِ نڪاح پڙهڻ ويل دف وڄائڻ.

(4) سرود ڪان سواءِ مطلق راڳ هيٺين شرطن سان جائز آهي:-(1) ڳائيندڙ عورت يا سهڻو ڇوڪرو نه هجي، (2) مجلس ۾ لفنگا ۽ بيدين ماڻهو نه هجن، (3) اهڙا شعر نه ڳايا وڃن جن ۾ معشوق جي ناز نخري ۽ سندس خال خد ۽ سروقد، جدائي جي جهوري ۽ وصال جي لوري جو اگهاڙي نموني ۾

بيان ٿيل هجي، (4) راڳ جي مجلس ڪري نمازون قضا نه ٿين.

سيد محمد امين شامي جو تيرهن صدي هجريءَ ۾ ترڪي خلافت پاران دمشق جو قاضي هو ۽ هڪ وڏو فقيهه ٿي گذريو آهي، تنهن صوفين عارفن جي سماع بابت لکيو آهي ته:

جيڪي عارف يا صوفي صافي پنهنجي جند جان کي الله ڏانهن سونپي چڪا آهن، جي پنهنجي نفس کي ضابطي هيٺ آڻي بڇڙن عملن کان روڪي چڪا آهن، جن جا سمورا ڪم آخرت لاءِ آهن، جن جي الله تعالىٰ جي محبت ۾ ايڏي محويت ۽ فنائيت آهي جو ڪجهه سڻن ٿا سو خدا ڪارڻ آهي، جو ڪجهه ڪن ٿا سو به خدا ڪارڻ آهي، پنهنجي مالڪ کان سواءِ ٻيو ڪوبه شوق ڪونه اٿن، ان جي محبت کان سواءِ ڪوبه ذوق ڪونه اٿن، ان جي يادگيريءَ ۾ روئندا رهن ٿا، سندس ديدار واري جهوريءَ ۾ جهرندا رهن ٿا، تن کي سماع جي بلڪل رخصت آهي (رد محتار اختصار سان ). جيتوڻيڪ هن زماني ۾ شرعي حڪمن ٻڌڻ کان ماڻهو انڪار ڪري چڪا آهن، پر ان هوندي به حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي حالت ۾ جو سماع جو ذڪر ايندو رهي ٿو، ان تي روشني وجهڻ جي ارادي سان هي چند جملا لکيا ويا آهن.

”لطائف لطيفي“ ۾ آهي ته شاه صاحب پنهنجي سموري زندگيءَ ۾ ڪو سرود ته نه وڄايو پر ان کي هٿ به نه لائيندو هو. پاڻ موسيقي يا راڳ وديا جو وڏو ڄاڻو هو، پر ڪڏهن به فقيرن کي ان جي تعليم ڪانه ڏنائين. راڳ ٻڌڻ وقت هن جي حالت هڪ ٻئي قسم جي ٿي ويندي هئي. ڪڏهن راڳ سواءِ سرود جي سڻندو هو ته ڪڏهن فقط طنبوري تي. هن زماني ۾ جو ڍڪڙ ۽ هارمونيم ۽ ٻيا ڀات ڀات جا سرود ۽ ساز پيدا ٿي ويا آهن، تن کان شاهه صاحب جي مجلس پاڪ رهندي آئي ٿي.

پٽ يا لطيفي جماعت جي لونگ فقير مهيسر جي لوڙهي ۾ باهه ٻاري ان جو طواف ڪندي سماع ڪندا آهن، ان جي معنىٰ ڇا آهي ۽ ائين ڇو ڪيو وڃي ٿو؟ ان تي شاهه صاحب جي حياتي لکندڙن ڪجهه به روشني ڪانه وڌي آهي. ڀانئجي ٿو ته اها هڪ مشرڪانه بدعت آهي، جنهن ۾ پوئين ماڻهن پاڻ کي ڦاسايو آهي. نعوذ بالله منها.



## فصل ٻارهون

# شاهه صاحب جي رهڻي ۽ عادتون

اوهان شاهه صاحب جي حياتي جو هي احوال پڙهي پوءِ ان مان اندازو لڳائي سگهو ٿا تہ سندس رهڻي ڪهڻي ۽ عادتون اخلاق ڪهڙي قسم جا هئا. شاهه صاحب جي زندگيءَ جو نمونو جيڪڏهن صحيح رنگ ۾ ڏسڻو آهي تہ سندس هيٺين ڪلام مان معلوم ڪري سگهجي ٿو:

چوندن ڪيم چئيج، ويڻ ورائي سامهون،
ڪا مت قيمت جهڙي ڏمر ڪي ڏيج،
ويڻ مر ورائيج، تہ سڀ در سهاڳي تئين.

<<<<<●>>>>>

انڻ چوندن ڪيم چؤ، چوندن چيو وسار،
اتئي پهر ادب سين، پر اهائي پار،
پايو منهن مونن ۾، غربت ساڻ گذار،
مفتي منجهہ وهار، تہ قاضيءَ ڪانيارو نہ ٿئين.

شاهه صاحب هڪ رحمدل ۽ ٻاجهارو درويش هو. مان، وڏائي ۽ پائڻ تہ وٽس هيو ئي ڪونہ. سموري زندگيءَ ۾ ڪنهن کان بہ سوال نہ ڪيائون ۽ نہ وري ڪنهن کاڌي پيتي جي خاص شيءِ جي ڪا خواهش ڏيکاريائون، جيڪي ملندو هو سو کائيندا هئا ۽ جهڙي قسم جا ڪپڙا فقير آڻي ڏيندا هئا تہ اهي ڍڪيندا هئا.

زندگيءَ جا پويان پورا ڏهہ ورهيہ سير سياحت کي ترڪ ڪري ڀٽ تي گذاريائون، ۽ اتي ئي ماڻهن کي فيض پهچائيندا ۽ سندن ظاهري باطني ڪم ڪاريون ڪندا هئا.

شاهه صاحب انسانن کي تہ ڪڏهن ڪونہ رنجايو پر حيوانن ۽ جانورن تي بہ ڪيس رحم ايندو هو. ماڻهن کي تاڪيد ڪندا هئا تہ پنهنجن جانورن کي بکيو نہ رکن ۽ ڏکيو ڪم نہ وٺن. پاڻ ڪڏهن بہ پنهنجي سر نہ تہ

کو شڪار ڪيو هئائون ۽ نہ وري جانور ذبح ڪيائون. فقيرن کي سڀني جانور جي مارڻ کان بہ منع ڪندا هئا تہ هو ويچارو ڪمزور جهنگلي جانور آهي تنهنڪري هن کي نہ ايذايو وڃي.

شاهہ صاحب کي اوائل وقت ۾ قبض ۽ بسط جي حالت طاري رهندي هئي. ڪڏهن الاهي رازن ۽ رمزن جو دروازو کليل رهندو هو تہ ڪڏهن وري سندن طبع تي مونجهارو رهندو هو . قبض ۽ بسط جي حالت صوفي سڳورن سان ڪڏهن ڪڏهن لاڳو رهندي آهي. شاهہ صاحب انهيءَ حالت ڏانهن اشارو ڪندي فرمائي ٿو:

ٻاريو اجهائين پرين، اجهايو ٻارين،
مون کي ٿا مارين، پرين پر لهار جي.

شاهہ صاحب ڪڏهن تہ شرعي حڪمن جي بجا آوري لاءِ ماڻهن کي سخت تاڪيد فرمائيندو رهندو هو تہ ڪڏهن وري ڏينهن جا ڏينهن خاموش رهندو هو. اهو سڀ ڪجهہ صوفين جي اصطلاح ۾ قبض ۽ بسط موجب ٿيندو هو.

شاهہ صاحب جي رهڻي ۽ روش جو نمونو ساڳيو ئي هو جو سندس ڏاڏي سيد عبدالڪريم بلڙيءَ واري بزرگ جو هو. هي بزرگ رضا جي مقام ۾ فنائيت جي درجي تي رسيل هو. ڪيس کو ايذائيندو يا رنجائيندو هو تہ ان لاءِ دعا گهرندو هو. تصوف جي طريقي ۽ ذڪر فڪر ۾ بہ شاهہ صاحب جو ساڳيو پنهنجي ڏاڏي وارو نمونو هوندو هو. ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي هاٿو ڪي رواج موجب مريد ڪونہ ڪندو هو پر پنهنجي صحبت ۾ رهائي ڪيس اسم ذاتي جا شغل سمجهائيندو ۽ سيکاريندو هو. جيڪڏهن ڪائنس ڪو دعا گهرندو هو تہ فرمائيندو هو تہ الله تعاليٰ چاڻندڙ ۽ سگهارو آهي، اهو چڱي ڪندو. فيض جي طالبن کي فرمائيندو هو تہ پنهنجي سيني کي آئيني وانگي صاف ڪري رکو تہ ان تي الاهي حسن جو اولڙو ازخود پوندو رهندو.

شاهہ صاحب ظاهري مرشدن واري ٺاهہ ٺٺ کان نفرت ڪندڙ هو. نفس کي مارڻ، سيني کي سنوارڻ، ڪيني ۽ ڪروڌ کي ٻهارڻ، ياد الاهي ۾ گهارڻ سندس زندگيءَ جو هڪ پڌرو نمونو هو. پنهنجو پاڻ وڃائڻ، ٿوري تي راضي رهڻ، دنيائي لذتن کان پاسو ڪرڻ، نيستيءَ کي نعمت ڄاڻڻ ئي سندن مول متو هو.

پنهنجن مريدن ۽ معتقدن کي بہ هميشہ ٿوري کائڻ، ٿوري سمهڻ، ٿوري ڳالهائڻ، گهٽ ٻڌڻ ، سادي پهرڻ ۽ ذکر سان مشغول رهڻ جو تاڪيد ڪندو رهندو هو. مارڻ بابت سندس ارشاد آهي:

آئون سان ان پار، ڪڏهن تان ڪونہ ويو،
ان الله وتر يحب الوتر نئي ٻيائي ٻار،
هيڪڙائي وٽ هار، هنجون جي هنئين جون.

دنيائي سڌن ۽ نفساني خواهشن جي روڪڻ لاءِ فرمائي ٿو:

ٻن ٻيائي سپرين، پاٺان مون ڪي پل،
آئون اوراهون جهل، تو ڪي رسي تو درين.

ترڪ دنيا جو هن حد تائين پهتل هو جو جيڪي بہ ڪيس ملندو هو ان تي قناعت ڪندو هو ۽ ڪپڙا بہ اهي ڍڪيندو هو، جيڪي ماڻهو ڪيس پهرائيندا هئا. لباس جيڪو سندس وفات کان پوءِ ڪن فقيرن وٽ موجود آهي اهو آهي. هڪ ڏگهي ٽوپي جنهن کي قادري ڪلاه سڏيو ويندو آهي، هڪ ڏگهي قميص يا ڪفني گيڙو رنگ جي، ڪاري رنگ جي پڳ پنج يا ڇهہ هٿ، ڪلهن تي ڍڪڻ لاءِ سائي چادر، سندن جتيءَ تي بخيا ۽ سيبو بہ چمڙي جي ڌاڳن جو ٿيل آهي. هڪ لٺ ڪاري رنگ جي جنهن جي تري ۾ لوهي ڪندري لڳل آهي ۽ مٿان بيراڳڻ، جنهن تي مٿو رکي مراقبي ۾ ويهي سگهجي. تسبيح وڏن داڻن واري، ۽ سنگ مرمر جو ڪشتو يا ڪچڪول.

شاهہ صاحب سان سفر حضر ۾ هڪ حمائل شريف قلمي ساڻ هوندي هئي. مولانا رومي جي مثنوي ۽ شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ واري جي ملفوظات يعني بيان العارفين بہ ساڻ رکندو هو. سندن وفات کانپوءِ بہ اهي يادگار موجود رهندا آيا ۽ مير عبدالحسين سانگيءَ لکيو آهي تہ مان پاڻ اهي سڀ شيون ڏٺيون آهن. شاهہ عبدالڪريم جي ملفوظات جيڪا شاهہ صاحب جي ملڪيت هئي ان جي آخر ۾ لکيل آهي:

”حرره الفقير محمد صلاح بار شاد قطب الوقت مرشدي مير صاحب مير عبداللطيف جؤ سلمہ الله وابقاه“.

اهو سيد محمد صلاح بزرگ بلڙيءَ جو رهاڪو شاهہ صاحب جي عزيزن مان هو، جنهن شاهہ صاحب جي حڪم موجب سندن لاءِ بيان العارفين يا رسالہ ڪريمي اتاريو هو. شاهہ صاحب جي رهڻي جي خصوصيت هي هئي

جو ڪنهن کي به ڪنهن ڪم لاءِ نه چوندا هئا، چو ته اهو به وٺن سوال ۾ داخل هو. اج لڳندي هئي ته پاڻي پيئڻ لاءِ به پاڻ اٿندا هئا. ڪاڏو جيڪو گهر ۾ تيار ٿيندو هو يا ٻاهران ايندو هو ته اڳ ۾ جماعت ۾ ورهائي پاڻ پڇاڙيءَ ۾ کائيندا هئا ۽ فقيرن جيترو ئي حصو وٺندا هئا نه وڌيڪ.

گهڻو ڪري ڏوڙ تي ئي پلٽ ماري ويهي رهندا هئا. ٻيٽ تي هڪ ڪاٺ جو صندل رکيل هوندو هو ان تي سمهندا ۽ آرام ڪندا هئا. انهيءَ صندل جي ڀرسان هڪ فقير وضوءَ لاءِ پاڻيءَ جو ڪونرو ۽ ڏندڻ رکي ڇڏيندو هو، جنهن مان وضو ساريندا ۽ نماز پڙهندا هئا. اهو صندل اجا تائين موجود آهي.

مرزا بيگ مغل کان سواءِ سموري ڄمار ۾ ڪنهن کي به پٽ پاراتو ڪونه ڏنائون، نه وري ڪنهن کي تعويذ لکي ڏيندا هئا.

سندن چوڻ هوندو هو ته الله تعاليٰ تي ڀاڙجي ۽ ان جي حڪمن تي هلجي، سڀ مرادون حاصل ٿينديون. فرمائي ٿو:

جسي ۾ جبار جو خفي خيمو ڪوڙ،
جلي تون زبان سين چارئي پهر چور،
فڪر سين فرقان ۾ اسم اعظم ڏور،
ٻيا در وڃ مر ڏور، اي امل اهائين سپجي.

يعني ته اندر ۾ الاهي ذڪر جو ڳجهو خيمو کوڙيو وڃي ۽ ظاهري زبان سان به چپ چوريو وڃي، قرآن شريف ۾ فڪر ڪيو وڃي ته شريعت ۽ طريقت جو درجو حاصل ٿئي، جنهن کي صوفي اسم اعظم سڏين ٿا. جڏهن انسان کي سڀ ڪجهه اندر ۾ آهي ته پوءِ ٻيا در ڇو ٿو ڏوري ۽ پاڻ کي رلائي دربدر ڪري.

## سندن حليو ۽ شڪل

شاهه صاحب قداور مڙس ۽ بيهڪ ۾ سهڻو سڌو هو. ڪڻڪ ورنو، اکيون وڏيون ۽ وٽندڙ، هميشه خمار آلود ۽ سرخي مائل، پيشاني ڪليل، نڪ ڊگهو، سونهاري سڳوري تمام وڏي پيريءَ ۾ جڏهن اچي تي ويئي تڏهن ڪوبه رنگ ڪونه لاتائونس. خضاب کي پاڻ ناپسند ڪندو هو. سينو چوڙو ڪشادو، چيلهه سنهي، بدن جو نه ڏهرو هو ۽ نه متارو پر وچٿرو، صفائيءَ کي

ڏاڍو پسند رکندو ۽ پاڪائيءَ سان پيار ڪندو هو. ڪڏهن ڪڏهن تہ تمام گهڻو گريو ڪندو هو. جڏهن محبت الاهي جي تپ ۾ اچي ويندو هو تہ ان وقت شعر چوڻ لڳندو هو، جنهنڪري هڪ خاص حالت لاڳو رهندي هوس.

سندس بدن مبارڪ هميشہ اهڙو گرم رهندو هو جو ڄڻ بخار جي حالت اٿن. سنڌي ڪافيون ۽ ڏوهيڙا ٻڌڻ پسند ڪندو هو ۽ راڳ طنبوري يا يڪتاري تي بہ ٻڌندو هو. راڳيندڙ فقيرن ۾ ڏاڍا ذاڪر ۽ ذاتي اسم ڪمائيندڙ درويش هئا، جن مان هڪ تمر فقير جو بيان گذري آيو آهي، جو هڪ وڏو اهل الله هو ۽ شاهہ صاحب جي وفات ڪان پوءِ راڳ جو معاملو سندس حوالي رهيو.

اٽل ۽ چنچل فقير دهليءَ جا رهاڪو گويا راڳيندڙ ميان غلام شاهہ پنهنجي صاحبزادگي جي زماني ۾ شاهہ صاحب جي خدمت ۾ موڪليا هئا، جي هميشہ مجرد رهي پٽ تي ئي وفات ڪري ويا.

## گهرو انتظام

انهيءَ زماني پٽاندر ۽ ساداتن ۾ سخت پردي جي لحاظ ڪري، حضرت شاهہ صاحب جي حويليءَ ۾ سندن بيبي صاحبہ جي حياتيءَ وقت سخت پردي جو انتظام هوندو هو. بيبي حسنہ ۽ لعل بيبي سيد اسد الله شاہ متعلوي جون نياڻون، جي شاهہ صاحب جي ڀاٽيجن جون گهر واريون هيون، سي سندن حرم سراءِ جو ڪم ڪار سنڀاليندڙيون هيون. گنگا جتڻي ۽ صالحان تنياڻي، ٻوا وساڻ خاص خادمياڻيون هيون. انهن جي اجازت کان سواءِ ٻئي ڪنهن عورت کي بہ اندر وڃڻ جو اختيار نہ هوندو هو.

شاهہ صاحب جن پنهنجي بيبيءَ تاج المخدرات جي وفات ڪان پوءِ اندر حويلي ۾ ڪڏهن ڪڏهن ويندا هئا نہ تہ گهڻو ڪري ٻاهر صندل تي ويٺا هوندا هئا. پنج وقتي نماز جماعت سان پڙهي پوءِ درويشن جي تربيت ۾ لڳل هوندا هئا.

شاهہ صاحب جو وقت جي حاڪمن سان واقفيت ۽ لاڳاپن رکڻ کي برو ڪونہ ڀائيندو هو، بلڪ ساڻن چڱي طرح پيش ايندو هو، جو تہ سندن خيال هوندو هو تہ حاڪمن سان واقفيت ڪري ڪن مظلومن جا پارت سفارش سان ڪم ڏيندا رهندا.

# وفات

شاهه صاحب جي پڇاڙي ڄمار هڪ خاص ڪيفيت ۽ تجلي الاهي جي درياءَ واري تهہ ۾ گذرڻ لڳي. هڪ ڏينهن حضرت امام حسينؓ شهيد جو سنڌس مجلس ۾ ذڪر ٿي رهيو هو تہ طبع تي محبت جو ايڏو غلبو طاري ٿي ويو جو ڪربلا جي سفر لاءِ سنبري نڪتا. انهيءَ زماني ۾ عراق ڏانهن سڀ وارا ٻيڙا يا واڻ گجرات علائقي جي بندرگاهن تان روانا ٿيندا هئا، تنهنڪري پاڻ ڪڇ ڀڄ جي رٽپٽ اورانگهڻ جي ارادي سان ونگ دلاسي جي ديهہ ۾ اچي پهتا، جتي اڳ ۾ سندن پائنٽي جو فرزند سيد جمال شاهه ولد سيد ڪريم ڏنو ولد سيد جمال (شاهه جو ڀاءُ) رهندو هو. هن نينگر اچي شاهه صاحب جي ملاقات ڪئي، پوري ادب سان تعظيم بجا آندي ۽ هڪ دنبو دعوت طور فقيرن کي کارايو. شاهه صاحب مهرباني فرمائي سيد جمال کي رات جو پنهنجي پاسي ۾ سمهاريو ۽ ساڻس بزرگانہ شفقت فرمائي. صبح اٿي فقيرن کي فرمايائون تہ مون کان پوءِ اوهان جو سجاده نشين سيد جمال ٿيندو. سيد جمال کي فرمايائون تہ اڄ جيئن تو مون سان گڏ هڪ بستري تي آرام ڪيو آهي تيئن تنهنجي قبر بہ منهنجي پاسي ۾ ٿيندي ۽ اسان هڪ جاءِ ۾ ئي آرام ڪنداسين.

شاهه صاحب جن اها رات شهر کان ٻاهر جهنگ ۾ گذاري هئي. پوءِ ڏينهن جو ڳوٺ ۾ آيا تڏهن آس پاس جا ڪيترا ماڻهو سندن زيارت لاءِ اچي جمع ٿيا، جن مان سنڌس هڪ خاص معتقد فقير شاهه صاحب کي دعوت ڪري پنهنجي گهر وٺي آيو ۽ اتي اچي عرض ڪيائين تہ سائين جن هميشہ اسان کي فرمائيندا رهندا هئا تہ منهنجو مرقد ڀٽ تي ٿيندو ۽ اسان کي پنهنجي مزار جو مڪان بہ ڏيکاريندا رهندا آيا آهيو يعني مسجد شريف جي پاسي ۾، مگر ڏسون ٿا تہ ڪربلا جي سفر جي سنبت ڪرڻ سان معاملو ئي معڪوس ٿي رهيو آهي. ان ڳالهہ ٻڌڻ کان پوءِ شاهه صاحب جي استغراق واري حالت بدلجي وئي ۽ فقيرن جي جماعت کي گڏ ڪري فرمايائون تہ هن فقير مون کي هڪ نيڪ واقعو ياد ڏياريو آهي. منهنجي هن دنيا واري اڏار ڄمار اچي پوري ٿي آهي، جنهنڪري ڪربلا جي سفر جو ارادو لاٿو وڃي ٿو، ڇو تہ جيڪي ٿورا ڏينهن بچيا آهن تن ۾ ڪربلا پهچي ڪونہ سگهبو ۽ عاشقن لاءِ هميشہ زيارت جو جلوو موجود آهي. ان کان پوءِ ڀٽ ڏانهن واپس ٿيا ۽

منزلون ڪندي اچي ڀٽ شريف تي پهتا، جنهن کان پوءِ 21 ڏينهن زنده رهي وفات فرمايائون.

انهيءَ سفر کان موٽندي فقيرن کي ارشاد ڪيائون ته "آئينده فقيرن کي ڪارا ڪپڙا خاص ڪري ڪارو پٽڪو ڍڪڻ گهرجي ۽ هميشه شهيد ڪربلا جي محبت رکڻ گهرجي. اسان جيڪڏهن سندس مزار پر انوار جي زيارت جو شرف حاصل نه ڪيو آهي ته سچي نيت سبب اسان کي چڻ زيارت جو شرف حاصل ٿيندو رهندو."

شاهه صاحب جن وفات کان اڳ ۾ هي به وصيت ڪئي هئي ته مون کي انهن ڪپڙن ۾ غسل ڏجو جيڪي بدن تي پيل آهن، اوگهڙ اصل نه کولجو! ۽ ان کان پوءِ جيڪو ماڻهو به منهنجا ڍڪيل ڪپڙا پهري تنهن جو ادب ڪجو!

سندن وفات کان پوءِ انهن ڪپڙن تي سندن خاص حاضريءَ جي فقير محبت نالي قبضو ڪيو، جي سيد جمال کي پهرائي هن کي سجادگي سپرد ڪيائين. وصيت ڪئي هيائون ته منهنجي مصلي ۽ جاءِ تي ويهڻ جو اهو لائق آهي، جنهن جا ظاهري باطني فعل سهڻا هجن. جيڪو به هن مصلي تي ويهي تنهن تي لازم آهي ته ڪڏهن به ناچن يا ڪيرين جو ناچ راڳ نه ٻڌي ۽ نه وري ٻڌڻ جو ارادو ئي ڪري، شڪار نه ڪري، ڪنهن به سگ وٺڻ لاءِ ڪنهن ماڻهوءَ وٽ ميڙ تي نه وڃي چو ته زوريءَ مائٽي ڪرائڻ هيءَ ڏر کي ڏاڍي ڏکي لڳندي آهي. وفات کان ٿورو اڳ گهٽو ڪري هي ڪافي چوندا رهندا هئا:

کهڙي منجهه حساب، هوڻ منهنجو هوت ريءَ،
گولي پڇ گناهه کان ڪونهي سوال ثواب،
نڪين تفاوت ۾، نڪي منجهه رباب،
خدايائين خوب ٿئين، لائين جي لعاب،
پليت ئي پاڪ ٿئي، جنبو منجهه جناب،
سو نه ڪنهن سئي ۾، جيڪي منجهه تراب،
هؤ جي جرڪيا جر تي، سي تان سپ حباب،
هادي سين هن پور ڏي، رڙهين ساڻ رڪاب،
ديد وڃاءِ مر دوست جو، هلي منجهه حجاب،
ڪسرت آهي قرب ۾، ادغام ۾ اعراب،
فنا وجهي فم ۾، ڪارڻ تي ڪباب،
ڏي طهورا تن کي، جي سڪن لاءِ شراب،

مـنـي ڪـا مـرض ۾، جـاوا سـڀ جـواب،
هـوڻ مـنـهـنـجـو هـوت ريءَ، لا!

سندن پيارن مريدن مان هڪ تماچي فقير ڪيچ پيچ جو رهاڪو هوندو هو، جنهن وقت هو اچي مريد ٿيو هو، اُن وقت شاهه ڪيس فرمايو هو ته وري ڪيس سنڌ ۾ اسان جي ملاقات ۽ اچڻ جي ضرورت ڪانهه آهي. جڏهن وفات جو وقت ويجهو سمجهائون تڏهن ان فقير کي به گهرائي ورتو هئائون.

ڪربلا جي سفر واري ارادي کان جڏهن ونگي ولاسي مان واپس پٽ تي پهتا، تڏهن پورا 21 ڏينهن مراقبي ۾ هڪ هنڌ ويهي رهيا ۽ انهن سمورن ڏينهن ۾ فقط ٻن ويلن جيترو کاڌو کاڌائون. هڪ ڏينهن مراقبي واري ڪوٺي مان نڪري هڪ سؤ گهڙن پاڻيءَ سان غسل ڪري وري اندر وڃي ويٺا ۽ ٻاهران عارفانه سنڌي ڪلام جو راڳ ٿيندو رهيو ٿي، برابر 3 ڏينهن راڳ جي مجلس رهي، فقير به ايڏا محو هئا جو هنن کي پتو ڪونه پيو ٿي ته ڇا ٿي رهيو آهي. جڏهن ڪجهه هوش ۾ آيا تڏهن وڃي ڏسن ته شاهه صاحب جي روح پاڪ جو پکي هن خاڪي پڃري مان پرواز ڪري چڪو آهي، مگر ڪڏهن ۽ ڪهڙي وقت سو ڪنهن کي به پتو ڪونه هو. پاڻ ائين ئي مراقبي ۾ ويٺل هئا. اهو واقعو 14 صفر سنه 1165 مطابق 1751عيسويءَ ۾ ٿي گذريو. رحمت الله عليہ رحمتہ واسعتہ.

مير قانع لکي ٿو ته شاهه صاحب جي وفات حسرت آيات جو ٻڌي ڪيترن سچن فقيرن جا به اوچتو پساهه پورا ٿي ويا.

شاهه صاحب جي جسم لطيف کي ساڳين ڪپڙن ۾ پردي اندر غسل ڏنو ويو جيئن سندن وصيت ڪيل هئي. غسل جو ڪم ميان ولي محمد ولد آخوند نور محمد ڀٽيءَ وائي واري (شاهه صاحب جي استاد زادي) ادا ڪيو ۽ انهيءَ جاءِ تي دفن ڪيو ويو جتي پنهنجي حياتي مبارڪ ۾ نشان ڏئي ويا هئا. شاهه صاحب جي مقبري تي ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي خرچ سان هڪ عاليشان گنبذ ٺهرايو ويو ۽ گنبذ جو معمار يا ڪاريگر اوستو عيدن پراڻي سکر جو رهاڪو هو، جنهن شاهه صاحب جي حياتيءَ ۾ درگاهه واري مسجد به جوڙي هئي.

شاهه صاحب جي وفات وقت جن شاعرن تاريخي قطعا ۽ مرثيہ لکيا آهن، تن مان هيٺيان قطعا اسان تائين پهتا آهن جي درج ڪجن ٿا:

## قطعہ تاريخ وفات

### از مخدوم محمد ابراهيم هالائي

شاهہ صاحب ذوالموا هب سيد عبداللطيف
آنکہ قطب وقت خود بوده ست در اسرار حق

چون زجام ارجحي مخمور نوش وصل کرد
گفت ملهم غيب سال رحلتش رضوان حق
1165 هہ

شاعر محمد پناهہ رجا ٺٽوي شاهہ صاحب جي وفات تي هڪ ڏکھو مرثيہ لکيو آهي، جنھن جو پويون شعر جنھن مان تاريخ وفات حاصل ٿئي ٿي، سو هي آهي:

زد نعره در فراق دگر کرد سينہ چاک
شد محو در مراقبہ جسم لطيف پاک
1165 هہ

گفت اين رجا مريد سن ارتحال پير
گرديده محو عشق وجود لطيف مير
1165 هہ

آخر ۾ شاهہ صاحب جي مقدس حياتي جو بيان مير علي شير قانع ٺٽوي جي قول تي ختم ڪريون ٿا جنھن کي ان صاحب پنھنجي ڪتاب ”مقالات الشعرا“ ۾ آندو آهي. فرمائي ٿو:

سيد عبداللطيف مشھور تارڪ، مير سيد عبدالڪريم بلڙيءَ واري جو پڙ پوٽو آهي. منھنجي قلم ڪج رقم کي ڪھڙي مجال آهي جو ان زماني جي قطب جي ڪرامتن ۽ خوارق عادتن جو شمار ڪري روزگار (تاريخ) جي صفحي تي ويھي چڙهي. هي حضرت پاڪيزي مرتبي وارو هن پوئين زماني ۾ ولايت واري واٽ ۾ پنھنجو مٽ ئي ڪونہ رکندو هو. هن جي ڪرامتن جون نشانيون ۽ انساني سمجهہ کان ٻاهر وصفون ايتريون آهن جو سمورو جهان ان کان واقف آهي. انهن کي ويھي لکجي تہ هڪ جدا ڪتاب ٺھجي پوي.

جنهنڪري طول ڪلام کي مختصر بڻايو ويو آهي. سندن مزار متبرڪ هالا ڪندي جي لڳ پڳ پٽ تي الله وارن جي اچ وڃ جي جاءِ آهي. سندس قبر پاڪ تي وڏو گنبذ بڻايو ويو آهي ۽ جيسلمير جي راجا نقارن جي هڪ جوڙي نذراني طور موڪلي آهي. جنهن ڏينهن هن جهان فاني مان انتقال فرمايائون ته ڪيترا مريد سندن ماتم ۾ ساهه ڏئي صدقو ٿيا.“ (ترجمو فارسي عبارت)

## پڳ تي جهڳڙو

شاهه صاحب پنهنجي حياتيءَ ۾ پنهنجي گادي نشيني لاءِ ڪنهن ماڻهو جو صفائي سان نالو ڪونه ورتو هو پر اشاري طور پنهنجي پائٽي جي پٽ سيد جمال لاءِ ڪجهه فرمايو هئائون. هوڏانهن سندن پاٽيجو به انهيءَ جاءِ لاءِ اميدوار هو. مٽيارين جا سادات ۽ محمد عالم فقير جو شاهه صاحب جو ماسات ۽ وڏي مان وارو ماڻهو• هو سي سڀ هئا پاٽيجي جي طرفداريءَ ۾. ٻي طرف ڪان شاهه صاحب جو خاص خليفو محبت فقير سيد جمال جو طرفدار هو، جنهنڪري تمام وڏو رڳڙو ۽ رولو اچي متو. ميان نور محمد ڪلهوڙي وٽ دانهون ويون. جنهن چا ڪيو جو ڏرين کي پاڻ وٽ گهرائي ورتو. سيد جمال جا مهاندا ۽ شڪل شبيهه شاهه صاحب جهڙي هئي جنهنڪري سندس گادي نشيني جو فيصلو ڏئي، مٿي تي دستور موجب پڳ ٻڌايائينس ۽ ميان غلام شاهه هڪ ترار به نذراني ۾ ڏنس. جنهن ڪان پوءِ فقيرن آڻي گاديءَ تي ويهاريس. محبت فقير جڏهن شاهه صاحب جو وڳو ڪيس ڍڪايو، تڏهن سوين فقير پنهنجي مرشد جي ڪپڙن کي چنبڙندي چمندي ماتم ڪرڻ لڳا. شاهه صاحب کي ياد ڪري زار زار روئي رهيا هئا.

سيد جمال جي گادي نشينيءَ ڪان پوءِ به محمد عالم فقير ۽ ساداتن جو ارادو هو ته کيس گاديءَ تان لاهي ڇڏجي، جنهنڪري سر جو ڏپ به رهندو هوس ۽ پاڻ تي ڪيترو وقت زبردست پهرو بيهاري ڇڏيو هئائين ته مٽان ڪو نقصان نه رسي. انهيءَ پهري جو انتظام سرڪاري طرح ٿيل هو. ان وچ ۾ ميان محمد عالم کي قيد ڪرائي تڪليفون ڏنيون ويون. آخر ۾ ڏرين جو ناهه ٿي ويو ڇو ته حڪومت سيد جمال جي پاسي هئي ۽ مخالفت ڪندڙن کي وڏيڪ

• تحفت الڪرام ۾ مخدوم عربي ديانه جو احوال لکندي آخر ۾ لکي ٿو ته محمد عالم نالي هڪ مرد مخدوم عربي جي اولاد مان زنده آهي. سيد عبداللطيف تارڪ جي خليفن مان هڪ خليفو آهي.

مجال ڪانہ رهي جو ڪجھ ڪڇي يا ڪري سگهن.

سيد جمال هڪ دفعي شاهہ صاحب کي سندن حياتيءَ واري وقت ۾ عرض ڪيو تہ دعا ڪريو تہ پنهي جهانن جي عافيت نصيب ٿئي. پاڻ فرمايائونس تہ اهي ٻئي شيون عام آهن، توکي حاصل ٿي سگهن ٿيون پر شرط هي آهي تہ مون کان پوءِ منهنجن فقيرن سان جيڪڏهن مون جهڙو سلوڪ ڪندين تہ منهنجي دعا جو اثر تو تي ظاهر ٿيندو.

سيد جمال، شاهہ صاحب جي وفات کان پوءِ سجاده نشيني جي زماني ۾ فقيرن سان ساڳيو سلوڪ ڪيو ۽ اهو ئي رستو ورتو جيڪو ڪيس پنهنجي بزرگ پيش رو کان ورثي ۾ مليو هو. هن سڳوري 1254هہ ۾ هن دار ناپائدار مان لاڏاڻو ڪري دارالقرار ۾ وڃي منزل ڪئي.



## فصل تيرهون

# شاهہ جو ڪلام

شاهہ جي ڪلام جو مجموعو جيڪو هن وقت ترتيب وار اسان جي سامهون آهي سو پاڻئجي ٿو تہ سندس حياتيءَ ۾ انهيءَ رتا سان گڏ تيل نہ هو. پاڻ لکي ڪونہ ڄاڻندا هئا، پر موج مستيءَ جي مهل جو ڪجهہ فرمائيندا هئا سو فقير لکندا ويندا هئا. هڪ خاص فقير محمد رحيم نالي منشيگيري ۾ لکپڙه جي ڪم لاءِ رهندو هو، اهو ۽ ٻيا ڪي سالڪ شاهہ جي شعر واري املهہ هيرن کي قلم جي ڪلڪ سان ڪاغذ جي سلڪ ۾ سموهيندا ويندا هئا.

شاهہ صاحب جو ڪلام، جو سندن سامهون سواءِ ڪنهن ترتيب جي لکيو ويندو هو سو ڪيترن ئي ڳرن دفترن ۾ اچي ڪٺو ٿيو ۽ ان ڪان سواءِ هزارين ڏوهيڙا فقيرن کي ياد بہ هوندا هئا، جي سندس خدمت ۾ چوندا هئا يا پنهنجن صوفيانہ مجلسن کي ان سان سينگاريندا هئا. چون ٿا تہ پنهنجي وصال جي ويلي کي ويجهو ڏسندي هڪ دفعي ڇا ڪيائون جو پنهنجي ڪلام جا 3 وڏا بياض ڪٺي وجي ڪراڙ واري ڍنڍ ۾ ڦٽا ڪيائون. انهيءَ ڳالهہ ڪري فقيرن جي دل تي هڪ داغ تي پيو ۽ ڳري ڳڻتي وٺي وين تہ هي ڪيڏو نہ ڇيهو رسيو. پاڻ اها ڳالهہ ٻڌي فرمايائون تہ ڪلام آهي ڳوڙهو، جنهنڪري ڊپ آهي تہ ڪن ماڻهن جي سمجهہ ۾ نہ اچي. پوءِ يا تہ هو واٽ تان ٿڙي اوجهڙ ۾ وڃي پون يا منهنجي ڳلا ڪري گنهگار بڻجن، تنهنڪري ائين ڪيو ويو آهي. شاهہ صاحب جو ڪلام سندس حياتيءَ ۾ ئي ملڪ ۾ پکڙجي چڪو هو. لطيفي فقيرن ڪان سواءِ ٻين ماڻهن کي بہ ڪنٺ تيل هو، جنهن کي پوءِ رسالي جي صورت ۾ جمع ڪيو ويو ۽ سرن ۾ داستانن جي صورت وٺرائي ويئي.

هن وقت رسالي جو منڍ وارو بيت آهي:

اول الله عليم، اعليٰ عالم جو ڌڻي،
قادر پنهنجي قدرت سين قائم آهي قديم،
والي واحد وحده رازق رب رحيم،

سو ساراه سچو ڏٽي، چئي حمد حڪيم،
ڪري پاڻ ڪريم، جوڙون جوڙ جهان جون.

مگر حقيقت ۾ رسالي جو پهريون بيت اهو آهي جو مثنوي مولانا رومي جو آهي:

بشنواز ني چون حڪايت مي ڪند،
از جدائي ها شڪايت ميڪند.

شاهه صاحب ان جو ترجمو پنهنجي ٻول تي هيئين ريت ڪيو آهي:

وڍيل تي وايون ڪري، ڪنل ڪوڪاري،
هن پن پنهنجا ساريا، هوءَ هنجون هڏن لئي هاري.

جن عالمن مثنوي مولانا روميءَ جو پورو اڀياس ڪيو هوندو سي چئي سگهندا ته شاهه صاحب پنهنجي ڪلام ۾ نه فقط مثنوي جي پهرين شعر جو ترجمو ڪيو آهي پر ڇڻ ته هڪ مختصر شرح به ڪري ڇڏيو اٿس، جنهن جي سمجهاڻ لاءِ مثنوي روميءَ جي ٽيڪا ڪندڙن ڏاڍي متاڪڻ ڪئي آهي.

مولانا بحر العلوم ۾ لکي ٿو ته عارف جامي هروي کان سواءِ ان شعر جي اصل مقصد تي ڪوبه ڪونه پهچي سگهيو آهي. مگر آئون چوان ٿو ته عارف جامي کان پوءِ اسان جو امي شاعر شاهه عبداللطيف به ساڳي ڳالهه ڪري ٿو پر تمام ٿورڙن لفظن ۾، جنهن کي حضرت جاميءَ ڪيترن صفحن ۾ پکيڙي وچي پورو ڪيو آهي.

رسالي جي گڏ ڪندڙ درويشن جهوني زماني جي ترتيب کي قائم رکيو آهي يعني ته پهريان اهي بيت آندا اٿن، جن ۾ الله تعاليٰ جي واکاڻ ۽ حمد آهي ۽ ان کان پوءِ رسول الله ﷺ جي ثنا ۽ ساراه آهي. رسول الله ﷺ جي سنگتين جي ثنا به انهيءَ ضمن ۾ آندي ويئي آهي. انهيءَ جهوني رواج کي مهاڳ ۾ آڻي پوءِ صوفيانه توحيد يا ويدانت فلاسفي جا بيت درج ڪيا ويا آهن، جنهن ڪري رسالي جو رنگ ساڳيو ئي پيو آهي جو ان زماني ۾ رتا ڪتا سان ڪتابن جا رچيندڙ يا لکندڙ لکندا هئا.

شاهه جي رسالي جا جهوني ۾ جهونا نسخا هيٺينءَ ريت آهن: ڀِٽ جو نسخو، بلڙي جو نسخو، مير عبدالحسين جو نسخو، اهي ٽئي نسخا قلمي آهن. ان کان پوءِ 1867ع ۾ بمبئي ۾ قاضي عبدالڪريم پلبندري جي خرچ ۽ ڪوشش سان هڪ نسخو ڇپارايو ويو، جنهن کي مرزا قليچ بيگ صحيح

نسخو لکيو آهي.

بمبئي جي ڇاپي کان هڪ سال پهريان 1866ع ۾ مسٽر ٽرمپ جهوني سنڌي صورت خطي ۾ سنڌي ٽائيپ ٺهرائي جرمني ۾ وچي شاهه جي رسالي کي ڇپارايو. مگر افسوس جو ان ۾ ڪيترا سر ڪائنس رهجي ويا، ڇاڪاڻ جو هن کي رسالي لاءِ جيڪو خرچ مليو هو سو ڪپي ويو ۽ مڙس جو ڪم اڌ ۾ رهجي پيو.

شاهه صاحب جي سيني رسالن کي سامهون رکيو ويندو ته انهن ۾ انيڪ اختلاف نظر ايندو. پڙهڻين ۾ اختلاف، فصلن يا داستانن ۾ اختلاف، ڏوهيڙن جي گهٽائي وڌائي ۾ اختلاف، مطلب ته هڪ کوجنا ڪندڙ ماٺهو ڪچي ورچي پوي ٿو، جڏهن رسالي جي جدا جدا نسخن کي نظر مان ڪڍي ٿو.

مرزا قليچ بيگ مرحوم 1913ع ۾ رسالي جو هڪ جامع نسخو جمع ڪيو. سندس ارادو هو ته مختلف نسخن ۾ جيڪي گهٽ وڌ يا پنهنجا پرايا شعر آهن تن سيني کي هڪ هنڌ گڏ ڪري ڇڏجي. جيڪڏهن دنيا مان رسالي جا سمورا نسخا ڪٽي گم ٿي وڃن ته به هي مرزا صاحب وارو رسالو سيني جو ڪم ڏيئي سگهي ۽ ايندڙ زماني ۾ تحقيقات ڪندڙن لاءِ دروازو کليو رهي.

مرزا صاحب جي هن گنيير ۽ گري پورهئي کان اڳ ۾ بمبئي سرڪار پاران 1900ع ۾ تعليم کاتي لاءِ ديوان تاراچند حيدرآبادي جي محنت سان پٽ واري نسخي تان نقل وٺي هڪ رسالو ڇپايو ويو. مرزا صاحب انهيءَ سرڪاري رسالي کي بنيادي طرح قائم رکي پنهنجي رسالي گڏ ڪرڻ جو ڪم ڪيو آهي. مرزا صاحب جو چوڻ آهي ته انهيءَ رسالي ۾ گهٽيون چڪون آهن ۽ ڪيترائي بيت ۽ وايون اصل ڇڏيل آهن. جڏهن ڪنهن شاعر جو ڪلام پڌرو ڪجي ته ضروري آهي ته ان جو سچو ۽ صحيح ڪلام ڏجي تنهنڪري، مون سرڪاري ڇاپي کي قائم رکي سڀ ڪنهن صفحي هيٺان بمبئي واري رسالي جون پڙهٽيون ڏنيون آهن ۽ جيڪي بيت نه هئا اهي به انهن هنڌن تي لکيا آهن. مرزا صاحب مرحوم جي محنت کان پوءِ به اڃا شاهه صاحب جي نج صحيح ڪلام جو نسخو گهربل هو، جنهن ڪم کي سنڌ جي مشهور فارسي جي فاضل پروفيسر ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻي پورو ڪرڻ گهريو. هن صاحب وڏا ڪشالا ڪڍي رسالي جا سمورا نسخا مير عبدالحسين سانگي جي ناياب نسخي تان هٿ ڪيا، ان کان پوءِ ويهي شاهه جي ڪلام کي سوڌيو. 1923ع ۾ جڏهن رسالي جو پهريون جلد معنيٰ ۽ شرح سميت پڌرو

ٿيو، تڏهن شاهه جي ڪلام جي شائقين پاران چؤ طرف گوڙ شور ٿيڻ لڳو. ڇيو ويو تہ شاهه جي ڪلام کي سوڌيو نہ ويو آهي پر لوڏيو ويو آهي. يعني تہ ڌارئي ڪلام کي جو شاهه جي رسالي ۾ آيل آهي سو تہ ڪڍيو ويو آهي پر خود شاهه جي ڪلام کي بہ ڊاڪٽر گربخشاڻي پنهنجي ڄاڻ ۽ مذاق موجب ڌاريو ڪلام سمجهي ڪڍي ڇڏيو آهي. ان سوال تي پروفيسر ڄيٺمل گلراجاڻي اخبارن ۾ ڪيترائي مضمون پڌرا ڪيا، ڪافي بحث مباحثو ٿيو، مگر ڊاڪٽر گربخشاڻي پنهنجي ارادي تي اڏول رهيو.

انهيءَ وقت جي وڏي عالم ۽ شاعر سيد قاضي اسد الله شاهه صاحب ٽکڙائي کان ڊاڪٽر گربخشاڻي پنهنجي رسالي جي واڪاڻ ۾ توريون سٽون لکائي ورتيون هيون جي ڪيس سند ۽ حجت طور هٿي ڏيندڙيون رهيون. مگر پوءِ جڏهن علامہ اسد الله شاهه صاحب جو توجہ ڇڪايو ويو تہ رسالي مان شاهه جا ڪيترا نج شعر خارج ڪيا ويا آهن، ۽ تصوف جو تفسير غير اسلامي اصولن تي ڪيو ويو آهي، تڏهن علامہ اسد الله شاهه صاحب هڪ ٻيو مضمون لکيو جنهن ۾ هي فقرا بہ لکيا اٿس تہ:

”پروفيسر صاحب (ڊاڪٽر گربخشاڻي) گهڻا بيت شاهه صاحب جو ڪلام نہ سمجهي خارج ڪري ڇڏيا آهن، جنهن تي اخبارن ۾ شاهه صاحب جي ڪلام جي شائقين پاران واويلا مچي ويئي. ازانسواءِ ٻيا بہ ڪي ضروري ۽ اهم مقصد پروفيسر صاحب جي شرح ۾ فرو گذاشت ڪيا ويا آهن، وغيره وغيره. (شرح لطيفي از واصف)

هن مان پڌرو آهي تہ شاهه جي نج ڪلام جو صحيح مجموعو اڃا بہ گهربل آهي، جنهن ۾ ڌاريو ڪلام بالڪل نہ هجڻ گهرجي ۽ اهڙي طرح صحيح نموني ۾ شرح جي بہ ضرورت آهي، الله تعاليٰ گهريو تہ انهيءَ ڪم کي ڪي مرد مولا جا پورت تي پهچائيندا.

## ڌاريو ڪلام

گهڻي تحقيق ڪان پوءِ ثابت ٿيو آهي تہ شاهه جي رسالي ۾ هيٺين ريت ڌاريو ڪلام آهي:

(1) سسئي آبري جي پيڇاڙيءَ ۾ ٽيهہ اکري، (2) بيراگ هندي، (3) مولانا جلال الدين رومي جي مثنوي جا شعر، (4) حڪيم سنائي غزنوي جي فارسي مناجات، (5) محي الدين جو فارسي غزل، (6) سر هير رانجهو،

(7) ڍول مارئي، (8) سر ڏنا سري، (9) سر بروؤ هندي، (10) شاهه عبدالڪريم بلڙي واري جا 50ڪن شعر، (11) قاضي قاضن جا 4 بيت، (12) سر ڪيڏارو، (13) ڪيترن سنڌي سگهڙن جا سنڌن نالن سان بيت جيئن تہ ڪيسر، قطب، لاکو، لکمير، مگيل ۽ ٻيا، (14) ڪي سنڌي، سرائڪي، پنجابي ۾ وايون آهن جن جو شاهه جي ڪلام سان لاڳاپو ڪونہ آهي.

"لطائف لطيفي" وارو لکي ٿو تہ شاهه صاحب جي ڪچهري ۾ جيڪو ڪلام بہ ڳايو ويندو هو پوءِ سندن چيل هوندو هو يا ڪن ٻين سگهڙن ۽ سالڪن جو، تنهن سموري ڪلام ڪي ڪٺي رسالي ۾ درج ڪيو اٿن، جن ۾ تہ ڪن جا نالا بہ ڏنل آهن ۽ ڪن جي ٻولي شاهه صاحب واري ٻولي نہ آهي. از انسواءِ سر رامڪلي ۾ هندو سنياسين جي 12 ڏينهن جي ڪريا ڪرم جو بيان ڏنل آهي پر بمبئي ڇاپي ۾ پورا 30 ڏينهن ڪيا ويا آهن، هوڏانهن 12 ڏينهن ڪان وڌيڪ شاهه صاحب جو ڪلام ڪونہ آهي. چون ٿا تہ اهي پويان ڏينهن شاهه صاحب جي خليفي ولي محمد هاليپوٽي جا چيل آهن جن کي پوءِ رسالي ۾ درج ڪيو ويو آهي.

سر عمر مارئيءَ جي 10 ۽ 11 فصل جا ڪيترا شعر ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ رسالي مان خارج ڪري ڇڏيا آهن پر ان تي ڪو پختو دليل ڪونہ ڪيو اٿس. ڏهين فصل ۾ قرآن شريف جي سورتن جا نالا ۽ آيتون تمام گهٽي انداز ۾ آيل آهن. جنهنڪري هو ڏجي ٿو، شاهه صاحب جي ڪلام هجڻ ڪان انڪار ڪري ٿو، نہ تہ ٻيو ڪو قوي سبب ڪونہ آهيس.

اجا بہ وڌيڪ کوجنا ڪئي ويندي تہ شاهه صاحب جي ڪلام تي وڌيڪ روشني پوندي ۽ انهيءَ روشني ۾ جيڪڏهن شاهه جو ڪلام سوڌي، سنواري، سموهي هڪ هنڌ سانڍيو ويندو تہ سنڌ وارن لاءِ ڏاڍو سهوليت پريو ٿيندو.

## ڪلام جي قبوليت

شاهه صاحب جو ڪلام هڪ عارفانہ ۽ صوفيانہ ڪلام آهي. هن جي تازگي سدائين هڪجهڙي هوندي آهي. سنڌ ۾ هي بہ رواج رهندو آيو آهي تہ بزرگن ۽ صوفين جي روحاني ريهاڻ وارين مجلسن ۾ سنڌي ڏوهيڙا ۽ سنڌي بيت مجلس جي حال سارو مثال طور آندا ويندا هئا. شاهه صاحب جي ڪلام کان اڳ بہ ڪيترن ئي سنڌي سگهڙن جو ڪلام ماڻهن کي زباني ياد

هوندو هو، جنهن سان پنهنجي روح کي ريجهائيندا ۽ پرت جو پيرو لهندا هئا.
جڏهن شاهه صاحب جو اثاه ڪلام سنڌ جي سرزمين تي پکڙجڻ لڳو تڏهن
چڻ تہ تارن ۾ سج اڀري آيو، پيو سمورو سنڌي ڪلام لٽجي ۽ ڍڪجي ويو،
شاهه صاحب ئي هر مجلس ۾ پيش ٿيڻ لڳو. وڏن وڏن سنڌي بزرگن جي
ملفوظات ۽ تصوف جي تصنيفات ۾ ڏٺو ويندو تہ پنهنجي قول کي قوي ڪرڻ
لاءِ شاهه صاحب جي شعر کي دليل ۾ آڻيندا رهن ٿا.

حضرت پير سائين سيد محمد راشد قدس سره روضي ڌڻي ۽
حضرت پير سائين سيد رشيد الدين قدس سره جهنڊي واري جي ملفوظات
کي ڏسو تہ ڪيترين جاين تي شاهه صاحب جا شعر نقل ٿيل آهن.

خليفي محمود نظاماڻي ڪڙئي گنهور واري پنهنجي ڪتاب
"محبوبة المحمود" ۾ ڪيترين جاين تي شاهه جو ڪلام آڻي ان جي فارسي ۾
سمجهاڻي ڏني آهي.

مولوي قادر بخش بيدل روهڙائي پنهنجي ڪتاب "پنج گنج" جي
رٿا اهڙي رٿي آهي جو هڪ عارفانہ مقولي تي قرآن، حديث، مثنوي رومي يا
ڪنهن ٻئي صوفي بزرگ جو قول پيش ڪري پنجين نمبر ۾ شاهدي طور
شاهه جو شعر آڻي ٿو.

گذريل وقت ۾ عالمن ۽ سالڪن جو شاهه جي شعر سان ايڏو شغف
هو جو وقت جي وڏن ڄاڻن کان ان جون معنائون لکي پڇندا هئا. مخدوم
حاجي فضل الله صاحب پاٽائي کان سندس ڪنهن مرشد شاهه صاحب جي
هيٺين شعر جي معنيٰ پڇي آهي:

ماڻڪ منڊ هٿان پيتيءَ ۾ پرزا ٿيو،
سچو تا سيد چوي لهي لک سوا،
پڳي پڄاڻا، پدمان پري ٿيو.

مخدوم ان جو عربي ٻوليءَ ۾ جواب لکي صوفيانہ رنگ ۾ شرح
ڪيو آهي.

مون سان مخدوم الله بخش مرحوم عباسي ڪهڙن واري (جو رياست
خيرپور ۾ سب جج هو ۽ 1918ع ۾ وفات ڪري ويو) بيان ڪيو تہ سندن
خانداني قلمي ڪتب خاني ۾ شاهه جي رسالي جو عربي ۾ ڪامل شرح موجود
هو مگر افسوس جو ٻين سَون ڪتابن وانگي اهو بہ اڏيهي جو لقمو ٿي ويو.

منهنجي دوست مولوي هدايت الله هالائي جو تازو ڪراچي ۾ وفات ڪري ويو، تنهن شاهه صاحب جي رسالي جو چئن جلدن ۾ شرح لکيو هو مگر ان جو قلمي مسودو هڪ سفر ۾ چوري ٿي ويس، جنهن جو مرندي دم تائين ارمان رهندو هوس. ان ڪان سواءِ ڪن شعرن جو فارسي نظم ۾ ترجمو ڪيائين، جنهن جا ٽڪرا ماهوار رسالہ توحيد ۾ شايع ٿيندا رهيا ٿي. مگر مولوي صاحب جي وفات ڪان پوءِ سندس ڪتب خانو سندس جوڙيل ڪتابن جي قلمي مسودن سميت گم ٿي ويو!

حڪيم محمد واصل صوفي ٺٽوي شاهه جي رسالي جو وڏو ڄاڻو ۽ عالم هو، جنهن ڪان رسالي جي ڏکين لفظن جي معنيٰ پروڙڻ ۾ لغت مرتب ڪرڻ ۾ مرحوم مرزا قليچ بيگ مدد ورتي، "لغات لطيفي" نالي هڪ جدا ڪتاب 1913ع ۾ ڇپايو. ان ڪان سواءِ مرزا صاحب سر سهٽيءَ جو شرح لکيو جو ڏاڍو قبول پيو.

1926ع ۾ مسٽر محمد بخش صاحب و آصف حيدر آبادي سر ڪلياڻ جي 35 بيتن جو شرح ڇپارايو جو تصوف جي نڪتن سان مالا مال آهي. سنڌ جي هندن جن جو شاهه جي ڪلام سان عشق رهندو آيو آهي، تن مان پروفيسر ڀيرومل "لطيفي سير" ڪتاب لکي وڏو فرض ادا ڪيو. پروفيسر ڄيٺمل گلراجاڻي شاهه جون آڪاٽيون، هڪ خاص رنگ ۾ لکيون ۽ ڪن ٻين هندو صاحبن بہ شاهه جي ڪلام جي پنهنجي ڄاڻ آهر گهڻي ئي خدمت ڪئي آهي جنهن جو بيان طوالت طلب آهي.

هن سلسلي ۾ هندن جو سڀ ڪان وڏو ٿورو هي آهي، جو شاهه جو ڪلام ۽ ان سان لاڳو جو ڪجهه لکيو ويو سو هنن صاحبن جي خرچ سان شايع ٿيندو رهيو آهي. جيڪڏهن هو صاحب هن ڳالهه ڏانهن توجہ نہ ڪن ها تہ هن وقت جو ڪجهه بہ اسان جي سامهون آهي سو نہ هجي ها.

## شاهه جي ڪلام ۾ ڇا آهي

شاهه صاحب جو ڪلام گوناگون رنگينين سان ڀريل آهي. هو هڪ فطرتي شاعر هو ۽ فطري نظارن جو پنهنجي ڪلام ۾ شرح ڪرڻ گهريو اٿس. هن جي سنڌ ۽ سنڌي زبان سان ايڏي سڪ آهي جو انهيءَ دائري ڪان پنهنجو پير ٻاهر ئي نٿو پائي. هو سنڌ جي ذري ذري تي نظر ڪري ٿو ۽ ان کي نظم جي لڙهي ۾ پوئي پيش ڪري ٿو. صوفيانہ توحيد، همہ اوست يا تون هين تون

جو مسئلو نهايت باريڪ انداز ۾ بيان ڪري ٿو پر ان ۾ ڪٿي به سرمستي ۽ رندانه راز جون ڳالهيون ئي ڪونه آهن، جنهن مان ماڻهو پنهنجي مستي ۾ اچي گمراهي جي ڪڏي ۾ وڃي ڪري، وحدت ۾ ڪثرت ۽ ڪثرت ۾ وحدت بيان ٿيندي رهي ٿي پر انداز ايڏو عالمانه آهي جو ڪٿي به دم يا دعويٰ جي ڪا گنجائش ئي ڪانه رهه ٿي.

سندس جي سر زمين تي جيڪي عشقيه آکاڻيون مشهور هيون تنهن جي ذريعي شاهه صاحب پنهنجي درد جو داستان ٻڌائي ٿو ته ان ۾ سنڌ ديس جي تهذيب تمدن ، رهڻي ڪهڻي جو پورو پورو نقشو چٽيندو وڃي ٿو ۽ اندروني معرفت جا اشارا به گڏو گڏ هليا اچن ٿا.

سنڌ جي لوهارن، ڪنڀارن، ڪاهوڙين، ڏوٿين، سخي مردن جو ته بيان ڪري ٿو پر هن پياري وطن جي ڍورن، پکين، جانورن جي ذڪر کان به زبان کي نٿو روڪي. سنڌو ندي ۽ سنڌي سمنڊ جي سيرن ۽ اوهيڙن آويڙن، ملاحن ۽ معلمن جي مامن، ڪيڙائن جي ڪڙڻ ۽ ورن لاءِ ونين جي ورلاپن جو بيان ڪندو وڃي ٿو ، پر سندس انهيءَ سمورن سلاست ڀريل سنيهن مان سگهڙ اها معنيٰ ڪڍن ٿا جيڪا سينن ۾ سانديل آهي. شاهه جو شعر ايڏو همه گير آهي جنهن جو وطن دوستي واري رنگ ۾ ڪوبه مثال پيش ڪرڻ ڏاڍو ڪٺن آهي.

شاهه صاحب جي زماني ۾ سنڌ تي نادر شاهه جي ڪاهه ٿي، احمد شاهه ابدالي ڪاهي آيو، سنڌ جي وڏي حصي تي ڌارين جو چنبو ڪپي ويو. خطرو هو ته سنڌي تهذيب، ادب ۽ اخلاق کي ڪو لوڏو اچي وڃي جنهن کي سامهون رکندي شاهه صاحب پنهنجي پياري سنڌڙيءَ کي سامهون رکي سنڌ وارن کي عارفانه انداز ۾ حب الوطني جي تعليم ڏني. شاهه صاحب جي وفات کان پوءِ ميان غلام شاهه ڪلهوڙو سنڌ جي تاج تخت جو مالڪ ٿئي ٿو ته بلوچستان ۽ هاڻوڪي رياست بهاولپور ۽ ڪڇ ڀڄ تي سندس قبضو ٿئي ٿو، پوءِ کي ڊل ڀرو ٻڌجن ٿا ته کي مڪمل ماتحت رهن ٿا، پر جتي به سنڌي ڳالهائي وڃي ٿي، جنهن کي شاهه صاحب جي سنڌي سڏي سگهجي ٿو، سا سموري ڌارين جي گرفت کان آزاد ڪرائي وڃي ٿي. هي آهي شاهه جي تعليم ۽ تربيت جو هڪ نمونو جو هن سنڌ جي سرزمين تي ٿي گذريو آهي.

آئون پنهنجي ڪتاب کي حضرت مشتاق متعلوي جي هڪ عبارت تي اوڙڪ آڻيان ٿو، جنهن شاهه صاحب جي ڪلام بابت جهوني سنڌي ۾ هيٺين ريت لکيو آهي:

# شاهہ صاحب جو ڪلام ڇا آهي؟؟

”سلوڪ جي رستن، مجاهدي جي طرحن، ترڪ ۽ توڪل جي واٽن، زهد تقويٰ جي صفتن، حقيقتن جي معرفتن، وحدت وجود جي وصفن، مقام شهود جي شرطن، تصوف جي اسرارن، ان مان جيڪي ڳولجي سو سندن ڪلام فيض نظام ۾ موجود آهي، مگر پروڙڻ جو مادو ۽ سمجهہ جو مايو ضرور گهرجي. بيتن جون معنائون فقط قصن ۽ آکاڻين تي حمل ڪرڻ، شاهہ صاحب جو مقصود اصلاً هرگز نہ آهي. سندن ڪلام ڪامل مرشد جو قائم مقام آهي. فقط ان ۾ ذڪر ٿيل امرن ۽ نهين جي تعميل ڪجي تہ ڪنهن عالي درجي ۽ اعليٰ مقام کي پهچجي. سوز گداز ۾ نابودي ۽ نياز ۾، ظاهر ۾ بيو ذڪر ۽ باطن ۾ پنهنجي محبوب جي محبت جو بيان ڪرڻ ۾، سنڌي زبان ۾ ڪلام بينظير ۽ لاثاني آهي.

خدا تعاليٰ جي پنڌ ۾ بيشڪ قرآن مجيد جو مقصود ڪلام رباني، حديث شريفن جو حاصل مضمون وحي سبحاني، اصحابن ڪرامن ۽ اهل بيت جي امامن جي ارشادن جو انتخاب فيض صمداني، صوفين صافين جي صفتن جو آئينو نوراني، هر حال ۽ هر مقام جو بيان حقاني ۽ الهام رحماني آهي. انهيءَ ڪلام پاڪ جي هيڪڙائي ڪرامت بس آهي جو هميشہ تازو رهي ٿو، جيڪو نہ سمجهيس سو بہ ان جي سٽڻ سان گهٽو محضوض ٿئي ٿو.“

## ڇپجڻ جي سال جو قطعہ تاريخ

(از مولف)

ڏٺيءَ جو لطف ٿيو، مٿي هن نحيف،
پڇاڻيءَ کي پهتو هي لطف اللطيف.

پـٽـائـي جـو احـوال اڪـيـن جـو ٿـار،
جـو صـوفـي سـگـهـو، و اديب و عـفـيـف.

وسـي سـنـڌ سـاڻـيـهہ، سـرتـيـون سدا،
رهي شاهہ جو شعـر شـيـرين شريف.

پنهنجي چاڻ آهر لکيم نيڪ،
ڪشالو ڏکيو، آئون عاجز ضعيف.

سڻي سو ڪڙي دوستن لئي درست،
پلي ڳچ ڳري، هاءِ هاريو حريف.

جڏهن ڇاپجي ٿيو رسالو تمام،
چيم ڪلڪ کي سال لک اي ظريف.

قلم ڪوڏ مان هيج ۽ حب سان،
لکيو ”خوش مقدس لطائف لطيف“

13 69

## قطعہ فارسي تاريخ طبع

### (از مولانا دين محمد صاحب اديب فيروز شاهي)

کرد تاليف آن وفائي سيرت عبداللطيف
داستان اهل دل بنوشت با خون جگر

از جمال معنيش ارباب معنيٰ مستفيد
از جمال صورتش اصحاب صورت بهره ور

غبطہ دارد بر چنين تاليف هر اهل قلم
زانکہ هست از حسن دلکش جاذب اهل نظر

آفرين صد آفرين بر همت عالي همم
سيرت شاهہ سير، زيبا نموده جلوه گر

سال تصنيف لطيفش گفت اين عاجز اديب
بي سر جهد از ڪلام پاڪ ”مازاغ البصر“

13 72 3

3

13 69

ختم شد



# ثقافت کاتي حکومت سنڌ

## پاران 2008ع کان 2012 تائين

## ڇپايل سنڌي، اردو ۽ انگريزي ڪتابن جو تفصيل

| نمبر | ڪتاب جو نالو | مصنف/مرتب/مترجم | قيمت | سال |
|---|---|---|---|---|
| 1 | شاهه ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام | ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو | 100/- | 2008 |
| 2 | رسالو ميان سچل فقير جو | مرزا علي قلي بيگ | 800/- | 2008 |
| 3 | شيخ اياز جلد ٻيو (چار ڪتاب (1. ڪپر ٿو ڪُن ڪري، 2.پتڻ ٿو پور ڪري، 3.ٽڪرا ٽٽل صليب جا، 4. واٽون ڦُلن ڇانئيون) | شيخ اياز | 500/- | 2008 |
| 4 | شيخ اياز جلد ٽيون (چار ڪتاب (1.پؤنر پري آڪاس، 2.ڪلهي پاتم ڪينرو، 3.ڪي جو ٻيجل ٻوليو، 4.وڄون وسڻ آئيون) | شيخ اياز | 500/- | 2008 |
| 5 | سنڌي ڪنڌ ۾ ڊرامي جي تاريخ | غلام حيدر صديقي | 200/- | 2008 |
| 6 | سنڌوءَ جا گيت | ڊاڪٽر ڪمال جامڙو | 300/- | 2008 |
| 7 | شاهه جو رسالو | ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ | 400/- | 2008 |
| 8 | سُر ڪيڏارو | منظور احمد قناصرو | 250/- | 2008 |
| 9 | شاهه جو رسالو | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | 500/- | 2009 |
| 10 | سر آسا | ڊاڪٽر محمد علي مانجهي | 250/- | 2009 |
| 11 | بيت نہ پر آيتون | ڊاڪٽر عزيز الرحمان ٻگهيو | 250/- | 2009 |
| 12 | شيخ اياز جلد ٽيون (پنج ڪتاب (1.لڙيو سج لڪن ۾، 2. پن ڇڻ پڇاڻان، 3. چنڊ چنبيليءَ ول، 4. رڻ تي رمجهم، 5. ڀڳت سنگهه کي ڦاسي) | شيخ اياز | 500/- | 2009 |

| نمبر | ڪتاب جو نالو | مصنف/مرتب/مترجم | قيمت | سال |
|---|---|---|---|---|
| 13 | شيخ اياز جلد چوٿون (پنج ڪتاب) (1.راج گهاٽ تي چنڊ ، 2. بڙ جي ڇانوَ اڳي کان گهاٽي، 3. اُڪن نيرا ڦُليا ، 4. جهڙ نيٽان نہ لهي، 5. ڪُر نارائڻ شيام) | شيخ اياز | 500/- | 2009 |
| 14 | سراج السالڪين | رسول بخش تميمي | 150/- | 2009 |
| 15 | سنڌ جو سرمست | رڪيل مورائي | 300/- | 2009 |
| 16 | ڪوهستان جو سفر | بدر ابڙو | 400/- | 2009 |
| 17 | سنڌ صدين کان | ممتاز مرزا | 400/- | 2009 |
| 18 | خيرپور جي ميرن جو ادب، سياست ۽ ثقافت ۾ حصو | ڊاڪٽر عطا محمد حامي | 600/- | 2009 |
| 19 | ڪلامِ گروهڙي | ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽو | 500/- | 2010 |
| 20 | شيخ اياز (جلد پنجون 'نثر') | شيخ اياز | 350/- | 2010 |
| 21 | سُر پرڀاتي | ڊاڪٽر محمد علي مانجهي | 350/- | 2010 |
| 22 | شاهه جي رسالي جي سڃاڻپ (جلد پهريون) | محمد حسين ڪاشف | 500/- | 2010 |
| 23 | شاهه جي شاعريءَ ۾ اسلامي قدر | ڊاڪٽر عبدالرحمان جسڪاڻي | 600/- | 2010 |
| 24 | سومرا راڄ گهراڻو | ڊاڪٽر مهر عبدالحق سومرو | 400/- | 2010 |
| 25 | قلندر لعل شهباز | ڊاڪٽر محمد علي مانجهي | 200/- | 2010 |
| 26 | مان جي مٽس پنڌ ۾ | رڪيل مورائي | 500/- | 2010 |
| 27 | لاڪو پير لطيف الله | پير محمد عالم قريشي صديقي | 150/- | 2010 |
| 28 | شاهه لطف الله قادريءَ جو ڪلام | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | 100/- | 2010 |
| 29 | استاد بُخاري ـ فن ۽ شخصيت | آزاد انور ڪانڌڙو | 650/- | 2010 |
| 30 | محمد عثمان ڏيپلائي ۽ سنڌي سماج تي سندس اثر | ڊاڪٽر ثريا ساز ڏيپلائي | 300/- | 2010 |
| 31 | ڳٽوانن جون ڳالهيون | قمرشهباز | 300/- | 2010 |
| 32 | ڇيڄ پرائي | قمرشهباز | 450/- | 2010 |
| 33 | ننگر ٺٽو : هڪ مطالعو | ڊاڪٽر محمد علي مانجهي | 250/- | 2010 |
| 34 | صوفي شاهه عنايت شهيد | ڊاڪٽر محمد علي مانجهي | 600/- | 2010 |

| نمبر | ڪتاب جو نالو | مصنف/مرتب/مترجم | قيمت | سال |
|---|---|---|---|---|
| 35 | شيخ اياز جلد پنجون (چار ڪتاب) (1.اڀر چنڊ پس پرين ، 2. هينئڙو ڏاڙهونءَ گُل جيئن، 3. الوداعي گيت، 4. ننڊ وليون) | شيخ اياز | 750/- | 2010 |
| 36 | شيخ اياز جلد ڇهون (ٽي ڪتاب) ڪتين ڪر موڙيا جڏهن (جلد پهريون، ٻيو، ٽيون) | شيخ اياز | 1000/- | 2010 |
| 37 | شيخ اياز جلد ستون (ٽي ڪتاب) (1.سر لوهيڙا ڳيا ، 2. سُورج مُکي سانجهه، 3. ڇوليون ٻوليون سمنڊ جون.) | شيخ اياز | 1000/- | 2010 |
| 38 | شيخ اياز جلد اٺون (چار ڪتاب) (1.جر ڏيئا جهمڪن ، 2. هرڻ اکي ڪيڏانهن، 3. چنڊ ڳليون، 4. تون ڇپر تون ڇانوَ) | شيخ اياز | 700/- | 2010 |
| 39 | شيخ اياز جلد نائون (پنج ڪتاب) (1. گهاٽ مٿان گهنگهور گهٽا ۾ ، 2. سامنجهي سمنڊ سپون، 3. ڪونجون ڪُرڪن روهه تي، 4. ڪاري رات ڪُهنگ، 5. وڏا وڻ وٽڪار جا.) | شيخ اياز | 600/- | 2010 |
| 40 | شيخ اياز جلد ڏهون (پنج ڪتاب) 1.اتي اور الله سان ، 2. مينهن ڪٽيون، 3. اڪ جون ڦلڙيون، پيچ پني ، 4. پکي ساڳي پار جا ، 5. هي جي نهرون ننڊ جون) | شيخ اياز | 600/- | 2010 |
| 41 | شيخ اياز جلد پهريون (نثر) 1.جي ڪاڪ ڪکوريا ڪاپڙي ، 2. ساهيوال جيل جي ڊائري، 3. ڪراچيءَ جا ڏينهن ۽ راتيون ، 4. جڳ مڙيوئي سپنو) | شيخ اياز | 730/- | 2010 |

| نمبر | ڪتاب جو نالو | مصنف/مرتب/مترجم | قيمت | سال |
|---|---|---|---|---|
| 42 | شيخ اياز جلد ٻيو (نثر)<br>(1.ڏيئا ڏيئا لاٽ اسان ، 2. خط انٽرويو ۽ تقريرون جلد پهريون ٻيو، 3. 'اڳتي قدم' جا ايڊيٽوريل) | شيخ اياز | 700/- | 2010 |
| 43 | شيخ اياز جلد ٽيون (نثر)<br>ڪٿي نہ ٻيجبو ٽڪ مسافر<br>(جلد پهريون، ٻيو، ٽيون ۽ چوٿون) | شيخ اياز | 1000/- | 2010 |
| 44 | شيخ اياز جلد چوٿون (نثر)<br>1.شيخ اياز ۽ صحافت | شيخ اياز | 500/- | 2010 |
| 45 | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ<br>(شخصيت فن ۽ فڪر) | پروفيسر محمد سليم ميمڻ | 250/- | 2011 |
| 46 | ڪلام ريجهہ علي شاهہ | پروفيسر منظور حسين کهڙو | 250/- | 2011 |
| 47 | سنڌ هيرن کاڻ | رسول بخش درس | 150/- | 2011 |
| 48 | قلندر صوفي ۽ ملامتي | ڊاڪٽر نواز علي شوق | 150/- | 2011 |
| 49 | تذڪره لال شهباز قلندر | انور ساگر ڪانڊڙو | 150/- | 2011 |
| 50 | سچل سرمست ۽ ان جا همعصر شاعر | ڊاڪٽر مخمور بخاري | 300/- | 2011 |
| 51 | سنڌي ڪلچر | غلام رباني آگرو | 200/- | 2011 |
| 52 | سنڌي موسيقي جا سر تار | خليل الرحمان شيخ | 200/- | 2011 |
| 53 | شاهہ جي رسالي جي سڃاڻي<br>(جلد ٻيو) | محمد حسين ڪاشف | 500/- | 2011 |
| 54 | سُر پورب | ڊاڪٽر محمد علي مانجهي | 200/- | 2011 |
| 55 | سنڌي ڊرامن جي مختصر تاريخ | مختيار احمد ملاح | 450 | 2012 |
| 56 | سنڌي ناول جي مختصر تاريخ | مختيار احمد ملاح | 450 | 2012 |
| 57 | مون ڏات انو ڪي آندي آ | محمد ابراهيم جويو | 250 | 2012 |
| 58 | سوورينيئر (سچل سرمست 2012 ) | ڊاڪٽر محمد علي مانجهي | | 2012 |
| 59 | منصور ثاني سچل سرمست | پروفيسر عطا محمد حامي | 300 | 2012 |
| 60 | عشق ڪيم اظهار سچل سرمست | خادم حسين عباسي | 250 | 2012 |
| 61 | سچل سرمست سچ جو شاعر | ڊاڪٽر مخمور بخاري | 200 | 2012 |
| 62 | سچل سرمت سچ جي صدا | سميہ قاضي | 250 | 2012 |
| 63 | سپ رنگ | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | 250 | 2012 |

| نمبر | ڪتاب جو نالو | مصنف/مرتب/مترجم | قيمت | سال |
|---|---|---|---|---|
| 64 | امر جليل جا ڪتاب (جلد ٻيو) | امر جليل | 800 | 2012 |
| 65 | شهيد محترمہ بينظير ڀٽو جا تاريخي انٽرويوز | پروفيسر اعجاز احمد قريشي | 200 | 2012 |
| | تم جيت گئي هم هار گئي | پروفيسر سليم ميمڻ | 300 | 2012 |
| | Shaheed Mohtarma Benazir Bhutto (Interviews) | Prof. Aijaz A. Qureshi | 350 | 2012 |
| 66 | ڪي نہ وسرن مور | ڊاڪٽر سحر امداد حسيني | 120 | 2012 |
| 67 | سووينئر "لعل شهباز قلندر 2012" | ڊاڪٽر محمد علي مانجهي<br>ڊاڪٽر نواز علي شوق | | 2012 |
| 68 | سنڌڙيءَ جو شهباز قلندر | آزاد انور ڪانڌڙو | 200 | 2012 |
| 69 | قلندر لعل سيوهاڻي | ڊاڪٽر نواز علي شوق | 120 | 2012 |
| 70 | الشهباز | جليل سيوهاڻي | 150 | 2012 |
| 71 | قلندر نامو | حڪيم فتح محمد سيوهاڻي | 100 | 2012 |
| 72 | تذڪره شهباز | ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي | 120 | 2012 |
| 73 | شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي پيغام جو موجوده حالت تي اطلاق | پروفيسر محمد سليم ميمڻ | 250 | 2012 |
| 74 | سنڌي شاعريءَ جو اڀياس | شمشيرالحيدري | 150 | 2012 |
| 75 | شاهہ عبداللطيف ڀٽائي مقالا ۽ مضمون | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ<br>ڊاڪٽر محمد علي مانجهي | 600 | 2012 |
| 76 | ڀنڀور ۽ ديبل | عبدالقادر منگي | 300 | 2012 |
| 77 | شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي دور ۾ تصوف جا سلسلا | ڊاڪٽر عابد مظهر | 300 | 2012 |
| 87 | سنڌي ڪهاڻي | اسحاق انصاري | 300 | 2012 |
| 79 | فن ۽ فنڪار جلد ٻيو | ڪوثر ٻرڙو | 300 | 2012 |
| 80 | سيتا جا سونهان | محمد حسين ڪاشف | 200 | 2012 |
| 81 | مون ۾ تون موجود | ڊاڪٽر محمد علي مانجهي | 200 | 2012 |
| 82 | سنڌ جا قديم آثار ۽ تاريخ | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ<br>ڊاڪٽر محمد علي مانجهي | 250 | 2012 |
| 83 | رهاڻ هيرن ڪاڻ (جلد نمبر ٻيو) | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | 850 | 2012 |
| 84 | شاهہ جو رسالو (مڪمل فور ڪلر) | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | 1500 | 2012 |
| 85 | وڪريل ورق | پروفيسر محمد سليم ميمڻ | 350 | 2012 |

| نمبر | ڪتاب جو نالو | مصنف/مرتب/مترجم | قيمت | سال |
| --- | --- | --- | --- | --- |
| 86 | مقالاتِ عزيز | عزيز جعفراڻي | 400 | 2012 |
| 87 | فقير هدايت علي نجفي تارڪ جو سنڌي ڪلام | ڊاڪٽر نواز علي شوق | 500 | 2012 |
| 88 | شيخ اياز( شخصيت ۽ فن). | غلام سڪينا حميده قاضي | 400 | 2012 |
| 89 | امر جليل جا ڪتابَ (جلد پهريون) (1.دل جي دنيا ، 2. جڏهن مان نه هوندس، 3. تاريخ جو ڪفن، 4. منهنجو ڏس آسمان کان پڇو.) | امر جليل | 600 | 2012 |
| 90 | رهاڻ هيرن ڪاڻ (جلد پهريون) | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | 800 | 2012 |
| 91 | فيض احمد فيض ۽ پاڪستاني ثقافت | امان الله شيخ | 250 | 2012 |
| 92 | فيض جا ايلس ڏانهن خط | شبنم موتي | 250 | 2012 |
| 93 | فيض سان رهاڻيون | پروفيسر محمد سليم ميمڻ | 500 | 2012 |
| 94 | راڳ نامون | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | 270 | 2012 |
| 95 | ميزان (فيض احمد فيض) | ڊاڪٽر نواز علي شوق | 240 | 2012 |
| 96 | جهڙي سونهن سنڌياس | ڊاڪٽر محمد علي مانجهي | 250/- | 2012 |
| 97 | اديون آءُ اڃاڻ | ڊاڪٽر فهميده حسين | 250/- | 2012 |
| 98 | شاهه سچل ۽ خليفو قاسم | محمد حسين ڪاشف | 200/- | 2012 |
| 99 | شاهه عبداللطيف مدبر معلم ۽ مهربان | ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو | 150/- | 2012 |

| نمبر | کتابوں کی نام | مصنف/مرتب/مترجم | قیمت | سال |
| --- | --- | --- | --- | --- |
| 1 | سکھر تاریخ وتمدن | ڈاکٹر عبدالواد راندھڑ | 400/- | 2008 |
| 2 | بھٹو کا تصور پاکستان | نصرت لاشاری | 350/- | 2009 |
| 3 | شاہ جو رسالو | شیخ ایاز | 650/- | 2009 |
| 4 | سچل سرمست، تاریخ، تصوف اور شاعری | ڈاکٹر نواز علی شوق | 150/- | 2009 |
| 5 | آئینہ خانہ ءشاہ لطیف | ڈاکٹر طاہر تونسوی | 200/- | 2010 |
| 6 | حلقہ مری زنجیر کا | شیخ ایاز | 800/- | 2010 |

| نمبر | کتابوں کی نام | مصنف/مرتب/مترجم | قیمت | سال |
|---|---|---|---|---|
| 7 | بوئے گل نالۂ دل | شیخ ایاز | 500/- | 2010 |
| 8 | دنیا ساری خواب | شیخ ایاز | 650/- | 2010 |
| 9 | اے آہو چشم کدھر | شیخ ایاز | 400/- | 2010 |
| 10 | سچل سچ ہے سارا | آغا سلیم | 300/- | 2010 |
| 11 | سندھ ایک عام جائزہ | مظہر یوسف | 400/- | 2010 |
| 12 | حضرت سچل سرمست عظیم شاعرو مفکر | ڈاکٹر نواز شوق | 250 | 2012 |
| 13 | تاریخ اولیاء سندھ | آفتاب ابڑو | 250 | 2012 |
| 14 | سندھ میں اردو شاعری | ڈاکٹر نبی بخش خان بلوچ | 350 | 2012 |
| 15 | خطوط ڈاکٹر نبی بخش بلوچ | محمد راشد شیخ | 250/- | 2012 |
| 16 | محمد ابراہیم جویو ایک صدی کی آواز | سید مظہر جمیل | 750/- | 2012 |
| 17 | دشت وجود کی مسافت | آغا سلیم | 250/- | 2012 |

| No | Name of Book | Writer | Rate | Year |
|---|---|---|---|---|
| 1 | Melodies of SALB, V-III | Agha Saleem | 500/- | **2008** |
| 2 | History of Sindhi Literature | Shaikh Aziz | 250/- | **2008** |
| 3 | Melodies of SALB, V-IV | Agha Saleem | 400/- | **2009** |
| 4 | Shah Jo Risalo in Arabic & English | Faiz Mohammd Khoso | 300/- | **2009** |
| 5 | Shah, Sachal, Sami | Mohd. Ibrahim Joyo | 200/- | **2009** |
| 6 | Darazi School of Sufi Thoughts | Dr. Sakhi Qabool Mohammad Farooq | 400/- | **2009** |
| 7 | Handicrafts of Sindh | Waheeda Khizir Qazi | 180/- | **2010** |

| No | Name of Book | Writer | Rate | Year |
|---|---|---|---|---|
| 8 | Sindhi Society & Culture | Prof. Dr .Ghulam Ali Alana | 1600/- | **2010** |
| 9 | Life & Thoughts of Shah Latif Bhitai | Gul Mohammad Umrani | 200/- | **2010** |
| 10 | Songs of Freedom | Shaikh Ayaz | 500/- | **2010** |
| 11 | Six Thousands years of History of Irrigation of Sindh | M. H. Panhwar | 800/- | **2011** |
| 12 | The Epic of Dodo Chaneiser | Saleem Noorhassan | 300/- | **2011** |
| 13 | The Traditional Arts And Crafts of Hyderabad Region | Dr. Nabi Bux Khan Baloch | 150/- | **2012** |
| 14 | Musical Instruments of the Lower Indus Valley of Sindh | Dr. Nabi Bux Khan Baloch | 200/- | **2012** |
| 15 | Alexander's Conquest of Indus Valley | Agha Saleem | 400/- | **2012** |
| 16 | Lake Manchhar | Taj Muhammad Sahrai | 200/- | **2012** |
| 17 | Dr. G.M Mehkri on Sindh Articles | Muhammad Ibrahim Joyo | 350/- | **2012** |
| 18 | Hazrat Shahnshah Lal Shahbaz Qalandar | Syed Dinal Shah Darbelvy | 400/- | **2012** |
| 19 | Mohen-jo-Daro The Indus Civilization | John Marshall | 3000/- | **2012** |
| 20 | Selection from the Risalo | G. A Allana | 150/- | **2012** |
| 21 | Sufism & Classical Sindhi Poetry | Saleem Noorhassan | 150/- | **2012** |
| 22 | Anecdotes of Vataayo Faqeer | Saleem Noorhassan | 200/- | **2012** |

# پڙهندڙ نَسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاڻُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي ورڪ پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصِي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ باروڊَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ بنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ-

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)